

شري ستنام ساکي

# جيون درشن

## شري ١٠٨ سوامي ماڌوداس مهراج


لکندڙ :

شريمتي لڪشمي ڪيسواڻي

جمناداس ڪيسواڻي



ڇپائيندڙ :

شري ماڌوداس ٽرسٽ

پريم پرڪاش آشرم، آدرش نگر، اجمير

پشڪر راڄ ۽ هردوار

جلد ١٠٠٠ ]





[ دفعو ١

1991

ملڻ جو هنڌ :

# پريم پرڪاش آشرم

آدرش نگر، اجمير



---

ڇپائيندڙ : شري مادوداس ٽرسٽ
پريم پرڪاش آشرم، آدرش نگر، اجمير

ڇپيندڙ : ڪوشل پرنٽنگ پريس
ڊيائنڊ مارڪيٽ، ڪيسر گنج، اجمير
فون : 32767 (پريس) — 22767 (گهر)

# اوم
## شري ستنام ساکي
# آشيرواد



ستگرو سوامي ٽيئُونرام مهاراج مهان وڀوتي هئا، جن پريم پرڪاش منڊل برپا ڪري هزارين پيارن کي پريوءَ جي راهه ۾ چڪيو. ڪن پيارن ته ساري جيون ستگرو سوامي ٽيئُونرام مهاراجن ۽ ستگرو سوامي سرواننڊ مهاراجن جي ڪمل چرنن ۾ ارپڻ ڪري جدا جدا شهرن ۾ پريم پرڪاش آشرم ٻرپا ڪري سنڌن سنديش هند سنڌ ۽ ديش ۾ پهچايو. اهڙن ستپرشن مان سنت سوامي ماڌوداس صاحب

هئا جن حيدرآباد سنڌ ۾ ڦليليءَ جي ڪناري تي پريم پرڪاش آشرم برپا ڪري گيان ۽ ڀڳتيءَ جي جوت جڳائي. ديش جي ورهاڱي کان پوءِ سوامي ماڌوداس مهاراج اجمير آدرش نگر ۾ پريم پرڪاش آشرم برپا ڪيو، جتي سوين صدقي اچي پنهنجي پياس پوري ڪندا هئا. سوامي ماڌوداس جن وديش ۾ وڃي نام جو خوب پرچار ڪيو. هنن ٽيرٿ راڄ پشڪر ۾ پڻ سنڌر آستان ٺهرائي اُتم ڪاريه ڪيو.

سوامي ماڌوداس پريم پرڪاش منڊل جا مکيه سنت هئا. هو هر دل عزيز ۽ ڏاڍا مهمان نواز هئا، محبت جي مورت ۽ سيوا جي صورت هئا. پراُپڪار ۽ ديا جي ساڪيات تصوير هئا. پريم پرڪاش آشرم آدرش نگر اجمير جي ٽرسٽين کي ڌنيواد آهي جيڪي "سوامي ماڌوداس جو جيون درشن سڪ سان شرڌا سان ڇپائي شايع ڪري رهيا آهن. ۽ آشرم جي پڻ ڏاڍي لڳن ۽ اُتساهه سان سيوا ڪري رهيا آهن. شل هنن پيارن تي پريوءَ جي، ستگرو سوامي ٽيئونرام مهاراجن، ستگرو سوامي سروانند مهاراجن ۽ سوامي ماڌوداس مهاراجن جي سديو آشيرواد رهندي اچي. جيئن اڳتي به ساڳئي اُتساهه ۽ اُمنگ سان ستگرن جي آستان جي سيوا ڪندا رهن ۽ جس وڌائيندا رهن.

سوامي شانتي پرڪاش

تاريخ ۵ اپريل ۱۹۹۱

اوم

شري ستنام ساکي

# آشيرواد



شري پريم پرڪاش منڊل ٽرسٽ اجمير- پشڪر راڄ - هردوار جي ڪاريه ڪرتا شيوڪن سنت شري سوامي مادوداس مهراج جن جي جيون درشن جو انڪ پريمين جي نظر هيٺ آندو آهي. انهيءَ لاءِ ڌنيواد هجين جو گرديو جن جي آشرم، شيوا، يش ۽ ڪيرتيءَ کي سدا وڌائيندا رهندا.

سوامي گڻيشانند

گواليار

ॐ

شري سٿنام ساکي



شري پرم پرڪاش سمپرداءِ آچاريه پوڄيه پاد

١٠٠٨ سدگرو سوامي ٽيئونرام جي مهراج

ॐ

شري ستنام ساکي



شري ۱۰۸ سوامي ماڌوداس مهاراج

اوم

شري ستنام ساکي

# ” مهاڳ “

سنڌ ديش جي پراچين سڀيتا عالم آشڪار آهي. موهن جو دڙو اُنجو ظاهر ثبوت آهي. پوتر سنڌو نديءَ نالو ڏنو سنڌ کي ۽ وري نالو ڏنو هند يعني هندستان کي جو اڄ ڀارت سڏجي ٿو. چوڻ ۾ اچي ٿو ته ويدن جي پهرين رچنا پڻ سنڌو نديءَ جي پوتر ڪنڌي تي ٿي. اهڙيءَ پوتر ڀوميءَ جنم ڏنو هزارن رشين منين ساڌن سنتن کي جن ڪٺن تپسيائون ڪري نه رڳو پاڻ کي تاريو پر ڪروڙن جگياسن کي اگيان جي اونده مان ڪڍي گيان جي روشن راهه ڏيکاري. اهڙن ست پرشن مان هڪ هو پرم پوڄنيه سنت شرومڻي ١٠٨ سوامي ماڌوداس مهراج پريم پرڪاشي.

سوامي جن لاشڪ اوچ ڪوٽيءَ وارا سنت هئا. مها ودوان برهم گياني ۽ ڪرم يوگي. سچ ته ”سنت کي مهما بيد نه جاڻهه“ سنت ۽ ايشور ۾

خير ڪو فرق آهي چاڪاڻ تہ سنت ايشور جو
چرند ڙ ڦرندڙ روپ آهن. مٿن جي ڀلي خاطر جنم
وٺن ٿا ۽ پنهنجي اِڇا انوسار جوتي جوت سمائجن
ٿا.

سنت گوبند هن ڀيد نہ ڀائي،
سنت رام هڪ ايڪو ڀائي.

ڪوڙي نہ انوکي وارتا آهي سندن پالڪ اوستا
جي! جڏهن تہ ڇمندي چام هئا. بيشڪ اها ماتا ڀاڳيہ
شالي چئبي جنهن ڪيس جنم ڏنو. جنهن جو نالو ڏئي هو
ديوي، تنهن ويساکہ مهني جي ١٩ تاريخ سنبت ١٩٧١
پراڻهہ ڪال ٤ بجي جي سپ گهڙيءَ هڪ تيجسوي
پالڪ کي جنم ڏيئي جڳياسو جيون جو ڪلياڻ ڪيو.
پتا جو نالو هو ن شري مولچند ڪتري ۽ ڀلي هئي اُها
پوءِ ڳوٺ پڙ تعلق هالا ضلع حيدرآباد سنڌ جي
جٽي سندن پير پيو. ڪنڊلي ڏسي ڪل برهمڻ چئيءَ
جو نالو ماڌو رکيو ۽ هئا بہ روپ ماڌو ڀڳوان جا.

نہ رڳو ماتا سچ پچ ديوي هئي پر سندن پتا
۽ چاچو ڀائي سيٺو مل پر پيوءَ جا پيارا ڀڳت هئا ۽
نت نيم سان امرت ويلي اُٿي ڪيرتن ڪندا هئا.
اهڙي ميلاپ پريل سنسنگہ جي وايو منڊل ۾ پلجي
پالڪ ماڌو جو سڀاءُ نڊرپي هوندي کان ئي مصريءَ

جهڙو مٺو ۽ ڪنول جي گل جيان نرمل ٿي پيو.

سندن ٻال ليلا جون گهڻيئي وارتائون آهن، پنجين سالي ۾ پتا اسڪول ۾ وهارين. پڙهڻ ۾ ڏورو ڌيان ڏيندا هئا. ٻر وهنوار ۾ ٻين ٻالڪن کان بلڪل نرالا هئا، ڪاٻہ چلولائي ڪانہ هئن. ٻين ٻالڪن کي ونئي، هڪ هنڌ وهاري ستسنگہ جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا. من ويراڳہ سان ڀريل رهندو هون. ويتر جو ڪانئن ٻوء ماتا کي جي ٻالڪ ڄاوا ۽ اُهي راهہ رهاني ونئي ويا. تنهن ڳالهہ سندن ڪچڙيءَ دل تي گهرو اثر وڌو. وقت بوقت ماتا کان پڇندا هئا تہ امان ٻالڪ جي ڄمن ٿا سي وري ڪاڏي ٿا وڃن. ماتا بہ ٿمند ڙ نيڻن سان ورائيندي هئي تہ جنهن ڀڳوان ڏنا تنهن واپس ورتا انهيءَ ڪارڻ سندن موهہ گهر مان ڪڇندو ويو ۽ گهڻو تڻو ڳوٺ کان ٻاهر ڀائي راچورام جي مڙهيءَ ۾ وقت گذاريندا هئا. اُتي ڪو نہ ڪو ساڌو سنت پيو ايندو هو ۽ ستسنگہ بہ نت نيم سان ٿيندو هو. سنتن جو سنگہ ڪري ڪانئن سڪيا ونئي ساڌنا ۽ يوگہ پڇائڻ لڳا.

ڏهن سالن جي عمر جا هئا تہ ڪين ٻيڻ جائي جنهنجو چليءَ جو ڏالو چيتان نڪتو ڀر سات سوڻ ڪري ( جيئن وڏي حياتي ماڻي ) ڪيس

ٻولي ڪري سگهندا هئا. جڏهن مان ٽري مولي ٻائي سکڻ لڳي. جڏهن ٽن سالن جي هئي تـــه ماتا وري گرڀوتي ٿي ۽ اُن ويم ۾ ماتا ديويءَ جو ديهانت ٿيو، پر ٻه نه رهيو. شرير ڇڏڻ کان اڳ ماتا ٻالڪ ماڌوءَ کي سڏائي پيڻ جو هٿ سندس هٿ ۾ ڏيئي پرارٿ ڪئي. انهيءَ وڇوڙي کين گهڻو جهوري ڇڏيو ۽ گهر مان من کڄي وين.

چونه انهيءَ ويل ستگرو سوامي ٽيئونرام مهراج جن رتن ڪندي اچي ٻنگ ڳوٺ ۾ پڌاريا. پريم پرڪاش منڊل جا مهامنڊليشور هئا. ٽنڊي آدم شهر جي ڏکڻ طرف واريءَ جي ڊب تـــي هٿن سان پورهيو ڪري سندر استان ٺاهيو هئائون. جڏهن ڪي امراپورا دربار چوندا هئا. پاڻ سان منڊلي وٺي ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي ڀڄن ڪيرتن ڪري پريم جـــو پرچار ڪرڻ سندن جيون جـــو مول ستانت هو. جڏهن ٻنگ ڳوٺ ۾ سندن پڌارڻ جي خبر پيئي ته ڀائي سيئومل ٻه ٻالڪ ماڌوءَ کي پاڻ سان گڏ وٺي درشن لاءِ آيو. درشن ڪرڻ سان ٻالڪ ماڌو جي دل ۾ ايڏي ته ڪشش پيدا ٿي جو اُٿان چرڻ جي نه پيو ڪري. ستگرو مهراج جن ٻه سندس چهري جي جهلڪ ڏسي اهڙي ڪرپا درشٽي ڪيس جو هن من ئي من ۾ کين هميشه لاءِ پاڻ ارپڻ ڪري ڇڏيو.

سوامي جن جو من هاڻي اُداس رهڻ لڳو. من ۾ تڙپ هئي پنهنجي پريتم سان ملڻ جي. سندس پنج درجا پڙهي اسڪول وڃڻ ته اڳئي بند ڪيو هئائون. ڀائي راچورام جي مڙهيءَ ۾ ڳائڻ وديا سکڻ شروع ڪيائون. اُتي جي ودوان مهاتمائون ايندا هئا تن کان هون يگيه جي وڏي پڻ سکيا. مڙهيءَ جي باغيچي ۾ ڪڏ ڪوٺائي هيٺ لهي وڃي ايڪانت ۾ سماڌي لڳائي ويهندا هئا. وڏا وڏا ورت به رکڻ لڳا. سنساري ڳالهين کان صفا منهن موڙي ڇڏيائون. سندن پتا کي ڳڻتا ورائي ويئي. کين اباڻي ڌنڌي ۾ رچي وڃڻ ۽ گرهستي جيون لاءِ گهڻو ئي هرکايائين پر سوامي جن ڪني ٽا پڌن. هنن جي ته لئو لعلن سان لڳي چڪي هئي. گهر جي وايو منڊل کان راحت پائڻ لاءِ رٽن ڪرڻ شروع ڪيائون. گوڏ پڌي سفيد ڪپڙن ۾ لڪي تيرٿ پاسي مهنو مهنو ياترا تي هليا ويندا هئا. گهر موٽن ته مائٽ وري کين سنڌارڻ جيون گذارڻ لاءِ ستائين. تنگ ٿي ڳوٺ جي ٻاهران هڪ وڻ تي چڙهي وڃي تپسيا ڪرڻ لڳا. گهر جا ڀاتي خواه ڳوٺ جا رهواسي سندن هن قسم جي ڪٺن تپسيا سهاري نه سگهيا سو ميڙ ڪري کين گهر ۾ هلي رهڻ لاءِ ستائيندا هئا. ڪجهه وقت هو پنهنجي هن عجيب

ڪريا ۾ مگن رهيا ۽ ڪنهن جي ڪونه ٻڌائون. ايتري قدر جو سنڌون ننڍيءَ ڀيڻ ڏاڏيءَ سان گڏجي پوڄن ڪٽي ايندي هئي ته اهو به ورتائين ڪان نابري واري ويندا. ڏينهن سڄو وڻ تي گذاري رات جي شانت واتاورڻ ۾ هيٺ لهي، ٻائي راڇورام جي مڙهيءَ ۾ وڃي آرامي ٿيندا هئا، پر وري امبرت ويلي اُٿي اِشنان ڪري ٻائي راڇورام کان گائن وديا جو پاٺ وٺي وڃي وڻ تي چڙهي پنهنجي سادنا ۾ لڳو لين ٿيندا هئا.

اهڙي ڪٺن سادنا گهڻو وقت هلڻ مشڪل هئي جو روزانو گهر جا ڀاتي ۽ ڳوٺ جا رهواسي وڻ هيٺان اچي ميڙ ڪندا هئا ۽ سنڌن تپسيا ۾ وگهن وجهندا هئا جا ڳالهه کين ڪانه آئڙي. سو هڪ ڏينهن ويچار آين ته ڇو ڪين هلي ستگرو سوامي ٽيئون رام مهراج جن جي شرڻ وٺون جن کين درشن ڏئي سنڌن من اڳي ئي وس ۾ ڪري ڇڏيو هو. پڇا ٿيندا پڇا ٿيندا اچي ننڍي آدم ۾ امرابورا دربار تي پهتا. ست و وڃي ستگرو سوامي ٽيئون رام مهراج جن جي چرڻن ۾ سر جهڪائي پنهنجي شرڻ ۾ رکڻ جي وينتي ڪيائون. ستگرو مهراج جن ٻنهين تي کين گهر موٽي وڃڻ لاءِ زور ڀريو، پر سنڌن پڪو نشچو ڏسي کين آشرم جي شيوا ۾ لڳي وڃڻ جي آگيا

ڪئي. اڃا ٻه ڏينهن مس گذريا ته مائٽ ٻه اچي
اُٿي نڪتا ۽ ستگرو مهراج جن کي پاڻائي سوامي
جن کي واپس وٺي ويا. پر جن جو چت اڳيئي گهر
مان کڄي چڪو هو سو ڪيئن ٽڪي رهي سگهي.
ساڳئي وقت ستگرن جي سنگ جو جيڪو آنند ماڻيو
هئائون سو ڪيئن ڇڏي سگهي. ٿورن ئي ڏينهن
۾ گهر کي تياڳ ڪري وري اچي ستگرن جي شرن
ورتائون ۽ کين هميشه لاءِ پاڻ وٽ رکڻ جي وينتي
ڪيائون. ستگرو مهراج جن ٻه سندن درڍ نشچو ۽
ويراڳ ورتي ڏسي کين نام روپي امرت پياري
پنهنجو شش بڻايو. سندس تيجسوي روپ ۽ تکو
ذهن ڏسي ستگرو مهراج جن کين اوچ ڌارمڪ وديا
پرائڻ جو لائق سمجهي اهڙن اِستادن ڏي موڪليو
جتي هو سنسڪرت ۽ پارسيءَ سان گڏوگڏ گائن
وديا پرائي هر طرح ودوان بڻيا. جڏهن امراپور
آشرم ۾ واپس وريا ته ستگرو سوامي ٽيئون رام
مهراج جن کين ڏسي نهايت خوش ٿيا. هاڻي ته
کين پنهنجي حضوريءَ ۾ رکندا هئا. کين ستسنگ
ڪرڻ جو موقعو ڏيندا هئا ۽ ٻاهر رٿن ۾ پاڻ سان
وٺي ويندا هئا. ٿوري وقت اندر سوامي جن جو
پرڀاءُ وڌندو ويو ۽ سڀيئي کين عزت جي نگاهه سان
ڏسڻ لڳا. وقت آيو جڏهن ٻوڇ ستگرو مهراج جن

کي پاسڻ لڳو ته سوامي ماڌوداس جن ستسنگ جو سندر
ديپاڻ لڳائڻ ۽ پريم پرڪاش سڌائڻ جو پلي پانت
پرچار ڪرڻ لاءِ سمرٿ آهن، سو کين پڻ ۾ وهاري
خوب پرسنتا سان آگيا ڪيائون "ماڌو هاڻي اسان
جي چاهنا آهي ته تون هلي حيدرآباد ۾ اسٿان ٺاهه
۽ منڊل جي ناموس وڌاءِ." اچانڪ اهڙي آگيا ٻڌي
سوامي جن وسميه ۾ پئجي ويا ۽ ستگرو مهراج جن
کين پرٻوڌ ڏنو، "اسين توکي پاڻ کان ڌار ڪونه
ٿا ڪريون. اسانجو ساٿ سدائين تو سان گڏ رهندو
۽ وقت به وقت تو وٽ اچي توکي شيوا جو ڀاڳ
ڏينداسين."

ستگرن جي آگيا پاڻي سوامي ماڌوداس جن
حيدرآباد پڌاريا جتي پريمين کين پورو سهڪار ڏنو
۽ قليلي روڊ تي زمين وٺي سندر آشرم کڙو
ڪيائون روزانو نيم انوسار پنهنجي آشرم تي ميناج
پري ۽ واڻيءَ سان ستسنگ ڪري پريمين جو من اهڙو
ته کينچي ورتائون جو ٿوري ئي عرصي ۾ آشرم ڪافي
ترقي ڪئي. پوءِ ستگرو مهراج جن به پنهنجي ڏنل
وچن پرماڻي امرپور مان موقعو وٺي اچي پريمين
کي ستسنگ جو آنند وٺائيندا هئا ۽ سوامي ماڌوداس
جن به سندن خوب شيوا ڪري پنهنجي دل ٺاريندا
هئا.

جڏهن سَتگرو مهراج جن ڏٺو ته سندن سنساري ياترا هاڻي پوري ٿيڻ تي آهي ته اچي سوامي ماڌوداس مهراج جن جي آشرم تي ڏيرو ڪيائون ۽ انت سمي ۾ پنهنجي پرم پياري شش جي شهوا وٺي 1999 جي جيٺ مهني جي چوٿين تاريخ ڇنڇر ڏينهن اکنڊ سماڌي ورتائون. سڄي شهر ۾ شوڪ جي لهر ڇانئجي ويئي. منڊل جي فيصلي انوسار سَتگرو مهراج جن جو انتم سنسڪار ٽنڊي آدم ۾ ڪيو ويو. پر جيئن ته سَتگرو مهراج جن سوامي ماڌوداس جن جي ڦليلي واري آشرم تي جوتي جوت سمايا انڪري پريم پرڪاش منڊل گڏجي فيصلو ڪيو ته آئينده ۾ وارشڪ اُتسو ملهائڻ جا سوامي ماڌوداس مهراج جن ئي حقدار آهن. انهيءَ فيصلي پٽاندڙ سَتگرو سوامي ٽيئون رام مهراج جن جي وارشڪ تٿ جو اُتسو ملهائڻ جو شرف سوامي ماڌوداس جن کي مليو ۽ اڄ تائين اهو ريت هلندي اچي ٿي.

سَتگرو سوامي ٽيئون رام مهراج جن جي جوتي جوت سمائڻ کان جلد ئي پوءِ ديش جو ورهاڱو ٿيو سنڌ مان هندن جي لڏ پلاڻ جاري ٿي. سوامي ماڌوداس مهراج جن به حيدرآباد ڇڏي ڀارت جي ڪن شهرن جو رٽن ڪري آخر ۾ اجمير اچي آدرش نگر ۾ ٽڪرن ۾ پٽ وٺي عاليشان آشرم اسٿاپت ڪيو جنهنجي وچ ۾ سندر مندر ٺهرائي پوڄ سَتگرو سوامي

ٽيئون رام مهراج جن جي وڏي سنگمرمر جي ٻٺڪ واري مورتي براجمان ڪيائون. انهيءَ مورتيءَ جي جيڏي مهما ڪجي اوتري ٿوري آهي. جڻ ته ساکيات ستگرو مهراج جن پاڻ براجمان آهن ۽ پريمين جون آسون پيا پوريون ڪن.

سوامي ماڌوداس مهراج جن آدرش نگر پريم پرڪاش آشرم کي اڏيئن وڌايو جو جهنگل ۾ منگل ٿي ويو. جيئن موهني جي وارشڪ اُتسو تي جڏهن پريمي اچن ته ڪونه ڪو نئون ڪوتڪ اچي پسن. پهرين رام مندر ٺهيو، پوءِ گيتا مندر ۽ پنهنجي ستگرو جن جي جيون جي پردرشني. ساڳئي وقت پشڪر راج جو سيني تيرٿن جو راجا ليکبو آهي، اُتي وڻ و پلاٽ وٺي هڪ عاليشان مندر ٺهرايائون جنهن ۾ ستگرو سوامي ٽيئون رام مهراج جن جي سنڌر سنگمرمر جي وڏي بيٺل مورتي استاپت ڪيائون ۽ ٻنهي پاسن کان ٻه ويٺل مورتون پڻ استاپت ڪرايائون هال جي چارون طرف چوويهن اوتارن جون سنڌر سنگمرمر جون سوستار مورتون استاپت ڪرايائون. انهيءَ مندر جي سامهون ننڍا نون گرهن جا مندر، گيتا پردرشني، هڪ پاسي رام مندر ۽ ٻئي پاسي ياترين جي وشرام لاءِ گيسٽ هائوس پڻ تيار ٿي ويا. شروع ۾ اهو پلاٽ هڪ واريءَ جي دڙي مثل هو ۽ هو بهو ٽنبي

ادم واريءَ دٻ جيان پڻي لڳو جنهن تـي ستگرو سوامي ٽيئُون رام مهراج جن ڪافي مهنت ڪري امراپور استان ٺاهيو هـو. سوامي ماڌوداس مهراج جن ٻه رات ڏينهن هڪ ڪري، واريءَ جي دڙي تي سنگمرمر جي فرشي لڳرائي اهڙو ته روپ ٻدلائي ڇڏيو جو پشڪر راج جـي تيرٿ لاءِ ايل ياتري درشن ڪري ڏنديِن آڳريون پيا ڏين.

هڪ ٻاسي سوامي جـن پنهنجن ستگرن جـي مهما وڌائڻ لاءِ اهي ڪاريه پڻي ڪيا تـه ٻئي ٻاسي استان تي آئي وٺي جو جوڳو ستڪار ڪري ۽ صبوح شام نت نيم سان ستسنگه ڪري آيل پريمين ڪـي آنند ٻه وڌائيندا هئا. هـر چنڇر جي شام واري ستسنگه ۾ ته جنسي ميلو لڳي ويندو هو ۽ ڍوڍو چٽڻي خوب هلندو هو. ٻندارو ته هونءَ ٻه سدائين ڪليل رهندو هو ۽ اهو سند ن آديش هو تـه ڪير ٻـه ڏڪري ڪاٿڻ ڪان سواءِ واپس نه وڃي.

پوڄ سوامي جن پنهنجي ستسنگه ۾ مٿر واٽي ذريعي جا اُتم سکيا گرهستين کـي آدرشي جيون گذارڻ لاءِ ۽ روحاني راهه تي هلڻ لاءِ ڏيندا هئا. سا ٿوري ۾ لاشڪ هت دهرائڻ جوڙي آهي :-

ا- هي سنسار آهي ڪاري سمنب سمان. ولوڙي اُن مان امرت ڪيُ ڍو آهي.

٢- جيون جو آنند اُن ۾ آهي جو ٻئي سان
ڇڪتاڻ نہ ڪجي.

٣- ٻہ لوٽا کير جا هٿن ۾ آهن. هڪڙو ڪري
وڃي ڌوڙ ۾ ٿو پوي ۽ ٻيو سڄڻ کي ٿو ملي.
سڄايو سو کير جو سڄڻ کي ملي.

٤- اننت ڪال ۾ مائٽ ڪٽنب جي ٽاليءَ تي
هٿ رکائي دان ڪرائيندا آهن، جڏهن جيءُ
اُن وقت پوري هوش ۾ بہ ڪونہ هوندو
آهي. ڇو ڪين پنهنجي هٿن سان جيئري
ئي دان ڪجي.

٥- جو رِاکي ٿو رهيٺي. هيٺن بہ سڄڻ واهہ واهہ،
هونءَ بہ سڄڻ واهہ واهہ. سدائين شڪر
ڪندو رهجي. جتي ٻن جنگهون ۽ ٻن پيرن
وارو ٻي شڪر ڪيو رهي، اُتي جي هڪ لنگڙو
جنهنجا ٻئي پير ڪٽيل آهن، سو جي چوي تہ
ڀڳوان تنهنجون ڀلايون جو مونکي جوتي
پائڻ کان بچايو اٿيئي تہ ڪيڏو نہ هنجو
شڪر ڪٽبو.

٦- ڪڏهن تہ ڪيترو بہ اُدم ڪجي تہ ڪاميابي
نہ ٿي ملي. ڪڏهن تہ ٿوري ئي اُدم سان
ڪامياب ٿي وڃجي. اِها ڇاٻي ايشور پنهنجي
هٿ ۾ رکي آهي.

٧- ڪڏهن بہ ڪنهن سنت درويش جي ڪريا ڏي
نہ ڏسو .

٨- ڪرمي آوي ڪپڙا، ندري موکہ دئار! ڪرمن
آنوسار انساني چولو ملي ٿو. شيوا مان جيون
سڦلو ٿئي ٿو. ايشور تہ ٿوري ۾ راضي ٿي
وڃي ٿو.
تيرٿ تپ ديا دت دان، جيڪو پاڙي تل ڪا مان.

٩- جو سکہ ڀورين زهر جيان لڳي ۽ پوءِ امرت
پاسي سو سچو سکہ آهي.

١٠- ڀاڳہ سان ستسنگہ ملي ٿو. ستسنگہ مان ساڃھہ
ملي ٿي. ساڃھہ مان شانتي پراپت ٿئي ٿي.
شانتيءَ مان آنند اچي ٿو.

١١- ستگرو سوامي ٽيئُون رام مهراج جن چوندا
هئا تہ چيلن جا ويلا نہ ڳڻيو. آئي وئي جي
خوب شيوا ڪريو، جيئن سمجهو تہ گرو
ٽيئُون رام پاڻ توهان وٽ آيو آهي.

١٢- هڪ دفعي ڪن چيلن ستگرو سوامي ٽيئُونرام
مهراج جن جو وڏو هٿ ڏسي چيو تہ سائين
ائين تہ پورت ٿي ڪانہ پوندي، تہ ستگرن
فرمايو! "آشرم ۾ جو ڪوهہ آهي تنهن مان بہ
ڏينهن پاڻي ڪڍڻ بند ڪريو." ٽئين ڏينهن

ٿي اُنهن چيلن کي چيائون تہ هاٿي ڏسي
اچو تہ کوهہ ۾ ڪيترو پاڻي وڌيو آهي. ڇا
ڏسن تہ وڌڻ بدران کوهہ ۾ پاڻي اڳين
ليول کان بہ هيٺ لٿو پيو آهي.

١٣- وهندي درياهہ مان جيڪي ڪجي سو ٿورو
آهي. هاڻي ڏسو تہ جن هزار جا نوٽ
سانڍي رکيا هئا سي اُنهن کــي باهيون پيا
ڏين . اڳہ جي دان پيچ ڪن ها تہ ڪيترو نہ
سٺو ٿئي ها.

١٤- دان گهڻن قسمن جا ٿيندا آهن. سون، چاندي
هاٿي، گهوڙا ڪيڏا بہ ڪٺي ڪير دان ڪري
پر سڀ مان جي دان جو ملهہ سڀني کان مٿي
آهي. ڪير لنگهي اچي آدر ڀائي وجي، اهڙو
ڪو پيو دان ڪونہ آهي.

١٥- گروءَ جي شيوا مان سڀ ڏول ملن. گرو
شيواداريءَ کــي پڇنجيءَ ڪٽ تـــي وهاري
ڏو. ڪنهن پڇيو! ”سائين ڪيئن.“ جواب
ڏنائون : ” شيواداري جڏهن گروءَ کي زور
ڏيندو آهي تہ گروءَ هان گڏ ڪٽ تي وهندو
آهي. سو جي زور ڏيڻ سان شيواداري ڪٽ
تي گڏ وهڻ جي لائق ٿو بڻجي تہ ٻي شيوا
ڪرڻ سان ڇا نہ ملندس.“

١٦- گروءَ جي مورتيءَ اڳيان نيم سان آرتي پوڄا ڪجي. پوڄا جي معنيٰ ئي آهي شڌ ڀاونا ۽ شرڌا.

١٧- شل پورهيت ٿي پاڙي پريان! من ۾ سدائين شيوا جي ڀاونا رکو.

١٨- سنسار ۾ رهندي وئراڳيءَ ورتي ڌاريو. گهر ڇڏڻو نه آهي پر آڻڻو آهي.

١٩- تياڳ ۽ وئراڳ ڪانسواءِ ڀوڳ مان آنند ڪين ملندو. تياڳ ڀوڳ کان وڌيڪ اهميت وارو آهي. ڪيڏا به مال مليدا اڳيان هجن پر جيسين تياڳ نه هوندو تيسين وڌيڪ کاڌو ڪين وڻندو. کاڌو کائڻ بند ڪري سگهو ٿا پر تياڳ کان ڇوٽڪارو ٿي نٿو سگهي. وڻ ۾ گل ٿئي ٿو تڏهن ئي ڦل ملي ٿو. تياڳ ڪرڻ سان ئي ڦل جو اڌڪاري بڻجي ٿو.

٢٠- دان لاءِ پنجن ڳالهين جي ضرورت آهي. (١) ديس (٢) ڪال (٣) وستو (۴) پاتر (وٺندڙ) (۵) ڪرتا (ڏيندڙ). جڏهن اهي پنج ئي يوگيتا انوسار هجن ته پوءِ دان ڏيڻ سُڪيارٿو آهي.

جنهن روزانو اهڙن اموڪ وچنن جي ورکا پئي ٿيندي سو استان ڪيئن نه قلندو ڦولندو، سرير ته آخر ناسونت آهي. ”جو آئيا سو چلسي، سڀڪو ٿي آئي واريئي!“ پوچ سوامي جن به ننڍو ته هاڻي وقت پرجي آيو آهي آتما کي پرماتما سان لين ٿيڻ لاءِ. سو سمبت ٢٠٤١ جي چيٽ مهني جو پنهنجي ستگرن جو وارشڪ اُتسو هميشه جيان ڌوم ڌام سان ملهائي تاريخ ١١ جون ١٩٨٤ شام جو ڇئين بجي اکنڊ سماڌي ورتائون.

پريم پرڪاش آشرم آدرش نگر جو ٽرسٽ پوج سوامي جن برهم لين ٿيڻ کان اڳ ئي قائم ڪيو هو. اڄ به ستسنگ جو نت نيم، آئي وئي جو آدر، سادو سنت جو ستڪار ۽ ڀنڊارو اُئين پيو هلي جئن ته پوج سوامي جن پاڻ چيتن روپ ۾ براجمان ٿي سمورو ڪاروبار هلائي رهيا آهن. اسين ٽرسٽيز ته نمت ماتر آهيون ۽ سدائين اها آرزو ڪندا رهون ٿا ته شل سمت بخشين جو سندن ڏيکاريل راهه تي هلي آشرم جو شان وڌايون ۽ تن من سان سيوا ڪري ستگرن جو جس ڦهلايون ۽ اها ئي آهي نماڻي ارداس سندن چرن ڪمل ۾!

آنت ۾ شري جمنالعل ڪيسواڻي، شريمتي لڪشمي ڪيسواڻي ۽ سشري شيامي ڪيسواڻي بيشڪ

جس جا ڀاڳي آهن جو پنهنجو قيمتي وقت ڏيئي گهڻي محنت ۽ پرشارٿ ڪري هي امولڪ پستڪ تيار ڪيو آهي ساڳئي ئي وقت شري پرهلاد نڪردواڻي جنهن پستڪ لاءِ سهڻيون تصويرون چٽي پستڪ کي نهايت دلڪش بڻايو آهي. اسين مسٽر ٿلواڻي، ڪوشل پريس وارن جا نهايت شڪرگذار آهيون جن هر طرح جو سهڪار ڏيئي هي پستڪ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ وري شري ڏيونداس، شري مرليڌر، شري واسي ديپا، شري ٺاڪرداس پنجابي ۽ شنڪر سامتاڻي جس جا ڀاڳي آهن جن هن پستڪ ڇپائڻ ۾ خوب اُدم ڪيو آهي. اُنهن جي لگن جي ڪري ئي، پستڪ جو هيءُ پهريون ڀاڱو ڇپجي اڄ پريمين جي هٿن ۾ اچي سگهيو آهي. سوامي جن جي ڪرپا سان جلد هن پستڪ جو ٻيو ڀاڱو به توهان پريمين جي هٿن ۾ اچي سگهندو.

اسين سڀ پرم پوڄيه مٺ لاچاريه ستگرو سوامي شانتي پرڪاش جن جا بيحد ٿورائتا آهيون جن وڏي ڪرپا ڪري اسان سڀني تي مهر جي نظر ڪري پنهنجي آشيرواد جو هٿ رکيو آهي. سندن مهر ميا سان ئي ستگرو مهراج جن جي چرنن ۾ ڪيل هيءَ نماڻي سيوا پوري ٿي سگهي آهي.

اسين سوامي گڻيشانند مهراج گواليار وارن جا پڻ شڪرگذار آهيون جن وڏي ڪرپا ڪري پريم پرڪاش آشرم آدرش نگر اجمير ۾ پڌارجي اسان کي پنهنجي آشيرواد سان نوازيو آهي ۽ ستگرو سوامي ماڌوداس مهراج جن جي جيون جي باري اموليه ورتانت پڌائڻ جي ڪرپا ڪئي.

آشا آهي ته پريمي گرو مهراج جن جي اهڙي الوڪڪ جيون درشن کي پڙهي ڪري آنند ماڻيندا ۽ جوڳو لاڀ پراپت ڪندا.

ترستي
پريم پرڪاش آشرم،
آدرش نگر، اجمير
تيرٿ راج پشڪر راج ۽ هردوار



# شري ستنام ساکي

اوم شري گڻيشاي نمه،
اوم شري گرو پرماتمانـي نمه،
اوم شري سرسوتي ماتا ديوي ني نمه،
اوم شري سرو انتريامي ڀڳوان ني نمه.

## پرارٿنا

اي پرڀو پرميشور ديال ڀال تون
اسين نياز سان ٿو اڳيان ٿا نمون
رکي وٿ اسان کي تون سدا پالڻ ڪان
سوڌون ٿي اسانجو سنئينءَ واٽ ڏانهن
ڪر مهر اسان تي اي سائين سچا
گهرون رحم توکان تون مڃ التجا
ڀڳتي گيان ٻڌي ڏي تون سائين سدا
شيوا سنديءَ راهه ۾ جيئن پير پختا.

## منگلا چرڻ

ست گر شو سروپ ڪو، وندڏون وارون وار
جاس ڪرپا پئي گيان ڪي، پرگهٽي جوت اپار
ڪرڏون وندن گڻيش ڪو وڪر تنڊ هئي جوءِ
ٿاس چرڻ ڪي وند سي، وگهن نه لاگي ڪوءِ
شاردا مات وديا پرد، روپ گڻن ڪي کان
وندڏون ٿاس چرڻ ڪو، ڪرڏون رڏن دن گان.

جي ملڻ و اڳيئي مالڪ سان نہ پهريائين مل هـن جي ملازمن سان، جن کي پروڙ آهي اُن اننت اگـم ديش جي، جتـي نہ آهي سـج، نہ چنڊ، نـہ تارا، نـہ ڪتيون ۰ نہ هرکہ، نہ شوڪ ۽ نہ هاڃي نـہ لاڀ . راه ڇڱي گهڻي اڻانگي ۽ پيچرو پڻ پيچيدو ۰

منزل اوکي پنڌ پري ۽ وات تـي آهي ڪاري ٻاٽ هٿ ۾ کڻ ستنام جو ديپڪ، روشن ٿيندي تنهنجي وات.

اُن وات کي ڏيـکارڻ لاءِ ئـي آهي سنت سچا درويش سائين ۽ جا پيارا اچن ٿا انساني چولي ۾ اسان وٽ سونهان بڻجي. کوج ڪرائڻ اُن امر آتما جي تہ اسين ڪير آهيون، ڪٿان آيا آهيون، ڪٿي وڃڻو اٿئون ۽ هت ڇا ڪرڻو اٿئون. انسان جي حالت اُن هرڻيءَ مثل بڻجي پوي ٿـي جا بيابان کـي پاڻي سمجهي پيئي ڊکون ڊوڙون پائيندي پر پاڻي پي پياس بجهائي نہ سگهندي.

نس ڏن ماتا ڪارڻي پراڻي دولت نيـت،
ڪوڏن ۾ نانڪ ڪوڏُو، نارائڻ جهـہ چيـت.

انسان پڻ ائين مايا جـي پٺيان ڊکون ڊوڙون پائي پائي پلاڻي چڙهي ٿو جيون جي اصلـي اُديش کي. آخر سندس برڌ اوستا اچي مٿـان ڪڙڪيس، جنهن ۾ سرير نربل ٿـي وڃيس، اکين جـي جـوت ڪمزور ٿـي وڃيس، سرير ۾ سگهہ نـہ رهڻ ڪري بيمارين جـي لائين لڳيو وڃيس . اُنهـن ۾ ويـاڪل

رهندي ۾ سنڀندڙين جي موهه ۾ ڦاسي، انيڪ پرڪارن جا دک پيو سهندو.

موڙ ڪر تو ماري - پنهنجي هٿان پاڻ کي
لڳي مايا موهه جي - ڪوڙي اهو لاڙي
ڏسي نه سار سروپ کي، سامي سنڀاري
ڳٽڙ منجهه ڳاري - هيرا لعل اڻ ميا.

ڀر جي پورب جنم جا سنسڪار هجنس شوڀنيڪ ۽ ڏيئي وجهيس سهارو، ته ملي وڃيس ڪنهن ست پرش جو سنگ، جنهن جي سايه هيٺ، پنهنجي اُديش کي جاڻي، پڇي وٺي ڀڳوان کي ۽ ٻڌائي چڏي پنهنجي راهه کي روشن.

ستسنگ ڪا ستريا پلا، جنسي ڪاغذ ڏات ڪا
رجب گر پرساد تي، مٽ گيا انگ الات ڪا.

ڀاڳن وارا ٻڌجي ويا آهي جن کي ملي ويو سهارو ستگرو سوامي ماڌوداس مهراج جو.

ڪوڙي ڪريان وڏائي، سنت هٿا لاثاني،
آيا جي شرن ۾، تن کي راحت ملي روحاني.

اُن سونهي صورت، موهڻيءَ مورت ۽ چمڪندڙ چهري ۾ ڪوڙي نه مٺيا پريل هئي. سندن نيڻن ۾ هو نوراني نيهن جو نشو، جنهن جي ساڪار شرير ۾ نراڪار جو جلوو خوب پئي ڀوڪيو، گيان روپي روشنيءَ جي جهلڪ اٿين پئي محسوس ٿي جڻ ته ڪنهن الوڪڪ شڪتيءَ جو درشن ڪري رهيو آهي.

سندن تجلي واريءَ پيشاني ڏسي ائين پئي لڳو ته پرماتما برابر نراڪار آهي پر سندن ساڪار لاٽون هنن جي روشن ريکائن ۾ ٻيڻيون چمڪن. سندن مٺڙي مسڪراهٽ ڏسنديءَ ائين پئي لڳندو هو ڄڻ ته آتما جي انگن تي مسڪرايو. سندن آتما جي اوجلتا، چهري جي گنڀيرتا ۽ منهن جي مٺيا موهيو تي ننڍيءَ وڏي کي. اهڙو برهم گياني، برهم نيشٺي ڪامل پرش مانش چولو ڌاري آيو ڪلياڻ ڪرڻ ڪروڙن جو سنڌ ديش جي پوتر ڀوميءَ تي جني رشين منين ويهي ويدن جي رچنا ڪئي ۽ آتما جي کوج ڪئي هئي.

سندن گرو مهراج ١٠٠٨ ستگرو سوامي ٽيئنورام مهاراجن، مها منڊليشور پريم پرڪاش منڊل ٽنڊي آدم وارن گيان ۽ ويراڳ جي دئاران اڳيان روپي ننڊ مان سٺلن کي جاڳايو ته سندن پرم ۽ پورن ششيه ١٠٨ سوامي ماڌوداس مهراجن ڪرڏيءَ دئاران نراڪار کي ساڪار جي روپ ۾ سامهون رکيو. سندن گر ڀڳتيءَ ثابت ڪيو ته نراڪار ۽ ساڪار ۾ ڪوبه ڀيد ڪونهي. نراڪار ٿي ڪڏهن ڀڳتن تان ڀيڙ هٽائڻ لاءِ ته ڪڏهن ڀڳتن جي اتي پريم جي پياس مٽائڻ لاءِ اچي پرگهٽ ٿيندو آهي.

جب جب هوءِ ڌرم کي هاني،
ٻاڍ نهي اسر اڌرم ابيماني،
تب تب لي پرڀ نج شريرا،
هرنهن ڪرپا نڌ سڄن پيڙا.

پرماتما جو نرگڻ روپ پتا سمان آهي. اهو ئي پرم پتا پرميشور سگڻ روپ ۾ مهتاريءَ جو روپ ڌارڻ ڪري پرگهٽ ٿيندو آهي. سوامي رام ڪرشن پرمهنس ته صاف اکرن ۾ چيو آهي:

”نرگڻ هئن پتا هماري، سرگڻ هئن مهتاري،
ڪاڪو نندئون ڪاڪو بندئون دونو پلڙي ڀاري.“

سرگڻ کي مهتاريءَ سان مشابهت ان ڪري ڏني اٿن، جو ٻار ماتا سان وڌيڪ حجتي ٿيندو آهي ۽ ماتا سان ئي سمورا حال احوال اوري سگهندو آهي. تهڙيءَ طرح جگياسو يا ڀڳت پڻ سنت ۽ گرديو سان ئي پنهنجا سڀ دک سک ۽ حال احوال اوري سگهندو آهي، باقي نراڪار اڳيان ته هن جي پرارٿنا ئي پريابت رهندي آهي. سرگڻ پنهنجي شيوڪ جي ايتري سک ۽ شرڌا ڏسي ڀوڳ دئاران اُن کي پنهنجي سروپ سم بڻائي ڇڏيندو آهي.

سنت ٻڙي پرمارٿي، سيتل جانکي انگ،
ٿيت ٻجهاون اورن کي، اور ديون اپنا رنگ.

اهڙي ڪامل پرش جنم ورتو سنبت 1971 (عيسوي سنه 1913) ويساکه مهني جي 19 تاريخ سنڌ ديش ۾ حيدرآباد ضلعي جي ٻنڊ ڳوٺ ۾ ڀوڄنيه ڏاڏي صاحب گيهي مل واسواڻيءَ ۽ سنت شيوي پتا مولچند صاحب ڪٽريءَ جي گهر. ماتا ديوي ٻائيءَ جي گرڀ مان، انبرت ويلي جي گهڙيءَ

پراتهہ ڪال 4 بجي، جڏهن وقت انڌڪار موڪلايو پئي ۽ سورج ديوتا پڻ ليڪا پائي رٿ کي تيار پئي ڪيو ڀارت ڀوميءَ کي پرڪاشت ڪرڻ لاءِ. جيسين اُن جو پرڪاش پرٿويءَ تي پوي ٿي پوي اُن کان اڳ ٿي هن ڪلاڌاريءَ اِنساني چولي ۾ جنم وٺي وايو منڊل کي واهه جو پرڪاشت ڪري ڇڏيو. پتا صاحب مولچند جي گهر ۾ شب سڳن ٿيڻ لڳا ۽ اوڙي پاڙي ۾ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي ويئي.

گهر گهر ٿيا شب سڳن سڀ هر هڪ من هلاس،
هڪ ٻئي کي ٿي ٻڌايائون، هيءَ خوشخبري خاص.

پهريون ڀاڳ اهڙو ٿيڃسوي پٽرن کي تارڻ وارو واليءَ عطا ڪيو آهي. اوڙي پاڙي وارن کي جيئن ئي خبر پيئي گهڙي ٻئي آيون ماتا ديويءَ کي واڌايون ڏيڻ. چوطرف خوشيءَ جي لهر ڇانئجي ويئي ۽ خوشيءَ ۾ ڀرجي گيت ڳائڻ شروع ڪيائون:

## گيت - 1

ديويون ديويءَ وٽ لعل آيو
پينر ديويءَ وٽ لعل آيو

1- هيون اندر ۾ جي اِڇائون
پوريون ٿيون سي سڀ سڪائون
ڀڳوان اچي پال پلايو
پينر ديويءَ وٽ لعل آيو

٢- شروع ٿي ويا ڄڻ شادمانا
۽ خوشيءَ جا ناچ ڳانا
جھومڻ لڳو ماحول سارو
ديوين ديويءَ وٽ لعل آيو

٣- چندرما درشن ڪيڙا ويندي ويندي
سوريه ڀي ليڱڙا پاتا ايندي ايندي
پرڪرتي پاڻ ھو خوب سجايو
ديوين ديويءَ وٽ لعل آيو.

ڌن ماتا ديوي جنھنجي ڪک ۾ پيدا ٿيو اھڙو لعل
ڌن سا جنني جن ھري جن ڄايو
نانڪ داسن داس ڪھايو.

پنبڻن چڻي ڏاھڻ شروع ڪئي. پيشانيءَ جون ريکائون ڏسي عجب ۾ پئجي ويا. لگن جاچڻي ڄيائون ڀائي مولچند قسمت وارو آھين. ٻالڪ وڏي ھوندي وڏو گڻوان ۽ ودوان بڻجي گھڻن جو ئي اُڌار ڪندو. لڪشمي ته سندس داسي ٿي شيوا ڪندي. ان ڪري نالو ئي رکيائون سندس ماڌو. ماڌو ته خود لڪشمي پتي ئي آھي. مٿن مائٽن ۽ سيڻي ٻئي کيس پيار سان پاليو. ماتا جي پيار جو ته ڪاٿو ئي ڪونه ھو. ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان ٻئي کيس پاليو ۽ نپايو. اُٿندي وھندي ٻئي چميو ۽ چٽيو. وري ٻئي ڪارا ٽڪا ڏنا ته ڪٿي نظر نه لڳي وڃي سندس لاڏلي لعل کي. طوطلي زبان ۾ ٻئي ساڻس مٺيون مٺيون

لاتيون لنويون . گـود ۾ گهمائيندي گهمائيندي ڪيس سندر سکيا واري اولي پڻ ڏيندي هئي.

اولـي شبد (۱) سر پيلـو

مان پنڙا توکي پاليان

۱- مان گيتا گيان سيکاري ۽ ڌرم جي راهه ڏيکاري
مان ته پريم هندوري وهاري سڀ دکڙا تنهنجا ٽاريان
مان پنڙا توکي پاليان

۲- مان ته پريم جو اکر پاڙهي، هن لوڪ کان لاڙهو لاڙي
سڀ جنم جـا ڪاغـذ ڦاڙي ليکا جنم جا واريان
مان پنڙا توکي پاليان

۳- مان ته ممتا موهه مٽائي، سچو گيان گروءَ جو رٽائي
انيڪ جي جوت جڳائي، سوهم جي سرڪي پياريان
مان پنڙا توکي پاليان

۴- مان ته ماڌو پاڻ پلايان، تنهنجي ڪل جو شان وڌايان
تنهنجي پت کي سپٽر بڻايان، پوءِ سپني ڪلن کي تاريان
مان پنڙا توکي پاليان

ايترو پيار ۽ سڪ پائي پالڪ ماڌو ڄڻ پيار جي زنده مورتي ٿـي بڻجندو ويو. ڇو تـه پار جي بچپن جا سنسڪار ئي هن جـي جيون جي پونجي آهن، جن جي آڌار تي ئي هو جيون روپي ٽوڪا کي سنسار روپي ساگر مان پار ڪندو، هلندو هلـي ٽو منزل ڏانهن . پالڪ جي پيدا ٿيڻ سان ئـي قدرت هن ۾ اهي شڪتيون پيدا ڪري ٿي ڇڏي ۽ ڄڻ ته

## ”ذن سا جنني جن هري جن ڄائو“



ماتا ديويءَ کي سپني ۾ شو درشن سوامي ماڌوداس جن جو شڀ جنم

چوي ٿي ٻچا وچ، وجـــي پنهنجي چارون طرف ماحول مـان سنسڪار گرهـڻ ڪري، پنهنجي جيـون ياترا ڪي سڦلتا پوروڪ سهڻو بڻائي واپس ورج . پر پوءِ هن کي جهڙو جهڙو وايو منڊل ملي ٿو هو اهڙو بڻجي سماج جي سامهون پاڻ کي پڌرو ڪري ٿو. پر سوامي جن ته هئا ئي ايشوري شڪتي، اُن ڪري هنن ۾ دئوي سمپدا جا سڀ گـڻ شـروع کان ئــي موجود هئا. مل، وکيپ ۽ آورڻ جي پڙدن کان پري، سندن من صاف شيشي جيان اوجل هـو، جنهنڪري سندن وايو منڊل جا سنسڪار سدا سندن من روپي پٽيءَ تي چٽجندا پئي ويا. ننڍي هونـدي کان ئــي هنن ڏٺو پئي ته سندن پتا صاحب، سندن ڏي چاچا ۽ ٻيا گهر جا ڀاتي صبوح جو سوير اُٿي ستسنگ جـو ديپاڻ لڳائي وهن ٿا ڪيرتن ڪرڻ . جنهن ۾ سندن پتا صاحب يڪتارو ته ڪاڪو گنگارام ڏڪڙ ۽ شـري سيتومل ڪڙتالون ۽ ٽيڪمداس ڍولڪ کڻــي ويهي ٿــا ڀڄن ڳائين ۽ سائينءَ کي سارا هين، ڀـڳوان کي پيا ياد ائين ۽ منائين .

## ڀڄن - ٢

هري شل هميشهہ سچو ڏيان ڏي تون
سدا شانت وارو سچو گيـان ڏي تون
١- رهي تات تنهنجي ڏينهن رات دل ۾
سچي نام پنهنجي جو نيشان ڏي تون

٢- ڀسون ڀر ڀيو تنهنجي ته صورت سدائين
سچي پريم وارو سو ڀــروان ڏي ٿون
٣- سدا شيام تنهنجي رهـي پياس پريو
اسان کي ته ايشور اهو دان ڏي ٿون
٤- رهي يـــاد ماڌو هــري نـام تنهنجو
سچو پريم پنهنجو ته ڀڳوان ڏي ٿون.

اهڙي طرح ڀڳوان جي ڀڄن ڪرڻ ڪانپوءِ ٿي سڀ ڀاتي گهر جي ڪم ڪار کي وڃي ٿا لڳن. اِن ڪانپوءِ ٿي سند ن پتا صاحب ۽ چاچا ڀي دڪان تي ٿا وڃن. شام جو وري سند ن پتا صاحب دڪان تـان موٽڻ ڪانپوءِ به سنڌيا وند ن ڪري ٿي پوڄن ورتائين ٿا. وري رات جو ٩ بجي کـان ١١ بجي تائين ڀڳت راچورام (جو حڪمت جو ڪم به ڪند و هو) اُن جي بغيچيءَ ۾ ذت نيم سان ستسنگ هلند و هو. اِتي هي چارئي ڀائر به نيم سان وڃـي شامل ٿيندا هئا. ١١ بجي ڪانپوءِ ٿي گهر اچي آرامي ٿيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ٻاهران کي ساڌو سنت جـي ڀڳت راچورام جي مڙهيءَ ۾ پڌاربا هئا، ته هي چارئي ڀائـر اُنهن سنتن کي پنهنجي اوطاق ۾ پيرا گهمائڻ لاءِ وٺـي ايندا هئا، جتي ستسنگ جو ديپاڻ لڳي ويند و هـو. اُن وقت سند ن چاچو سيڻومل يا ڪڏهن سنـد ن پتا صاحب ٻالڪ ماڌو کي گود ۾ کڻي اچي وهندا هئا. ۽ هر هڪ سنت سند ن مٿي تـي آشيرواد جو هـٿ

ڦيرائي ٿو ۽ ٻي سڀني کان موڪلائيندا هئا . اهڙي طرح ٻچن ۾ ٻي ستسنگ روپي مٺي لاڙ ڪنن دواران سندن هردي اندر پهچندي ويئي ۽ سندن هردو هميشه اِن آمرت روپي هر رس سان پريل شبدن کي ٻڌڻ لاءِ اُتسڪ رهندا هو .

هيءَ امرت ورکا ٻالڪ ماڌو مٿان چئني طرف وسندي رهي . سندن ماتا صاحب به اِن پيڙهي جي پانڌيڙي هئي. گهر گرهست آشرم جي سانگه کي سرهو ڪرڻ سان گڏو گڏ هوءَ انٿي پهر اندر ۾ سائينءَ جو سمرڻ ڪندي رهندي هئي. ماتا صاحب جا سٺا سنسڪار به ٻالڪ تي پوڻ لڳا . جيئن هو ٿورا وڏا ٿيا ته ماتا هي سٺو شبد اُچاري ڪين پيار سان اُٿاريندي هئي.

## پئڙي - ٣ (سر وهاڳه)

امرت سمي پرڀات جو ، سنان پاڻي ڪر اُٿي
پريم سان پرڀوءَ سندو ٿون، ڌيان دل ۾ ڌار اُٿي
١- اول ۾ اِيشور اڳيان، ڪر پريم سان پرڻام تون
هٿ ٻڌي هر جي اڳيان، وڃي ڪر نيزاري در اُٿي
٢- پريم سان پرڀات ۾ ، ڪر ڪيرتن ڪرتار جو
تات سٺيءَ لات سان، هردي پنهنجي کي ڀر اُٿي
٣- امرت سمي ايش جو ، نالو جپي تون نيم سان
نام جي پڙ راڳه سان، پاڻ پنهنجي کي هر اُٿي
٤- ماڌو ڌيائي من سان، پرڀات ويلي پرڀوءَ کي
امر آدي آسيس جو ٿون، پائي پرڄهي گهر اُٿي .

هر روز شبد کي پڙهندي پڙهندي اکر کنن ۾ گونجندا هئا. من ۾ اُٿل پٿل هئي خاص هنن اکرن جي :—

”اول ۾ ايشور اڳيان، کر پريم سان پر ڻام تون هت پڙي هر جي اڳيان، وڃي کر نيزاري در اُتي.“

سنڌ ن ڪاڪي شري سيڻومل جو نه شام جو به ستسنگ ۾ وڃڻ جو نيم هوندو هو. ٻالڪماڌو به ٻڌسندو هو ته سنڌ ن پڻيان ڊوڙندو ڊوڙندو اچي آڳر پڪڙي ساڻن گڏ هلڻ شروع ڪندو هو. اُتي ويهي سنتن جون واڻيون ۽ اُپديش ڌيان سان ٻڌندو هو. جيئن ته جڳت مسافر خانو آهي، هتان آخر هر ڪنهن کي هلڻو آهي، اِن ڪري اِنسان کي ڪڏهن به گندا ڪم يا پاپ ڪرم نه ڪرڻ گهرجن. هميشه اِنهن کان پاسو ڪرڻ گهرجي. سنت ڳائين ته پاڻ به پيا پنهنجيءَ طوطليءَ زبان ۾ اِنهن سان گڏ ڳائين :

پڄن - ۴ (سر تلنگ مانجهه)

جاڳ اُٿي تون جاڳ مسافر

ماڻ تون پنهنجو ماڳ مسافر

۱- جاڳي رهه هوشيار بندا تون

ڇڏ گندا تون ڪم مندا تون

پائي وويڪ ويراڳ مسافر

جاڳ اُٿي تون جاڳ.

# ٻالاپڻ جا سنسڪار



پتا صاحب ۽ چاچي سان گڏ لهر سان ستسنگ روايي سنسڪار هوڳ

٢- هت آئين تون وڃ وهائڻ،
سچ ڪمائڻ ۽ ڌرم وڌائڻ
راهه سچيءَ سان راهج مسافر
جاڳ اُٿي تون جاڳ

٣- ڏسين جيڪي تون هيءُ نظارو
ڦل ۾ سارو، ٿيندو اُجارو
چاڻ گلن جو باغ مسافر
جاڳ اُٿي تون جاڳ

٤- ماڌو اوديا ننڊ نياڳي
تنهن مان جاڳي ڪر ته سڄاڳي
سنت ماڻ سهاڳ مسافر
جاڳ اُٿي تون جاڳ.

اهڙيون ويراڳ واريون سنتن جون واڻيون ويهون کين آڪرشت ڪنديون ۽ ويهون هردي ۾ واسو ڪنديون. اِنهيءَ وقت ويراڳ وڌائڻ واريون گهڻنائون گهڻجڻ لڳيون. سندن ماتا صاحب کي هر ٻئي سال پٽر سنتان ٿيڻ لڳي. پر قدرت جو ڪرشمون جو اُهي پٽر رتن هن بي بقا جهان ۾ ڪجهه عرصو جيون جو گذاري رهندو رهي اُن ڏوراهين ڏيهه ڏانهن. سو اِهي واقعا کين اندر ئي اندر ۾ ڏولائيمان ڪندا رهيا. ماتا صاحب کي هيئن هنجون هاريندو ڏسي پڇندا هئا ته امڙ هي مهنجا ملڙا ڀائر جهان ۾ جنم وٺي وري ڪيڏانهن ٿا ورن. ماتا صاحب سندن ڌيان هٽائڻ لاءِ کين جواب ڏيندي هئي -

ابا ھن جو اسان وٽ ايترو ئي ڏاڍو پاڻي رھيل ھو ان ڪري ايشور کين واپس پاڻ وٽ گھرائي ٿو وٺي. جنھن ڪنھن وقت اسان سينني کي ڇڏي ھليو آھي. ماتا جي مک مان اھڙا اکر ٻڌي سندن مک تي مايوسيءَ جي لھر ڇانئجي ويندي ھئي. ماتا وري کين مايوس ۽ مرجھايل ڏسي پڃن ڳاڻ لڳندي ھئي. پر ماڌوءَ جي من ۾ ويراڳ ويو ٿي وڌندو.

پنج سال عمر جا پورا ٿيا ته پنا وچي ٻالڪ کي اسڪول ۾ ڀرتي ڪرائي آيو ۽ ماستر صاحب کي ٻالڪ جي پڙھائيءَ لاءِ پارت ڪئي. ماستر صاحب ماڌوءَ جو معصوم چھرو ڏسي سندن مٿي تي آسيس جو ھٿ ڦيري کين آٿت ڏنو. ٻالڪ جي اکين ۾ شرڌا ۽ ڀڳتيءَ جي جھلڪ ڏسي ماستر صاحب کين خوب پيار ڪرڻ لڳو. ماتا صاحب ھر روز صبوح جو کين سنان پاڻي ڪرائي صاف سٿرا وستر پھرائي جنھن وقت اسڪول موڪليندي ھئي تنھن وقت ڏاڍي پيار ۽ دلار سان ھيءُ شبد چئي کين روانو ڪندي ھئي :-

## ڀڄن - ٥ (سر تلنگ ڀيروي)

ستنام ٿيندو توسان ساٿي
من پڙھه تون ٻر ڀوءَ جي ٻاٿي
اے غافل ڇڏ غفلت ھٿائي -
من ٻنھنجي جو ممت مٽائي

ڏون تہ ڏار گروءَ جي واٽي -
ستنام ٽيند و ڏوسان ساڻي ۔

٢- جو ڏيائي سو تہ ڏيرج پائي -
من پنھنجي جا پاپ مٽائي ،
اِھا ويدن ڳالھ وڪاڻي -
ستنام ٽيند و ڏوسان ساڻي ۔

٣- رام پنھنجي کي جي ياد ڪندين ڏون -
اگڙ پنھنجو آباد ڪند ين ڏون ،
اِھو چاڙ سچو ڏون چاڻين -
ستنام ٽيند و ڏوسان ساڻي ۔

٤- ماڏ و گڙ گوبند جا ڳائي -
رام پنھنجي کي روح ۾ ريجھائي ،
ڏون پيءُ پريم جو پاڻي -
ستنام ٽيند و ڏوسان ساڻي ۔

اِن پريم روپي شبد کي دھرائيندا پنھنجي رام کي ياد ڪندا اِسڪول وڃي پھچندا ھئا، جتي ڏاڍي چاھہ سان ماستر صاحب جي سکيا کي گرھڻ ڪندا ھئا. پنھنجي ساٿين ۽ سنگين سان ڏاڍي پيار ۽ محبت سان ورتندا ھئا. اوڏاري ٻالڪ ھئا اِن ڪري سندن ڪنبلني جاڳرت ھئي. اِن ڪري ھو اِچا شڪتيءَ جا مالڪ ھوا. رواجي طرح اِنسانن جي ڪنبلني سٽل ھوندي آھي ۽ اُن جو منھن شاسترن موجب ناڀيءَ ڪان ھيٺ ھوندو آھي. پر سڌ پرش

جي ڪنڊلنيءَ جو منهن شرير جي مٿين ڀاڱي اندر
طرف هوندو آهي. ان ڪري اِڃا شڪتي سندن رڳه
رڳه ۾ پوتل هئي ۽ ڏيپ ته نالي ماتر به مَن ۾ ڪونه
هئن. ڀاڻ جيڏن سائين سان کيليندي کيليندي به
ڀڳوان جي ليلا جون وارتائون ۽ ويرتا جون اورون
اوريندا هئا. اسانکي سنسار ۾ رهي ايشور کي ياد
ڪرڻ گهرجي، ۽ سنتن جو ستسنگ ڪري انهن جي
سکيا جو پالن ڪرڻ گهرجي. ايشور هر هنڌ حاضر
آهي ۽ اسانجو رکپال آهي. ائين وارتالاپ ڪندي
سانجهي ٿي ويندي هئي ۽ ٻالڪ چوڻ لڳندا هئا -
ماڏو پيئيا هاڻ اسين ڊڄون ٿا جو رات پيئي ٿيندي
وڃي. انهيءَ تي سوامي جن وري سندن ڏيپ متاڻ
لاءِ مٿي سر ۾ ڪين چوندا هئا "راکا ايڪ همارا
سوامي، سڪل گهٽا ڪي انترجامي. اوتت سکيا ٻڌت
سکيا، ڀيم نهين لاگي جن اُسا ٻجهيا.
سوءِ اچنتا جاڳه اچنتا، جوان کوان پرڀ ٿونهين ورتنتا
گهر سکه وسيا ٻاهر سکه پائيا، ڪهه نانڪ گر منتر دورائيا
راکا ايڪ همارا سوامي"

ڪڏهن ڪڏهن آسڻ ڀڃي وري سکيا ڏيريون
ويراڳه واريون وارتائون سائين سان ڪندا هئا. هي
سنسار هڪ ڌرمشالا آهي. ڪنهن کي به هتي هميشه
نه رهڻو آهي. جيڪو به جنم وٺي هتي آيو آهي اُن
کي هتان آخر هلڻو ٿي آهي، اُن پرم پتا پرماتما وٽ.

# شکشا گرهٹ



اکري شکشا سان گڏ آتمڪ شکشا جو پر اوت

اِن ڪري پرماتما کي ڏياڙ تمام ضروري آهي جو آهي اسانجي اندر ۾ ئي. رڳو اندر ۾ جهاتي پائي اُن کي ڳولهڻو آهي. پر جيسين ڪوڙ ڪپٽ کي اندر مان ڪوري ڪڍي ڦٽو نه ڪبو تيسين پريوءَ جو درشن ملڻ مشڪل آهي ۽ هيءَ ڀڄن چوندا هئا :-

## ڀڄن - ٧ (سر تلنگ)

جهاتي اندر ۾ پاءِ پريتم
من هريءَ سان ملاءِ پريتم
١- پس پرينءَ کي پاڻ ۾ ڏوري
ڪپٽ يا ڪوري من کي موڙي
سچي سرت هنباءِ پريتم - جهاتي اندر ۾......
٢- پس پريوءَ کي پاڻ ۾ ڳولهي
اکيون ڪولي اندر قولي
انيوءَ جوت جڳاءِ پريتم - جهاتي اندر ۾......
٣- پنهنجو پاڻ ۾ پريو جاڻي
سهي سڃاڻي دم پڇاڻي
روح ۾ رام ريجهاءِ پريتم - جهاتي اندر ۾.....
٤- ماڌو دل ۾ درشن پائي
من ملائي آنند پائي
انهد ناد وڄاءِ پريتم - جهاتي اندر ۾ پاءِ پريتم.

اِسڪول ۾ سنڌ ن اهڙا گيت ۽ ڀڄن سيکڻي ڏاڍي چاهه سان پڙهندا هئا. اهڙي طرح شڪشا گرهڻ

ڪندي سوامي جن پنج درجا پاس ڪيا. جڏهن ٻار
يارهن ورهين جا ٿيا تڏهن سندن ماتا هڪ ڪنيا
کي جنم ڏنو. گهر ۾ ڏاڍي خوشي ٿي ته گهر پويتر
ٿيو. سڀني ڀڳوان اڳيان اها پرارٿنا ڪئي ته هي
ڀڳوان هن ٻالڪڙيءَ کي وڏي عمر عطا ڪر. چاڪاڻ
ته ڀڳوان هن کان اڳ پنج ٻالڪ ڏيئي وري واپس
ورتا هئا. ڪنيا جو نالو چيتان ٻائي رکيو ويو پر پوءِ
اڳتي هلي مولي ٻائيءَ جي نالي سان سڏجڻ لڳي.
پر سوامي جن کي انهن ڳالهين هرو ڀرو ايترو
آڪرشت ڪو نه ڪيو. ٻار سندن ورتي وقت
گذرندي ويراڳ واري ٿيندي ويئي. صبوح جو
جيئن نيم سان ستسنگ جو ديهاڻ لڳندو هو ته ٻهريائين
ٻار هي ڀڄن ڳائيندا هئا :-

## ڀڄن - ٨

پريوءَ کي ٿئي پريم پيارو،
پريم سان پريو پاءِ
١- موهه مايا جو مان تياڳي، دل مان دنيا وڃاءِ
لوڪ ڪٽنب کان مکڙو موڙي، انو سچي ٿون لاءِ
٢- ٻار پريو تو پريم کي چاهي، پريم جي راس رچاءِ
پريم پدارت پريو مانگي، پريم تي پريت وساءِ
٣- پريم جي مالها ڪٺي هٿن ۾، پريم جي سرت پناءِ
پريم ڌاڳي سان دل کي پوئي، پريم سان رام رجهاءِ

٤- ماڌو من موهن سان ملي، ڌن ۾ ڌيان لڳاءِ
پريم هندوري هردم ويهي، گن گوبند جا ڳاءِ.

اُئين اُتان ستسنگ مان اُٿي اچي ڪرشن ڀڳوان جي مورتيءَ اڳيان ٽڪ ٽڪي لڳائي پيا مشڪرائيندا هُئا. اِسڪول وڃڻ جو ڌيان ئي نه رهندو هون. ويٺا ڀڳوان اڳيان ڳائيندا هوا. ماتا چوين ابا اِسڪول وڃڻ جو وقت ٿي ويو اُٿي جلد تيار ٿيءُ. ته جواب ڏيندا هُئا سيائڻ ويندس، اڄ وڃڻ تي دل ڪانه پيئي ٿئيم ۽ ڳائڻ چالو ڪري ڇڏيندا هُئا. ڳائيندي ڳائيندي سرتي شبد ۾ سمائجي ويندي هُئن ۽ بلڪل شانت ٿي ويندا هُئا. ماتا اُٿي اچي چا ڏسي ته سچو ڌيان ڪرشن ڀڳوان ۾ لڳو پيو آهي باقي دنيا جي ڪا سڌ سماءُ ئي ڪونه آهي. هينئر سندن اِسڪولي وديا جو چاهه ويو پٿي گهٽجندو. ڌن لڳل هُئي ريڳو پرينءَ کي پسڻ جي. ماتا کين گهڻوئي گهرو وهنوار ڏانهن ڇڪڻ لاءِ يتن ڪندي هُئي، پر سڀ وئرٿ ويندا هُئا. ماتا کي چوندا هُئا هينئر اِسڪولي وديا وٽم ڪانه ٿي. هينئر سواسن کي سورڻ جي سمرٽي هٿ ۾ ڪئي اٿم جنهن کي سوري پيو ڏاتار کي ڳولهيان. ماتا کي هي شبد ٻڌائيندا هُئا:

## ڀڄن - ٩ (سر ڀيروي)

سواس سمرٽي سوري، ڏاتر اهه ڏوري
ڏاتر اهه ڏوري

۱- سواس امولڪ مالڪ موتي
جڳت داتا جي ڌڻ ۾ جوتي
ٺس وجود ۾ ووڙي - ٺاڪر اهي ٺوري

۲- سواسن مالها سڪ سان سورج
لو ڪئن اڪائي چرخو چورج
جاڳي الکہ ڪي اوري - ٺاڪر اهي ٺوري

۳- ماڌو هي تون سواس سجاڳج
وٺي گروءَ کان شبد اُچارج
ڪنڌ ڪلهن کان ڪوري - ٺاڪر اهي ٺوري

ماتا صاحب هن ڪچڙيءَ وهيءَ ۾ سنڌ ۾ هيٺرو ويراڳ ڏسي ڏاڍو اُداس ٿيندي هئي. ماتا تہ ڪڏهن سوچيو ئي ڪونہ هو تہ سنڌ ۾ ورتي ڪو ايترو جلدي اهڙي ويراڳ واري ٻڌي ويندي. ويٺي چوندي هئي هينئر هن عمر ۾ تو ڪان گروءَ جو شبد ڪيئن اُچاريو وينئو؟ چڱو ڀلا جي تنهنجو پڙهائيءَ ۾ من نٿو لڳي تہ پتا سان گڏ وڃي دڪان تي ويهہ يا چاچن سان گڏ وڃي ٻنين تي کيتي واڙيءَ جو ڪم ڪر. ڪيس جواب ڏنائون تہ ماتا مان تہ سچو وڻج وهائيندس. مونکي سود و ڪرڙو آهي هن سائين سان.

ماتا صاحب اهڙا شبد ٻڌي سمجهڻ لڳي تہ هن سنياسي ٻڌڻ جو پڪو ارادو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ ڪهڙيءَ طرح هن کي مڃائجي جيئن هن جو من گهر گرهستيءَ ۾ لڳي. هوءَ گرهست جيون جا گڻ ٻڌائي ڪين چوندي هئي تہ ابا، هڪڙوئي ڪلو ڪرتار بچائي

ڏنو آهي، اُن مان ڪي ڪيچ ڏسڻ ٿي چاهيان. مان نه تنهنجيءَ شاديءَ جا پيئي سپنا ڏسان ته ٽون وٺڙي وڏي گهر ايندين ۽ مونکي سڪـڙا ڏيئي سپ لحظا لاهيندي. جواب ڏيندا هئا ماتا سپ ڀلائي ڇڏ. هن سنسار ۾ ڪجهه به نه آهي. هي رشتا ناتا سپ ڪوڙا آهن، جنهن کي ٽون ستيه ٿي سمجهين سو سپ استيه اٿيئي. مان اِنهيءَ سچ جي ڳولها ڪندس ۽ سچ کي ڳولهڻ لاءِ سواءِ سنياس جي مونکي ٻيو ڪجهه نٿو سجهي. ماتا کي هي شبد ڇئي پنهنجي من جي مراد ٻڌايائون:

## ڀڄن - ١٠ (راڳ تلنگ ڀيروي)

سنيـاس ڀاڻـو مـون ماتا
ڇڏي سپ جـڳت جا ناتا
١- ڳلي ڪنـي مالها ڀائـي
جـان جسم ٿـي خاڪ لـڳائي
مان ته ڪنڊل ڪنن ۾ ڀاتا - سنياس ڀاڻو مون ماتا
٢- مت مائٽ مان ڪونه ٿو چاهان
ڀڃني ڀڃر نا ڀريم سڄاڻان
سي ته سڀئي جيئَن مون ڄاتا - سنياس ڀاڻو....
٣- راڻو ڏينهان درد دکـي ٿو،
من اندر ۾ مـچ ٻکي ٿو
هي انـگ انـگن ۾ راتا - سنياس ڀاڻو مون ماتا

٤- ماڌو روئــي رات وهائـي
رت رڱيا هي ڪپڙا ڀائي
مان تہ لال لڳن ٿي راتا - سنياس ڀاڌو مون ماتا.

اهڙا ويراڳہ جا شبد ٻڌي ماتا جـي اکين مان لڙڪ لڙي ايندا هئا. من ئي من پڇڻي ڪر ڪندي هئي تہ مون ئي تہ اهڙيون لوليون ڏنيون مانس جـو هٿي هن کي سچ مچ جو جوڳي بڻائي ڇڏيو. مون تہ اهو ڪڏهن ڪونہ چاهيو تہ ڀاوي ڏــوڙي ڇڏيندي ناڌو. ور ور ڪري ٻڌي سمجهايائينس تہ ابا اهڙيـون لاتيون نہ لهو، مان تنهنجا اهڙا ويراڳہ وارا ٻچن ٻڌي نٿي سگهان. هر و پر و ڀڳوان ڳئين ڪونہ ٿو چوي تہ رڳو ويراڳہ ۾ جيون گذاريو. پر گهر ۽ وهنوار ڪندي بہ تہ ڀڳوان کي پائي سگهجي ٿو. ڏس ڪبير ڪرت ڪندي پر ڀوءَ کي پراپت ڪيو. گرو نانڪ بہ گرهست جيون گهاريادي ٻڌي سانگہ سنواريا. تنهنجا پتا ۽ ڪاڪا بہ تہ سنسار ۾ رهي رام کي پيا ڌيائين ۽ سنتن جي شيوا ڪن. اِن ڪري تون بہ دنياداري بہ ڪر ۽ سات سات رام کي بہ ٻيو ريجهاءِ، ڪجهہ سمجهہ. گهر جي بہ ڪر ۽ هر جي بہ ڪر. ماتا ڪيس هي شبد چئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي:

ٻچن - ١١ (سر وهاڳہ)

رهي دنيا ۾ ذرڙيــان ٻچا
ڀاءِ آتم ٻد نــرباڻ ٻچا

١- ڏن سان ڪر ڏــون ڪار ڇڱــڙا

مـنــڙو مـــلاء موهن سان

سچو سنگت ڪان وٺ گيان ڇڏيا - رهي دنيا ۾ ....

٢- چارئي دنيا ڪــي ڏون سپنو

رهــہ ڏنهن ۾ نيـارو سدا

ميٺي من سندو تہ گمان ڇڏيا - رهہ دنيا ۾ .......

٣- ڪر وويڪ سان وهنـوار ڏـــون

پاء پريم سان پرڀوء ڪــي

پس نام سچي جو نيشان ڇڏيا - رهي دنيا ۾ ....

٤- مـاڌو ڪر وهنــوار ڏــون

ء پرمارٿ ڀي پريم سان

چڱہ پل پل ۾ ڀڳوان ڇڏيا - رهي دنيا ۾ .......

ڀر جن هڪ واريء اُن نام روپي جام جو رس پيتو ڏنهن کي ڀيا رس ڪيئن اُڏڙن ۔

ماتا کي نمرتا سان چيائون هي جڳت جو وهنوار سڀ سپنو آهي ۔ جيڪي ٻہ پدارٿ ڏسين ٿي سي سڀ ڪن ڀنگر جو کيل چارئي . ماتا ڏون موڻکي سنسار طرف نہ وٺي هل ۔ سچي پريت هڪ پرڀوء جي چارئي ۔ اسين جنهن ڪار لاء جنم وٺي هن سنسار ۾ آيا آهيون، اُهائي ڪرت ڪر ڏي اڏئون ۔ اڏت ويلي ڪوئي سات نہ هلندو ۔ جن کي ڏون پنهنجو سمجهين ٿي، اُهي پنهنجا ڪونہ آهن ۔ پنهنجو آهي نہ هڪ پرڀو پرماتما

ئي آهي . اِن ڪري هي ماتا جيسين تائين سنسار
جي پدارٿن جو تياڳ نه ڪبو تيسين تائين اُن پرڀوءَ
جي پراپتي نه ٿيندي. چاڪاڻ ته هي منش سنسار ۾
جنم وٺي، پيدا ٿي ۽ روڳ شوڪ آدي ڪليشن سان انيڪ
طرحن جا ڏک ڀوڳي ٿو ۽ شبد، سپرش، روپ رس،
گنڌ آدي وشين ۾ آسڪت ٿي، جنم مرڻ جي چڪر
۾ ڦاسي سنسار ۾ وار وار جمي ۽ مري ڪري انيڪ
ڏک ڀوڳي ٿو. تنهنڪري اِن جنم مرڻ جي بنڌن کان
آجو ٿيڻ لاءِ ڪپي ڀڳتي ۽ مڪتيءَ جو ساڌن
آهي تياڳ ۽ ويراڳ. تنهنڪري مان هن سنسار جي
پدارٿن ۽ وشين کي ڏک روپ ۽ سپني ماتر ڄاڻي پنهنجو
من ايشور کي منائڻ لاءِ ڀڄن ۽ نام ۾ لڳايان ٿو.
ماتا کي هي شبد ٻڌائي اها ڳالهه سمجهايائون :

## ڀڄن - ١٢ (سر تلنگ)

وهنوار ڄاتو مون مائي
سڀ سپنو جيئن رئنائي
١- هي دنيا جو جوڙو ناتو
جيڪي پاڻ آهي پنهنجو ڄاتو
تي انت سمي نه سهائي - وهنوار ڄاتو .......
٢- سنگه دنيا جو جوڙو آهي
ڪوئي ڪنهن سان نيهه ناهي
هي جوڙي پريت لڳائي - وهنوار ڄاتو .......

٣- ڪنهن لاءِ مان ڪوڙ ڪمايان
پاپ ڪري مان پنهنجو جنم وڃايان
هتان سنگ نه هلندي پائي - وهنوار ڇاتو ......

4- ماڻ و من جو موهه مٽائي
پريم پڪو پر پوءِ سان پائي
مونکي ڪرڻي عمر سڄائي - وهنوار ڇاتو ......

ماتا سندن وئراڳي ويچار ٻڌي چنتا ۾ پئجي ويئي ۽ کين سمجهائڻ لڳي ته پٽ هر ڪم ڪرڻ جي مهل ٿيندي آهي. هيءَ عمر آهي تنهنجي کائڻ ۽ کيڏڻ جي. گرهست ڌرم جو پالن ڪرڻ ڪانپوءِ ئي توکي اِهي ڳالهيون سوچڻ کپن. ڀڄن ته تون پوءِ به ڪري سگهين ٿو. اجان ته تنهنجي جواني هينئر شروع پيئي ٿئي. تون جوانيءَ ۾ ته سنسار جا سک ماڻ پوءِ پيو ڀڄن ڪجانءِ ۽ رام کي ريجهائجانءِ.
جواب ڏنائون ته ماتا پوءِ ته هي سڀ اِندريون شٿل ٿي وينديون، شرير مان سگهه نڪري ويندي. ڪرم ڌرم جي بوجهه ۽ ٻڌي به ته جوانيءَ ۾ مضبوط رهي ٿي. ڀڄن ڪرڻو آهي ته جوانيءَ ۾ ئي ڪرڻو آهي.

## ڀڄن - ١٣ (سر فلعو)

ڀڄن آ ڪرڻو ڪرڻو، جوڀن جوانيءَ ۾

١- جوڀن ۾ جڳديش رچيو، پئدا ڪرڻ سنسار جو
علم پرائڻ، هنر پرائڻ ۽ ڪرڻ ڪم وهنوار جو

ڌرم ڪمائڻ ڪرم ڪمائڻ ۽ ڪرڻ پريم پرچار جو
گيان پائڻ، ڌيان پائڻ ۽ پائڻ سچي ڪرتار جو
چاڙهيءَ تي چڙهڻو چڙهڻو، جوڀن جوانيءَ ۾.
٢- جوڀن ۾ انسان ڏاهي، پربت جي ٿو اوٽ ڪي
جوڀن ۾ انسان جهلي، تلوار جي ٿو چوٽ ڪي
جوڀن ۾ انسان ڪاٽي، ڪرم جي ٿو ڪٺت ڪي
موت سان لڙڻو لڙڻو، جوڀن جوانيءَ ۾.
٣- جوڀن ۾ وڻ ٿو جهلي، ميوي گل ۽ ڦل ڪي
جوڀن ۾ درياهه ڏي، لهرن جي ته اڇل ڪي
جوڀن ۾ ٿو شير ماري، هاٿين جي پڻ دل ڪي
جوڀن ۾ انسان جيتي، چنچل من جي ڪل ڪي
جيئڻ ري آ مرڻو مرڻو، جوڀن جوانيءَ ۾.
٤- جوڀن ۾ جڳديش جو ويهي ڪر ويچار تون
نائيءَ ڪان پڻ نام جو ڪر، اوم سان ته اچار تون
جفا سان هن جان جو ڪر ڪٽي ڏڙ ڌار تون
جو چون ٿا پد پرا هون، ماڌو لهه سو يار تون
ساگر آ ترڻو ترڻو، جوڀن جوانيءَ ۾.
پڇن آ ڪرڻو ڪرڻو، جوڀن جوانيءَ ۾.

ممتا جي مورتي ماتا موهه ڪي ڪنهن به طرح اڪائي نه پئي سگهي. ماتا ته آهي ئي ممتا جو اوتار. سچ مچ پيار جو ساگر. ڀڳوان جيڪڏهن ماتا جي هرديه ڪي اينرو ممتا سان پريل ۽ آتي ڪومل نه بڻائي

ها تہ سنسار جو هيءَ هريو ڀريو بغيچو لاشڪ اُجڙ تي وڃي ها. ماتا گهڻا ئي حيلا هلايا پر وسيلا سڀ وئرت ويا. سمسيا جو سماڌان ڪونہ مليو. سندن ايتريءَ ننڍيءَ عمر ۾ ايترو ويراڳہ، ماتا جي برداشت ڪرڻ کان ٻاهر هو. ماتا چت ۾ چنتا رهڻ لڳي. ماتا گرڀوتي هئي ۽ گرڀ پات ٿيو. ماتا سنسار کان موڪلائي وڃي شرڻ ورتي پياري شام سندر جي. بس اُن حادثي سوامي جن جي چت کي چڱي چوٽ پهچائي. دونهين دکيل تہ اڳہ هئي جڻ تہ گيهہ پوڻ جي دير هئي. ويراڳہ وڌندو پئي ويو. ڪابہ ڳالهہ ڪانہ پئي وڻي. ماتا جو پيار ئي ٻاهريون سهارو هو. اُن کان وڇڙي رهجي ويا. سندن من اُچاٽ ٿي پيو. سندن روح هن سنسار جي ڪوڙي ٻنڌن کي ٽوڙي بي چئن رهڻ لڳو. سوچيائون تہ ٻار هو گذري تہ نڪري وڃبو ايڪانت واريءَ جڳهہ تي، جتي رڳو پيو راڌول کي ريجهائڻ جو يتن ڪبو. پر اڳيان سوال هو ننڍيءَ ڀيڻ جي پالڻ پوشڻ جو. پتا جو سڀاءُ سرل هو. وويڪ پي وار وار وراٽيو تہ ڀيڻ جو فرض پورو ڪرڻو آهي. ڪجهہ وقت ترسڻو ئي پوندو. پوءِ تہ نڪري ويندس سڌو هري دوار طرف ۽ وڃي گنگا تي پنهنجو آسڻ جمائيندس. وقت جو انتظار ڪندي هي شبد اُچارڻ لڳا :

# ڀڄن - ١٤

مان ته رهندس گنگا ڪناري

١- گنگا ڪناري ڌيان لڳائي
درد جو دل ۾ دونهون دکائي
محبت وارو مچ مچائي
پنهنجي من جون واڳون واري.
گنگا ڪناري.........

٢- پريم ۾ پريو نير ٽمايان
روئندي روئندي رات وهايان
شؤ شؤ چوندي شانتي پايان
اکنڊ نام اُچاري. گنگا ڪناري....

٣- گنگا ڪناري لائي سماڌي
من جي ميٽي سڀ اُپاڌي
سڀ ۾ ڄاڻي ايش انادي
گيان جو ديپڪ ٻاري.
گنگا ڪناري.........

٤- ماڌو منگا مهر ڪرپالو
دان اهو ڏي داتا ديالو
انت سمي ملان جوت اُجالو
وڃان ٻل ٻلهاري. گنگا ڪناري....

هن واقعي کي گذرئي مهنو کن ڏئي مس ٿيو
هوندو ته ٻئي ڳوٺ ۾ سوامي ٽيئنئو رام مهراجن

ٽنڊي آدم وارا پريم پرڪاش منڊل جا مها منڊليشور منڊليءَ سميت پريمين جي پريرڻا تي ڀڄن ڪيرتن ڪرڻ لاءِ. ستگرو ٽيئُورام مهراج اُن وقت پنيرن جي ڳوٺ ۾ ڀٽاريل هئا. جتان ڀڳت راچورام ڪين منڊليءَ سميت پنهنجي مڙهيءَ تي وٺي آيا. پٽو پنهنجي ويو ڀٽ جي پريمين ڪي. ڪاڪي سيئُومل سان گڏ اچي ڀڄن ڀاڻ ٻه اُتي. سنتن کي نئڙي نمشڪار ڪياسون. ٻس درشن ڪنديئي من موهجي ويو. صورت اکڙي ويئي من ۾ وري جو ويراڳ ماڻ ڪياسون ستسنگ ته ورتي ٿي سٽر ٿي ويئي. سنتن ڀوريائين ته موٽو ڀٽايو ڪلجڳ ۾ رام نام جي مهما جو.

ست دارا اور لڪشمي پاپي ڪو ڀي هوءِ
سنت سماگم هر ڪٿا، ٽلسي درلڀ هوءِ

ست جڳ ۾ ٿيون وٺيون ڀوڄائون
ٽريتا ۾ وڏا يگيه ڪيائون
دواپر ۾ خوب يوگ ڪمايائون
هاڻ ڪلجڳ ۾ گڏجي رام نام ڳايون.

ٽنهن ڪانسواءِ ديهه ڌاري گروءَ جي ضرورت ۽ اهميت ڀٽايائون، ته نر گڙ ٽائين ڀوڄڻ لاءِ سرگڻ گرو ڪرڻ ضروري آهي. اهڙو گيان گروءَ وٽان ئي پراپت ڪري سگهجي ٿو.

گر بن هوءِ نہ آتم گيانا، گرو بن مَنڱن نہ تن ايمانا
گر بن ششيہ ڀرم نہ جاوي، گرو بن ڪينهون شانت نہ پاوي
مطلب تہ گروءَ ڪانسواءِ آتما جو گيان ڪين ٿيندو، آتم گيان ڪانسواءِ اناتم ديهہ جو ايمان ۽ ڀرم دور نہ ٿيندو. سنسا دور نہ ٿيا تہ شانتيءَ جو ملڻ مشڪل آهي، باقي اٿين شاستر انوسار بنا گرو جي سهايتا، ايشوري مارگہ تي هلندي هلندي اِنسان کي ڪرڻ جو ڏپ رهي ٿو. پر گرو پنهنجي گيان دواران شش کي سنسار ساگر مان پار تاري ڇڏي ٿو.

ڀڄن بہ ٻڌايون :

## ڀڄن - ١٥ (سر ڪنيات)

ڀورو گرو پريم ڀڳتيءَ جو ڀري پيالو پياري ٿو
ڀرم ڀولا ڪڍي ڀرانتيون، سنسا سڀئي نواري ٿو

١- وستر جيئن ڌوٻي ڌوئي
ڪرم شپ پاپ کي کوئي
پارس جيئن سون ڪري لوهي
تيئن ستگرو سينگاري ٿو.

٢- ماتا جيئن ٻال کي ٻاري
ڀرنگ جيئن ڪيٽ سڌاري
جواهري ٻرڪم ڏيکاري
ارت تيئن گرو سيکاري ٿو.

٣- دوا جيئن درد هٽائي
روڳ جيئن رڳن مٽائي
تيئن گرو گيان رٽائي
ليکو جم جو ميساري ٿو.

٤- کهي تيئنءُ سي ترڪالي
ڏين ٿا پل گهڙ ج گڻ شالي
سچي گرجي سندر چالي
مٺل دل کي جيئاري ٿو.
ڀورو گرو پريم ڀڳتيءَ جو پري پيالو پياري ٿو.

ڀڄن ٻڌي من ٿي من پيا چون ته وچن کهڙا ته مت پريا آهن. چت کي ٿي چريو کري ڇڏيو اٿن. برابر ڀورڻ گيان ته گرو ٿي ڏيئي سگهي ٿو ۽ نرگڻ تائين پهچڻ لاءِ سرگڻ جو سهارو وٺڻ ضروري آهي. اهڙي ٿي درويش جي هٿ ۾ سرير روڳي ٻيڙيءَ جي ڏوري ٻڌي رهي سگهي ٿي. کوبه اهر لوڏو کونه رسندو. جيڪر هينئر ٿي وچي سند ن چرڻ پکڙيان. پر گروءَ جي شيوا ته من، وچن ۽ ڪرم سان ڪرڻي آهي. شايد هينئر قبول به نه ڪن، جو اڃان ايتري يوگيتا ڪانه اٿم. ڀرين ڀاڻ کي اُنهن جي لائق بڻايان، پوءِ ڀاڻ کي تيار ڪري اُنهن مهاپرشن جو پلاند پکڙيندس جن ايترو ڀاڻ ڏانهن ڇڪيو آهي.
چوندا اچن :-

ڏسي نيڻ ٺريا، درشن درد وندن جا
اٿاهوين انيڱهہ جا، وچن منڌ پريا
سامي لوڪ پرلوڪ جا، ڪارج سڀ سريا.
لکين لوڪ تريا، سنهہ لڳي تن جي.

ڪائي ڳالهہ ڪانہ پڳي وڃين، رڳو پڳي سرڪيون پيئائون سندن ستسنگ جون، جڻ انهن مٿ ر وچنن سندن پراڻن ڪي پر ڪري چڙهيو هو. صبوح جو اُٿڻ شرط پيا ڀڄن ڳائيندا هئا:

## ڀڄن - ١٦ (راڳ آسا)

مون تہ پيتو پريم جو پاڻي
مونکي ڪانہ وڻي ٻي واڻي
١- پريم جو پيالو آهي نرالو
پيئڻ سان ٿيو من متوالو
منهنجي لنوَ لنوَ ۾ ٿي لاڻي - مون تہ پيتو.......
٢- نام نشي ۾ آ خاص خماري
پيئڻ سان ڏني دل هڪاري
منهنجي سر ٿيون ساهہ سيباڻي - مون تہ پيتو....
٣- پريم پريوءَ جو دل ۾ آيو
هوش عقل جنهن شان گنوايو
منهنجي دانڙي ٿي تہ ديواني - مون تہ پيتو.......
٤- ماڻو من ۾ ٻات اِهائي
ڀل ڀل آهي ڌات اِهائي
منهنجي رڳندي رات وهاڻي - مون تہ پيتو....

# گرو درشن



ستگرو سوامي ٽيئورام جن جو ھنڌ ڳوٺ ۾ اچڻ ستسنگ ھلڻ، ماڻو جو موھجڻ ٿيڻ

ستگرو مهراج جن منڍليءَ سميت ٽهه ٻارهن
ڏينهن پنڌ ڳوٺ ۾ رهي، ويدانت ۽ ست ڪرم جو
پرچار ڪيو ۽ درشنانت ڏيئي موڪشن کي مڪتيءَ
جي راهه ٻڌائي. پر سوامي جن کي سنتن جي امرت
وچن ايترو ته موهيو هو جو صبوح ٿيندي ئي سيني
کان اڳ اُن امرت کي پيئڻ لاءِ شري راڇورام جي
مڙهيءَ تي پهچي ويندا هئا، جتي شيوا به ڪندا هئا
۽ ڏاڍي چاهه سان سنتن جا وچن به ٻڌندا هئا.
پڇاڙيءَ جي ڏينهن ستگرو مهراج جن جيڪو ستسنگ
ڪيو تنهن ته سوامي جن جي ورتيءَ کي اجان به
وڌيڪ ويراڳ وارو بڻائي ڇڏيو. اُن ڏينهن موج ۾ اچي
ستگرو مهراج جن چوڻ لڳا ته جنهن هي منش چولو
پائي ڀڳوان جو درشن نه ڪيو آهي تنهن ايترو ڏوهه
ڪيو آهي، جيترو ڪو خوني خون ڪري ڪندو آهي
يعني اُهو ڦاسيءَ جي لائق آهي. اُتي هڪ درشنانت
ڏنائون ته هڪ ڪروڙپتي سيٺ هو جنهن کي هڪ
ئي پٽ هو، جنهن سان هن جو ڏاڍو پيار هو. هڪ
ڏينهن ويچار ڪيائين ته ڪجهه ڌن پٽ لاءِ لڪائي رکان
ته جيئن اوکيءَ ويل ڪم اچيس. اهو ويچار ڪري هڪ
هيرو لک روپين ۾ خريد ڪري آيو. هيرو سون جي
ڊٻليءَ ۾ وجهي، ڊٻلي چانديءَ جي گهاگهر ۾ وڌائين
۽ اُها گهاگهر پنهنجي گهر جي اوڀر واري ڪنڊ ۾
اڍائي فوٽ گهري کڏ کوٽي اُن ۾ پوريائين. اها

ٻاهر ٻنهي جي پٽ کي ڪونه ٻڌايائين پر هڪ بنديءَ ۾ لکي ڇڏيائين ته "پٽ جڏهن توکي ڌن جي ضرورت پوي، تڏهن مڪان جي اوڀر واريءَ ڪنڊ ۾ اڍائي فوٽ زمين کوٽڻ سان هڪ چانديءَ جي گهاگهر نظر ايندي اُن ۾ سون جي ڏٻلي پيل آهي، جنهن ۾ لکن روپين وارو هيرو پيل آهي. هيرو مٽائي پنهنجي ڪرت ڪار ۾ وهنوار ڪجانءِ."

ويهن پنجويهن سالن کانپوءِ سيٺ ديوالو ڪڍاريو. مايا به ٻنهي موٽ کائڻ لڳي. چئن پنجن سالن ۾ سيٺ جي پٽ جو اهڙو حال اچي ٿيو جو ڏينهن کائي ته رات جو روٽي نه مليس. قرض کڻي ڪو ڌنڌو ڪري ته گهاٽو ئي گهاٽو پئي پيس. اهڙيءَ طرح روپيه ڏهه ويهه هزار قرض به چڙهي ويس. آخر اهڙو حال اچي ٿيس جو مزدوري ڪرڻي پيس. پر ويچاري کي پوري مزدوري نه پئي ملي جو پيٽ پوري روٽي کائي سگهي. اوڌرادارن جي لاٽين لڳي ويس. ڏاڍو اچي دکي ٿيو. هڪ ويچار ڪيائين ته منهنجو پيءُ ڪروڙپتي هو. سو بنديون کولي ڏسان ته سهي متان ڪا ڪنهن ڏانهن ڪجهه رقم رهيل هجيس، اهائي وٺي ڪجهه ڪم هلايان. سو ويٺو بنديون کولي ڏسڻ. سچ مچ ڏٺائين ته هڪ بنديءَ تي لکيو پيو هو ته هي پٽ جي توکي ڌن جي ضرورت پوي ته پنهنجي مڪان جي اوڀر واريءَ ڪنڊ ۾ اڍائي فوٽ زمين کوٽڻ سان

چانديءَ جي ڳاڳر ملندءِ. ڳاڳر ۾ هڪ سونيءَ دٻليءَ ۾ هڪ لک روپين ملهه جو هيرو پيل اٿيئي. اهو ڪڍي پنهنجو وهنوار ڪج. اهو پڙهڻ سان جيئن ڪنهن مردي ۾ پراڻ اچي پون يا ڪنهنجو پيارو پٽ تمام گهڻن سالن جي وڇوڙي کانپوءِ اچي ملي ۽ هو خوشيءَ ۾ نه ماپي، تهڙيءَ طرح هن جي به خوشيءَ جي ڪا حد نه رهي. يڪدم مڪان جي ڪنڊ کوٽي، چانديءَ جي ڳاڳر مان سون جي دٻلي ڪڍي کولي ڏسي ته برابر هيرو پيو آهي. سو هيرو کڻي اچي ماتا کي ڏيکاري ساري حقيقت ٻڌايائين ۽ چيائين ته ماتا پنهنجي شهر ۾ اهڙو ڪو شاهوڪار ڪونهي جو هيءُ لک روپين هيرو مٽي ڏي. تنهنڪري ٻڌايو ته ڇا ڪرڻ گهرجي. ماتا خوش ٿي چيس ته هي پٽ، هتان کان ويهه پنجويهه ميل پري هڪ رياست جو راجا اٿيئي جو تنهنجي پتا جو گهرو دوست هو. هن وٽ اهو هيرو کڻي وڃ ۽ هيرو مٽائي پئسا وٺي اچ. هو توکي ضرور پئسا ڏيندو.

ڇوڪرو هيرو کڻي روانو ٿيو. شهر مان پڇائي اچي راجا جي محلات ۾ پهتو. ڏٺائين ته اتي راڄ سڀا لڳي پيئي آهي. هڪ ڪنڊ ۾ ڪرسي ويهي رهيو. ڪلاڪ ڪن کان پوءِ سڀا سماپت ٿي. راجا وزير کان پڇيو ته هي ڪير ويٺو آهي؟ تنهن تي ڇوڪرو پرڻام

ڪري ڇرڻ لڳو ته منهنجو پتا صاحب توهانجو متر هو. پتا صاحب جي چالاڪي کان پوءِ هيءُ هڪ لک جو هيرو مونکي هٿ لڳو آهي سو متائڻ لاءِ توهان وٽ کڻي آيو آهيان. ايترو چئي هيرو ڪڍي راجا کي هٿ ۾ ڏنائين.

راجا وزير کي حڪم ڏنو ته پنهنجي شهر ۾ جيڪو وڏو صراف آهي، تنهن کي وٺي اچ ته هيري جو ملهه ڪٿائي ان چوڪري کي پئسا ڏيون. وزير وڃي صراف کي چيو ته توهان ۾ راجا جو بلڪل ضروري ڪم آهي سو جلدي هلو. صراف چيس ته مون وٽ ڪي ضروري مهمان آيل آهن ۽ مان اُنهن جي بندوبست ۾ لڳل آهيان. اِنهيءَ ڪري مونکي هتي ئي ٻڌايو ته ڪهڙو ضروري ڪم آهي. وزير چيس ته هڪ سيٺ جو پٽ هڪ هيرو متائڻ لاءِ کڻي آيو آهي، جنهن جو ملهه توهان کان ڪٿائڻو آهي. صراف چيو ته وزير صاحب هيرو ته توهان به ڏٺو هوندو، سو اُنهيءَ جا سڀ نشان ۽ ٻيهڪ ٻڌايو. وزير کيس هيري جي باري ۾ سڀ ڪجهه ٻڌايو. صراف چيو ته وزير صاحب! اِهو هيرو ذوي هزار روپيه لهي، پلي وٺوس. اُنهن پئسن ۾ نه توهانکي ڪس آهي نه ان کي ڪس آهي. وزير اچي راجا کي سموري ڳالهه ڪئي. راجا چيو ته پاڻ کي هيرو هٿ ۾ آهي، تڏهن به خبر نٿي پوي پر ان صراف هيرو ڏٺو به ڪونهي، پوءِ گهر ويٺي هيري

جي پرک ڪري ڪيئن ٿو ملھہ ٻڌائي؟ تنھنڪري وري وچين ڪيس وٺي آچ. وزير صراف کي وٺي آيو. صراف راجا کي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو تہ، ھي پرٿوي ناٿ، انھيءَ ھيري جو ملھہ مون توھان کي ڪٿي موڪليو تہ اھو ھيرو نوي ھزار روپين جو آھي ۽ ھڪ پائي بہ وڌيڪ نہ لھي. تنھن تي راجا صراف کي ھيرو ڏيئي چيو تہ منھنجو متر ستيوادي ھو. ھڪ لک روپيہ ھيري جو ملھہ لکي رکي ويو آھي. سو توھان نوي ھزار ڪيئن ٿا چئو؟ وري چڱيءَ طرح جاچي ڏسو. صراف ھيرو ڏسي وري بہ ائين ئي چيو تہ حضور ھيءُ ھيرو نوي ھزارن کان وڌيڪ ھڪ پائي بہ نہ لھي. توھانکي جي ھيري جي پرک ڪرڻي ھجي تہ ھڪ چانديءَ جي ٿالھي ۽ ڏھہ لڪڙيون گھرايو. راجا يڪدم چانديءَ جي ٿالھي ۽ ڏھہ لڪڙيون گھرائي صراف کي ڏنيون. صراف ھيرو چانديءَ جي ٿالھيءَ ۾ رکي ۽ اُن جي چوڌاري لڪڙيون رکيون. لڪڙين جو پاڇو وڃي ھيري تي پيو. تنھن کان پوءِ راجا کي چيائين تہ حضور، ھاڻي چوڌاري ڏسو تہ ھيري ۾ لڪڙين جو پاڇو ھڪجھڙو آھي يا گھٽ وڌ. راجا ڏسي چيو تہ لالائي تہ ھڪجھڙي ٿي نظر آچي. صراف چيو تہ ھي راجن، وري چڱيءَ طرح جاچي ڏسو. راجا وري بہ جاچيو. جاچي ڏسڻ کانپوءِ چوڻ لڳو تہ ھن پاسي کان ھيري ۾ ھڪ لڪڙيءَ جي ڏمڪ

ٿوري گهٽ ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي. صراف چيو ته هيرو برابر لک روپين جو هو، پر پنجويهه ڏيهه سال زمين ۾ پوريل، ٿو ڏسجي جنهنڪري ٿورو پاڻي ڇڏي ويو آهي. انهيءَ ڪري مون ڏهه هزار گهٽ ڪٽيا آهن. ايترو ٻڌي راجا ڏاڍو خوش ٿيو. صراف کي ڳالهه جو هار پائي چوڻ لڳو ته هي صراف تنهنجي ٻڌي ڌن ڌن آهي جو پرک پوري ڪئي اٿيئي. مان توتي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. توکي دل گهريو انعام ڏيڻ ٿو چاهيان. جيڪي گهرين سو توکي ڏيان. صراف چيو ته مونکي ٻيو ڪجهه ڪونه گهرجي، صرف توهان جي آسيس گهرجي. راجا وري به چيس ته صراف ڪجهه گهر. پر صراف وري به ناڪار ڪئي.

تنهن تي راجا وزير کي چيو ته تون ٻڌاءِ ته هن کي ڪهڙو انعام ڏيون. وزير ستسنگي ۽ گيانوان هو. تنهن چيو ته هي راجن مان جيڪي چوان ۽ توهان اهو نه ڏيو ته؟ توهان مالڪ آهيو، جيڪي وڻيو سو ڏيوس. تنهن تي راجا چيو ته هي منتري منهنجو وچن آهي ته جي تون چوندين ته هن کي سڄو راڄ ڏيو ته مان راڄ ڏيڻ لاءِ به تيار آهيان. تون سنڪوچ نه ڪر، جيڪي چئين سو ڏيونس. وزير چيو چڱو، ته پوءِ جلد هن صراف کي ڦاسي ڏني وڃي. راجا اهو ٻڌي وزير کي چيو ته اڄ تو ڀنگ يا شراب ته ڪونه پيتو آهي؟ مغز ته جاءِ اٿيئي؟ تون هيءَ ڇا پيو چوين؟

صراف تہ وڏي اِنعام جي لائق آهي. هن کي ڦاسي چا لاءِ ڏني وڃي؟ هن ويچاري ڪهڙو گناهہ ڪيو آهي؟ وزير چيو تہ هي راجن صراف سچ مچ ڦاسيءَ جي ئي لائق آهي. پرماتما اهڙي تيز بُڌي ڏني اٿس سا ڪا پٿرن جي پرکہ واسطي ڪانہ ڏني اٿس. اِها بُڌي پنهنجي آتمڪ هيري کي سڃاڻڻ لاءِ ڏني اٿس. ڏکہ جي ڳالهہ آهي تہ صراف پنهنجي آتما روپي هيري جي پرکہ ئي ڪانہ ڪئي آهي. اِن ڪري هيءَ ڦاسيءَ جي لائق آهي. راجا چپ ٿي ويو. صراف کي اِهو ٻڌنديئي ويراڳہ لڳي ويو ۽ وزير جي پيرن تي ڪري چوڻ لڳو تہ توهين منهنجا گرو آهيو. مان برابر ڦاسيءَ جي لائق آهيان. هاڻي مان اُنهن پٿرن کي ڇڏي پنهنجي آتما روپي هيري کي سڃاڻڻ جو يتن ڪندس. هاڻي ڪرپا ڪري اُن آتما روپي هيري کي سڃاڻڻ جو رستو ٻڌايو. اڄ کان پوءِ سڀ ڪم ڇڏي موکي اِهوئي ڪم ڪرڻو آهي. تنهن کانپوءِ صراف وزير جي صلاح سان سنتن کان گرمنتر وٺي اتراکنڊ ڏانهن روانو ٿي ويو. راجا چوکري کي ڏوي هزار ڏيئي روانو ڪيو.

اِهو درشٽانت ٻڌائي ستگرو مهراج جن چيو تہ پرماتما هن منش کي سڀني جيون کان وڌيڪ اُتم بُڌي آتما روپي هيري کي پرکڻ لاءِ ڏني آهي. سو جنهن هن مانس ديهہ ۾ پرماتما جو درشن نہ ڪيو

آهي سو ڦاسيءَ جي لائق آهي. بس آهڙا درشٽانت ٻڌندي ٿي سوامي جن تہ جڻ سماڌيءَ ۾ سمائجي ويندا هئا ۽ اُن آتما روپي هيري کي ڳولهڻ لاءِ دل ديواني ٿي پيئي. آتما جو درشن ڪري وري اُن کي پرماتما سان ملائڻ لاءِ پرشارٿ پئي هليو. شام جو ستسنگ ۽ ڌيان جو ايڪانت ۾ رهڻ - بلڪل مائٽ ٿي ۾ رهندا هئا. مگر مان ڪڏهن ڪڏهن هي اگر نڪرندا هئا:

چپ ڪر چپ م چور، ٻوٽ اکيون ڏک ڪن
پاڏي ٻي م پيهٽ پر رهہ اڌورو ان
تہ هوءَ جا مورت من - تنهن جو مشاهدو ماڻين.

صبوح جو اُٿي ڀڄن بہ اهڙا ئي ڳائيندا هئا جن ۾ صرف اِهائي مالڪ سان ملڻ جي تات لڳي پيئي هئي. سڀ سمان هنن اِنهيءَ سوائي ٻوند جو آنند پاڙو هو هاڻي هنن کي هيءُ سنسار کاري سمنڊ وانگر پئي لڳو. جيئن سپ اجهاڳ ساگر ۾ رهندي بہ منهن ٻاهر ڪڍي برسات جي اُن مٺيءَ ٻوند لاءِ پيئي واجهائيندي آهي تيئن سوامي جن جي اندر ۾ پرماتما کي پائڻ لاءِ هڪ پياس پيدا ٿي ويئي جنهن ڪري ڪاڌو پيتو ۽ ننڊ سڀ موڪلائي ويا.

## ڀڄن

اُٿي ساجهر ڪر تہ سڄاڳي،
ڇڏي ننڊ گهڻي ڪر ياد ڌڻي
ماڻ محبت واري ماڳ کي ......

١- تو تہ ڏينهن وڃايو گهمندي
تو رات گنوائي سمهندي
پنهنجو پاڻ ڪيئہ، ڪوڙو ماڻ ڪيئہ
لاتئہ موهہ مايا جي داغ کي.

٢- هي عمر وڃي ٿي هلندي
تکي نهر نديءَ جئن وهندي
ڌيان ڌار سگهو، هل پار سگهو
لنگهي چوهہ چولين جي چاڳہ کي.

٣- ٿس پهر گهڙي، هي پلڪ ويئي
اڏي لوڪ منجهان هي خلق ويئي
تنهنجي اڄ سڀاڻي ٿيندي چاڻ پڇاڻي
ڪيئن جهاڳيندي هن جهاڳہ کي.

٤- هي مادو ننڊ اپاڳي
جپ نام گروءَ جو جاڳي
اوديا موهہ واري ڪٽي ترت ڇاري
وار وارث ٿي ٿون واڳہ کي .

بس ڏينهن رات تات لڳل هئي پاڻ کي اهان بہ لائق بڻائڻ جي، گرو ڪرڻ جي نام وٺڻ جي. هي آتما جنمن کان پرماتما جي درشن جي پياسي آهي، اُن کي پائڻ لاءِ سهاڳڻ وانگر سوين سينگار ڪرڻا پوندا، جيئن مالڪ راضي ٿي مهر جي نظر مٿان وجهي. پر هن اڻانگي رستي تي هلڻ لاءِ سونهين جي، ڪامل گروءَ جي ضرورت آهي، گروءَ بنان گت ڪانهي.

هن سنسار روپي ساگر کي پار ڪرڻ لاءِ نام روپي
ٻيڙيءَ جي ضرورت آهي جيڪا اسان کي ڪام،
ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار روپي واگهن کان بچائي
پرين جي پار پهچائيندي. هاڻي انهي پريان سندي
پار هلڻ لاءِ هڪ قدم اڳتي هلڻ لڳا. سڀ کان پهرين
شري ديويداس کان ٻاجو سکڻ شروع ڪيائون. شري
ديويداس ڀڳت راڇورام جي مڙهيءَ تي آچي روز
ڀڄن ڳائيندو هو ۽ سندن ئي ڳوٺ جو هو. ٽورن
ٽينهون ڪانپوءِ سندن دوستي سنت مرليڌر سان ٿي.
سنت مرليڌر سوامي ٽيئڻورام مهراج جن جو ئي شش
هو ۽ ڪاهي ڳوٺ جو رهندڙ هو. هو سڪ سان ڀڳت
راڇورام جي مڙهيءَ تي اچي ڀڄن ڀاءُ ڪندا هئا.
سنت مرليڌر ٻاجي وڄائڻ ۾ ڏاڍا هوشيار هئا ۽ سوامي
جن سان پريت هئڻ ڪري ڏاڍي چاهه سان کين ٻاجو
سيکارڻ لڳا. سوامي جن جي دل ۾ لگن هئي سو
ٿوري ئي وقت ۾ سکي ويا. بس ٻاجي سکڻ جي دير
هئي، صبوح سانجهيءَ نيم سان ٻنهي چاچي شري
گنگارام کي وٺي اچي مڙهيءَ ۾ ڀڄن ڳائيندا هئا.
چاچي گنگارام کين خوب ساٿ ڏنو. ٻاچي وانگر
سندن ٻنيان هلندا هئا. هيءَ جوڙي ته ڪرشن سدامي
جو مثال ٻڌجي پيئي. ٻئي هڪ ٻئي جي حرس ۾
خوب روحاني راهه تي هليا. کين چوندا هئا ته ڪاڪا
ٿوهان ڏکڙ ڪٽو ته گڏجي ڀڄن ڳايون ۽ پوءِ ڀڄن

ڳائڻ شروع ڪندا هئا.

## ڀڄن (سر ڀيروي)

ڪيان سڪ سان شيوا منـدر ۾ ٺـاڪر جـي
رکـي سڪ سچي مان ، انـدر ۾ ٺـاڪر جـي.
١- وهاري ويڏيءَ تـي، سينـگاري صندل تـي
عطر جي ڀاڙـيءَ سان، انـدر ۾ ٺاڪر جـي.
٢- گـلـن ۽ ڦلـن سان، مٺيـن ۽ موتيـن سان
چندن جـي تلڪ سان، منـدر ۾ ٺـاڪر جـي.
٣- مـکڻ ۽ ملائـي، پـوريون پيـڙا نـاهـي
مصريءَ ميـون سان، منـدر ۾ ٺـاڪر جـي.
٤- پسان شال ماڏو، منـدر ۾ هـريءَ ڪـي
سچي پوڄـا پل پل ، منـدر ۾ ٺـاڪر جـي.

ائين صبوح شام ٻاجي جو اڀياس به ڪندا هئا ۽ ڀڄن به ڳائيندا هئا. ڀڄن ٺاهڻ جي ڏات ته کين ڄاڻي ڄم کان مليل هئي. ڀڳوان جي ڀڳتن کي رڳو پرشارت ڪرڻ جي دير آهي. سندن مٺان مالڪ جي مهر ڀريو هٿ ته سدائين رهندو ئي آهي. ان ڪري کين نڪو اهڙ نڪو اوڏو. سندن مٺان جلد ئـي ماتا سرسوتيءَ جي مهر ٿي ويئي، جو سندن جي ڪنٺ ۾ مڌرتا اچي ويئي. وڻ ساز ته سنگيت جـي شويا وڌائـي ڇـڏي. روح تـه اڳل هون راڻول جـي راه ۾، سو هن وديا ويتر سندن من کي موج ۾ آڻي

ڇڏيو. هاڻي هُن وٽ هڪ ئي ڪرت هُئي ۽ اها
هُئي سڀُو ڏينهن سنت مرليڌر وٽ ٻاجي جو اڀياس
ڪرڻ، ڳائڻ ۽ ڀڳوان کي منائڻ. ڇو ته ڀڳت جي
من ۾ ته هڪ ئي ابلاشا رهندي آهي ته جو اڪل آهي
اُن کي پرگهٽ ڪريان. هن کي ٻي ڪابه چاهه نه هوندي
آهي سواءِ اِنهيءَ جي ته ڪنهن به طرح راضي ڪري
وٺان راڻول کي. پوءِ هن جو هر ڪو ئي ٻڌجي پوندو
آهي هڪ مندر، اُن سڀُي ٺاڪر جو سڀُو مندر ۽
ڀڳت ڪندو آهي پرارٿنا، اندر به پرارٿنا ۽ ٻاهر
به پرارٿنا. پرارٿنا ڏئاران هو حاصل ڪرڻ چاهيندو
آهي اصل کي. باقي جڳت جا پدارٿ هن کي نقلي
نظر ايندا آهن. اِهي نقلي پدارٿ هن جي من ۾ پيڙا
پيدا ڪندا آهن. ڀڳت جي ياترا ئي وره سان شروع
ٿيندي آهي. صوفي درياهه ته اِئين به چيو آهي ته
اِهائي پيڙا آهي جيڪا ڪيس پرماتما ڏانئين پهچائڻ ۾
سهايڪ ٿيندي آهي. درشن جي ڏن سندن اندر ۾
وڃڻ لڳندي آهي. هي سنسار کين هڪ بوٿي مثل
ڀاسڻ لڳو. جڳت جي ڪابه شيءِ سندن من کي
ڀلائي نه ٿي سگهي. کين لڳن لڳل هُئي رڳو گروءَ
ڏئاران نراڪار ڏانئين پهچڻ جي. ان ڪري
پڪار هڪ پل لاءِ به پوئتي ڪا نه پيئي. پيا ڳائيندا
هئا :-

# ٻچن

شيام منهنجي من اندر، اکين دواران آءُ تون

1- اکيون تنهنجي اچڻ لاءِ، ديوتا دروازو آهه
ديرنه ڪر، سيگهه اچي وار سڻائو واءُ تون

2- دل ۾ تنهنجي رهڻ سند و آد ڪان استان آهه
پريت سان اچ پيرا پري، پريتم رکاءِ ڏانءُ تون

3- خيال سڀ ڪرم چڱا ۽ جا ڪيم پوڄا تنهنجي
سانورا سادي سودي مهماني منهنجي ڪاءِ تون

4- ماڻو منهنجي منت هيءَ، ۽ اهائي ارداس پي
منهنجون مدايون نه ڏسي، داتار وراءِ داءُ تون.

پرماتما کي انهي ٻهر اهائي پرارٿنا ڪندا رهندا هئا ته هي ڀڳوان تون مون سان اهڙي ٻال پلاءِ جيئن مان هڪ پل به تنهنجي نام کان پري نه ٿيان. سندن دل ۾ ورهه جي چنگاري لڳي چڪي هئي.

"ورهه جڳاوي درد کو، درد جڳاوي جيءُ
جيءُ جڳاوي سرت کو، پنهنجي پڪاري پيءُ."

سادڪ جيئن جيئن ان پرين ڏانهن وک وڌائيندو آهي تيئن تيئن ان کي ويجهو پائيندو آهي. پرماتما ته پنهنجي مک سان چيو آهي:

تم آئو ايڪ پڳ تو، مئن پڳ آئون سات،
تم لڪڙي ڪاٽ کي تو مئن لوهي کي لاٺ.

اهڙي نموني باجي جي سکيا وٺڻ سان گڏ

سوامي جن به هڪ هڪ قدم ڪري ٻرين جي ويجهو
وڃي رهيا هئا. اڃا ٻاجي جي سکيا مس پوري
ڪيائون ته چوٿ هڪ ڏينهن ٻنڌ ڳوٺ ۾ رشي ڪيش
جا ٻه سنت اچي نڪتا. اهي سنت ڀڳت راڄو رام جي
مڙهيءَ ۾ اچي لٿا. اتي سندن ملاقات انهن سنتن
سان ٿي. انهن سنتن کي انهيءَ راهه جو سونهون سمجهي
پنهنجي گهر وٺي آيا جتي ڏاڍي سڪ ۽ شرڌا سان
سنتن جي سيوا ڪئي. سوامي جن ۾ مٺيا ڏسي
انهن سنتن کين يوگ ساڌنا جي شڪشا ڏني ۽ هون،
يگيه، ورت ۽ نيم آدِ جو مهاتم ٻڌايو. سوامي جن اهو
سڀ لڳن سان ڪرڻ لڳا. سندن ايتري رچي ڏسي
کين چيائون ته اسين ڏوکي اُتان ڪجهه ڪتاب
موڪليندا سين، جن دواران جنهجي پڙهڻ سان يوگن
جي ساڌنا ڪري سگهجي ٿي. ٿورن ڏينهن کان پوءِ
انهن سنتن جا موڪليل ڪتاب کين پهچي ويا. هاڻي
سندن سمورو ڌيان انهن ڪتابن جي پڙهڻ ۾ لڳي
ويو. پڙهي گهر ۾ ئي هون ۽ يگيه ڪرڻ لڳا.
تنهن سان گڏو گڏ وري ورت رکڻ لڳا. گيارس،
سنت ناراڻ جا، پارهئي جا، ايڪهي جا ۽ چاليهي جا
ورت پڻ رکيائون. جڏهن چاليهي جو ورت رکيائون
تڏهن سندن حالت ڏاڍي نازڪ ٿي پيئي. گهر وارن
کين سمجهايو پر هي پنهنجي پر ڏگيا ٿي ٻاڪل اڏول
رهيا. آخر جڏهن حالت ٻاڪل هيٺي ڏي تڏهن گهر

وارا ڀڳت راڇورام کي اهو سوچي وٺي آيا تہ سندن ڀڳت راڇورام ۾ وشواس آهي، شايد اُنهن جو چيو مڃي ورت ڇوڙين. ڀڳت جن آيا ۽ سندن هي حال ڏسي کين سمجهائڻ لڳا تہ ورت تہ پنهنجي سمرٿي انوسار رکڻ گهرجي. سوامي جن کين جواب ڏنو تہ ورت رکڻ سان سندن آتما کي بل ملي رهيو آهي. جيئن جيئن شرير نربل ٿي رهيو آهي تيئن تيئن آتما جو بل وڌي رهيو آهي. کين ڪا بہ تڪليف نہ ٿي ٿئي، اُلٽو کين آنند ملي رهيو آهي. چوڻ لڳا تہ پرماتما کي پائڻ لاءِ تپسيا تہ ڪرڻي پوندي ۽ تن کي تپسيا ڏکيا پوندا. سندن هن طرح درڍ نشچي ۽ آتم وشواس ڏسي ڀڳت راڇورام جن کين سڦلتا سان نروگهن ورت پوري ڪرڻ جي آشيرواد ڏني ۽ روز شام جو نيم سان کين ڏسي ۽ دوا ڏيڻ لڳا. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو تيئن تيئن سوامي جن جو شرير ڏٻرو ٿيندو ويو پر سندن چهري جو تيج ويو ٿي وڌندو. ڳوٺ جا شرڌالو سندن درشن ڪرڻ لاءِ اُمڙي پيا. هاڻ نيم سان اُتي ڪيرتن ۽ ڀڄن ٿيڻ لڳو. گهر جو واتاورڻ ڀڳتيءَ جي سڳند سان مهڪي پيو. ڀڳت راڇورام وٽي ذاتي طور سان سندن چاليهي جو ورت هون ۽ يگيہ دئاران کولايو.

ورتن سان گڏو گڏ هاڻي سوامي جن ڌيان ۽ سادنا بہ ڪرڻ لڳا. ڌيان ڪرڻ لاءِ کين ايڪانت جي

ضرورت محسوس ٿيڻ لڳي سو گهر ۾ هڪ ڇهه ورن
گهرو ڪڏو ڪوٺيائون. انهيءَ ڪڏي ۾ لڪي ويهي ڌيان
ڪندا هئا ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ اهڙي نموني ڌيان ۾
رهڻ لڳا. گهڻو ڪري ڌيان ۾ رات جو ٽي وڄندا هئا
ڇو ته سندن هيءَ ڌارڻا هئي ته جڏهن دنيا سمهي
ٿي تڏهن سپرين جاڳي ٿو ۽ اهو وقت پنهنجي پرينءَ
کي پرچائڻ لاءِ تمام سٺو آهي. رات جڏهن پاڻ ڪڏ ۾
ڌيان ڪرڻ لاءِ لهندا هئا تڏهن ڪاڪي گنگارام کي
پارت ڪري ويندا هئا ته ڌيان رکجو متان ڪو جانور
هن ڪڏ ۾ نه هليو اچي. ائين ساڌنائون ڪندي پيا
پاڻ پچائيندا هئا. صبوح ٿيندي ئي ڪڏ کان ٻاهر
نڪري چپ چاپ پنڊت راچورام جي بغيچي ۾ وڃي
اُنهن يوگن جو اڀياس ڪندا هئا. اڀياس ڪندي
ڪندي اُنهن جا ڪي تجربا پڻ ڪندا هئا ۽ اُنهن
جي پورڻتا جون آزمائشون پڻ وٺندا هئا. اهڙي نموني
پاڻ ويا ٿي ڏينهون ڏينهن دنيا مان ويراڳ وٺندا. پر
سندن ڪٽنب وارن کي سندن اهي ڳالهيون پسند
نه هيون. هنن جي دل ۾ هڪ قسم جو ڊپ ويهجي ويو
ته متان سوامي جن هن ڪچڙيءَ عمر ۾ ويراڳي ٿي
گهر نه تياڳي ڇڏين سو هڪ ڏينهن کين سخت چيتي
چيائون ته ماڌو! هاڻ انهن يوگن کي ڇڏي ڏي آخر
تو سوچيو ڇا آهي؟ گهر ڏانهن ڌيان ڇو نه ٿو ڏين؟

تنهنجي هڪ ننڍي پيڙهي آهي جنهن ڏانهن به تنهنجو
ڪرڻو آهي. هوڏانهن تنهنجو پٽا ويچارو دڪان تي
اڪيلو پيو وهي ٿوڪي انهن جو مددگار ٿيڻ گهرجي.
تون ته رڳو هوندين ۽ پڳين ڪرڻ ۾ مست بڻيو ويٺو
آهين، جن جو نتيجو ڏسين ويٺو ته ڇا نڪتو آهي.
رڳو چوڌاري پيا نانگ بلائون نظر اچن. ڪٿي آهن
اهي پوڳين جا ڪتاب؟ ڏي اسان کي. اِئين چوندي
ئي اهي ڪتاب کڻي وڃي کوهه ۾ وڌائون ۽ چوڻ
لڳا هاڻ ڪڻ هيءَ گهوڙي ۽ هل اسان سان پنهنجي
تي. اِهي اکر پڙهندي ئي سندن من ۾ آنند مانند
مچي ويئي. ڇٽ ۾ ڇهندڙيون پڳي پئين ۽ چيائون:
رام جي راهه کان موڪي ڪير به هٽائي نه سگهندو.
هيءَ دنيا بي بقا آهي. منڙي امڙ ويئي، پيارا پائر
ويا، پاڻ کي وري هت رهڻو آهي ڇا؟ هينئر ته
رڳو پڇڻو ئي ڀڳوان کي ٿي آهي. مائٽن کي شبد
۾ جواب ڏناڻون:-

## پڇڻ

وڃي ٿي وڃي ٿي وڃي ٿي هلي
حياتي هٿن مان وڃي ٿي هلي.
١- آيا ساڻ ساٿي سي ڪاڏي ويا
اجا تو نه دل آ ڇاڻن کان ڇلي.
٢- ڪنا ڪال ڪيئي سوين اڪل سي
سمجهين ڪين تو ڪال آهي ٻلي.

٣- پري ڪتنب ڏوڪان پڄي پيو پڄي
پلا ڏو اُڻهن جـي چو ڏوري جهلي.
٤- ايندو موت ماڏو جڏهن ڏو مٿان
چنڊ جي سڄهي ٿـي ڪا ڏوکي گلي.
وڃي ٿي وڃي ٿي وڃي ٿي هلي
حياتي هٿن مان وڃي ٿي هلي.

گهر وارن جي اهڙي حالت سندن دل کي چوٽ رسائي. سندن من گهريا سنسار جي ڪنهن به ڪرت ۾ نه پئي لڳو. سندن من ۾ هڪڙي ئي ڌن هئي، ڌڻيءَ کي ڏيائڻ جي، پرماتما کي پائڻ جي. هنن يوگم ابياس دئاران دل جي دريءَ ۾ جهاتـي پائي پرينءَ کي پسڻ ٿي چاهيو. جڏهن گهر وارن انهيءَ منزل ڏانهن ويندڙ رستي کي بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تڏهن سندن من اُداس ٿي ويو. گهر ۾ هوندي به لاچار رهيا پيا هئا. هينئر ڪين موقعو ملي ويو. صبوح ٿيندي ئـي جيئن سـندن پتا صاحب دڪان تي ۽ چاچا پنهنجي ڪمن تي روانا ٿي ويا، تـه پاڻ به رستو ورتائون جهنگل جو. ڳوٺ جي ٻاهران ڪنهن سنسان جڳهه تي هڪ وڻ تي چڙهـي آسڻ جمائـي وڃي ويهي رهيا. سانجهي ٿي ويئي. گهر ۾ پيا ڳاچا ٿيڻ لڳي تـه اڄ اڃان ڏاڏين ماڏو گهر چو ڪونـه آيو آهي. خبر نه آهي ڪيڏانهن نڪري ويو آهي. سندن ڪاڪو چوڻ لڳو تـه اڄ تـه ستسنگ ۾ به ڏسڻ ڪونـه آيو.

رات جو جڏهن پتا گهر آيو ته اچي پڇيائون ته مؤلي اڄ ماڻو نظر نٿو اچي ؟ ڪين ڄ اب مايو تـــه جيئن توهين گهران نڪتا آهيو تيئن هو به نڪتو آهي. سو اڄان سوڌو سنڌ س ڪو به پتو ڪونهي . سنـڌ ن پتا پنهنجي پاڻ کي وڌي سنڌ ن ڳولها ۾ نڪتا. ڳولهيندي ڳولهيندي اُن اِستان تي اچي نڪتا جتي سوامي جن وٽ تي ويٺي ڀڄن ڳايو :

## ڀڄن

مونکي پريو تنهنجو وسيلو آ
مونکي پريو تنهنجو وسيلو آ
١- پريو مايا تنهنجي ستائـــي
جيون کي ٿي ڦند ۾ ڦاسائي
مونکي تو ٻن ٻيو نـان هيلو آ……
٢- جڳت جيڪي هـي ڏسان ٿو
پنهنجي اکين سان ته پسان ٿو
سو فاني ڪٽنب قبيلو آ……
٣- ڀائر ڀائٽيا مـــٽ مٽيئـــي
سڪ ۾ سنگي آهن سڀئي
هي سنگ دنيا جـو ڊيلو آ……
4- ماڻو تي ڏون مهـر ڪجانء
انت سمي ۾ سهـاء ٿجانء
اِهو ڏاتر تنهنجو ڏيلـــو آ……

پتا پٽر کي ڏاڍي پيار سان چيو ته ابا گهر هل، ائين گهر ڪونه ڇڏبو آهي. اها ڳالهه سونهين ڪانه ٿي. چوڌاري اوندهه لڳي پيئي آهي. ڪابه بستي ويجهي ڪانهي. هن جهنگل ۾ تون رات ڪيئن گذاريندين؟ رات جو توکي اڪيلي ۾ ڊپ ڪونه ٿيندو؟ تون ڏاهو ٿيءُ، هيٺ اچ ته گهر هلون. گهر ۾ تو بنان سڀ پريشان آهن ۽ سڀني کان کاڌو پيتو ئي وسري ويو آهي. تنهنجون هي ويراڳ واريون ڳالهيون ٻڌي اسان جو ته من ئي منجهي ويو آهي. ابا توکي جي ڀڳوان جو پوڄن ڪرڻو آهي ته گهر هلي ڪر. تنهن تي جواب ڏنائون ته گهر ۾ من نٿو لڳي. ڀڳوان جو پوڄن ڪرڻ لاءِ مونکي ايڪانت ۽ شانتي کپي. ايڪانت ۾ ئي ڀڳوان جو پوڄن چڱيءَ طرح ڪري سگهبو. سنت ساڌو به ان ڪري ئي ته ايڪانت ۽ شانتي پسند ڪندا آهن. پٽس کيس سمجهائيندي چيو ته پٽ ساڌو سنتن کي گهر ٻار ڪونه هوندو آهي انهيءَ ڪري هو جهنگلن ۾ رهندا آهن، پر تون ته هنن جي ارستا به وڏي هوندي آهي. اسان وڏن هوندي تون ڪيئن ويراڳ وٺندين. ويراڳ وٺڻ جي عمر ته اسانجي آهي. تنهن تي سوامي جن کين چيو ته ڌرو ٻالڪ اوستا ۾ جهنگل ۾ وڃي ڀڳوان جي تپسيا ڪئي ۽ آخر ۾ ڀڳوان جو درشن ڪيو ته پوءِ مونکي ڪهڙو ڊپ.

## يوگ ساڌنا



گهر لهاڳي جهنگل ۾ ڀڳتي ڪرڻ

ڏهين مهنجو ڪوبہ فڪر نہ ڪريو ۽ گهر موٽي وڃو. مان مور نہ موٽي هلندس. نماڻائيءَ ۽ نهٺائيءَ سان کين عرض ڪيائون تہ مونکي اڪيلو ئي رهڻ ڏيو ۽ وري شبد چيائون:

## ڀڄن

مونکي رهڻو خاص اڪيلو آهي

مونکي رهڻـو خاص اڪيلو آهي.

1- اڪيلو ويهي هر ڪـــي ڏيائي

شيام سندر جو درشن پائي

مونکي ڪرڻو وقت سهيلو آهي......

2- اڪيلو ساڌو سنت رهن ٿـا

آتم پد ۾ پـــاڻ پهن ٿا

مونکي ماڻ سندو هي ويلو آهي......

3- اڪيلو ايش آهي اصـــل ڪان

ذار ٿيو آهي جيءَ نڪل ڪان

مونکي ڪرڻو تنهن سان ميلو آهي... ...

4- اڪيلو ماڌو ويهـــي اوم ۾

سرت لڳائي پنهنجي سوهم ۾

مونکي روح ڏنو اهو ريلو آهي......

پتا صاحب ۽ ڪاڪي کين ڏاڍي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر سوامي جن ڀڄن ڪان ئي هـــٽ ڀوڳي هٽا، هو پنهنجي هٽ تي قائم هوا. هنن انهن

جي هڪ ٻه نه ٻڌي ۽ پنهنجي قول تي قائم رهيا، آخر اڌي رات جو ٻئي ڄڻا نراش ٿي گهر موٽي آيا. پر پتا جي من ۾ گهري چنتا هئي. اکين مان ننڊ موڪلائي وئي. اڻئي پهر اهائي هڻ تڻ هئي ته ٻيهڙ جهنگل ۾ هي ننڍڙو ٻالڪ اڪيلو ڪيئن رات ڪاٽيندو، رات جي ويلي جهنگلي جانور ۽ نانگ بلائون نڪري نر وار ٿيندا آهن. اُنهن کي ڏسي وڏن وڏن جو هنياءُ ڏري پوي، سو هن ننڍڙي ٻالڪ جي ڪهڙي مجال آهي. ٻئي پاسي سوامي جن کي ڪابه چنتا ڪانه هئي ۽ چنتا رهندي به ڇو -

"چاهه مٽي چنتا مٽي منوا بيپرواهه،
جاڪو ڪڇو نه چاهيئي، سو شاهن جو شاهه."

سنڌن ايشور ۾ اٽل وشواس، گهري ويراڳ وِرتي ۽ ڀڳتي اِڇا شڪتي جڻ ته ڪين منزل تي پهچائڻ ۾ مدد ڏئي ڪئي. دل ڀڳوان جي درشن لاءِ ديواني هئي. اُن کي ٻاڏائي ٻئي وري ٻاڏايائون ته....

## ڀڄن

درشن ديو پساءِ پل کن ۾
درشن ديو پساءِ پل کن ۾
١- درشن ڏي تون شيام مراري
دير نه ڪر تون ٻانڪا بهاري

من موهن آ گـــرور ڏاري
آهي اسانجي اکيـــن ۾
٢- ماڌو من ۾ پياس پسڻ جي
من موهن تنهنجي مکه پسڻ جي
دير ڇڏي ڪر سيگهه اچڻ جي
ساموهون بيهه تـــه سدن ۾.

ڳائبندي ڳائيندي ست ڀت ڀلجي ويـندي هئن. ڇ ٻکه جو ته ڪو سماءُ ئي ڪونه هو. اهـــڙي ڪٺور ٽپسيا، ڇڻ ته سندن اُڇ ٻکه ئي ماري ڇڏي هئـي. هڪ ته تات هئي پرماتما کي پسڻ جي. پرماتما کـي پسڻ لاءِ دل، ٻنا جل مڇليءَ وانگر تڙڦي رهي هئي. هوَاڌون سندن ڀتا کي نيڻن ۾ ننڊ ڪانه هئي. ڪين چنتا لڳي پيئي هئي ته هـيءَ ٻنا ڪاڏي نـازڪ ٻالڪ سنسان جهنگه ۾ ڪيئن گهاريندو. ٻنان ان جل جـي سندس ڪهڙي حالت ٿيندي. آخر ڀتري موليءَ کي ڇيائون ته اسانجي ته اصل ننڌو ٻڌي.(تنهنجي لاءِ پيار) اٿس. من تنهنجو ڇيو مڃي ڌون ڏاڏيءَ سان گڏ جي. وڃي مڃائينس. ڀيڻ موليءَ جا ماڻ ڪجهه سمجهه ۾ ي ٿي هئي سا ڀاءُ جي پيار جي ٻکي ڀوڄن ڪٺـــي ڏاڏيءَ کي ڀاڻ سان وٺي اچي اُٿي ڀهتي جتي ماڌو ويـٺي ٽپسيا ڪئي. نماڻا نيڻ ڪٺي ڪين ڇيائين ته ڀاڏڙا ڀلي گهر نه هل ڀر ڀيڻ ڪان ڀوڄن وٺي ته ڪاءُ ڌوکي ٻـــکه ڪانه لڳي هوندي؟ جواب ڏنائون:

ساچي نام کي لاڳي ٻوڪ ۾
ان ٻوڪيءَ کاءِ چليهه ۾ دوک ۾

باقي اِنهيءَ ڪاڏي جي ته بکم ڪانم لڳي اٿم. ماني واپس ڪٽي وڃ. ڏاڏيءَ کي چوڻ لڳا، امان توهين منهنجو ڪوبه فڪر نه ڪريو، جيڪو اِيشور سڀني کي روزي رسائي ٿو ۽ پالڻ هار پالي ٿو، اُهو مونکي به پاڻيهي پاليندو. اِئين چئي هن ڀڄن ڏئاران ڏاڏيءَ کي سمجهائڻ لڳا:

## ڀڄن ( سر فلعو )

پريو ٿون پالين، پالين سڀ کي پيار سان

١- جا اُپايل خلق ساري، پريو هن سنسار ۾
سڀ کي روزي ٿو رسائين، جل ٿل پربت غار ۾
پنهنجي ڏين لعلي لعلي، سڀ کي پيار سان.

٢- اِنسان جاتيءَ ۾ به اڪثر- ڪي بظيا بيڪار ۾
پکي پشو ۽ ٻڪايل ٿا رهن آزار ۾
روزي ڏين والي سڀ کي پيار سان.

٣- جي مٽيا ماڏو بٽيا، صاحب تنهنجي سار سان
رات ڏينهن تن کي، ٿون پالين پريو پنهنجي پيار سان
پنهنجي ڏين مالي مالي- سڀ کي پيار سان.

ايتري انمول ڀڳتيءَ سندن آتما کي اهو ٻل
پردان ڪري ڇڏيو هو، جو ڪين ڪنهن جي به چاڻ

نه رهندي هئي. آخر پيٽ ڀراس تي اُها ماني واپس کڻي گهر موٽي ايندي هئي. اهڙي طرح ورت رکي رام کي ريجهائيندي اچي هڪ مهنو گذريو.

ٽپسيا ڪندي سائين ويا پئي پرميشور جي ويجهو پوندا. انڌيري ۾ ئي پاسي واري ڪوهه تان سنان ڪري پاڻيءَ جي انجلي وٺي ڀڳتي ڪرڻ وهندا هئا. اهائي پچار پرينءَ ڪي پاڻ جي لڳل هئي لالڻ کي ته نشو چڙهيو پيو هو نام جو. هيءَ اهڙي خماري هئي جا سولي لهڻ جي ئي ڪانه هئي.

"پانگم بسوئي سرا پان، اُتر جائي پرڀات،
نام خماري نانڪا، چڙهي رهي دن رات."

سنڌ ن کي نڪو گهر ياد آهي، نڪو مٽ مائٽ ياد آهن ۽ نه وري ڪو سنسار جو ئي ڌيان آهي. پر مٽ مائٽ ڪيئن ٿا موهه ڪيي سگهن. پتا سوچيو ته ڇوڪرو ته وڃي ٿو هٿن مان نڪرندو. اِئين ڇڏي ڏيس ته ڳالهه ڪانه ٿيندي. پاڻ ته نام جي نشي ۾ سڀ ڪجهه ڀلائي ڇڏيو اٿس. سو پاڙي وارن ۽ ڀائرن سان صلاح ڪري، ڪين ساڻ وٺي نڪري پيا ماڌو کي مناڻڻ لاءِ. رستي ۾ چوندا اچن ته هڪڙو ئي لعل اٿم سو به لڳي ويو راڌول جي راهه ۾. ڇا ڪجي، سائين ڪا سمت ڏئيس جو اسان جي ڳالهه مڃي، اچي گهر ڀيرو ڏئي، ٻوءِ ڪو اهڙو ڏنڊو ڪيائي

ڏجيس جيئن اُن راهه تان مــن هٽي وڃيس، جي
پڙهڻ جي وات وٺندو ته به ودوان ٿي سگهنــدو.
اِئين ئي صلاحون ڪندا اچــي سندن وٽ پهتا.
آزيون نيزاريون ڪري ڪين گهر وٺي آيــا. گهر
پهچي سائين جن بلڪل شانت رهڻ لڳا. پر چئن
ڏينهن گذرڻ کان پوءِ ڏاڍي پيار سان ڪين چيائون
ته ”ابا، پلي پڇن به ڪر، اسين اُن جي نالي جپڻ
کان منع نه ڪندا اسين پر گڏوگڏ تون اِسڪول جي
پڙهائي چالو رکين ته سٺو ٿيندو چاڪاڻ ته علم اِنسان
کي اعليٰ بڻائي اُن جي راهه روشن ڪري ٿـو.
ڪتابن کي ڪهڙي خبر ته اُن پڳٽيءَ ماڻهو کي
ڪهڙي منزل تي پهچايو آهي. مائٽ بار بار پيا علم
پرائڻ جــي ڳالهه دهرائيندا هئا ته ابا تون چاهه
سان علم پراءِ ۽ علم پرائي جڳ ۾ پنهنجو شان وڌاءِ.
چاڪاڻ ته علم اِنسان کي نيڪ بڻائي ٿو، پاپ ڇڏائي
ڌرم وڌائي ٿو ۽ اِنسان کي وويڪوان بڻائي ٿـو.
علم سان گيان وڌي ٿو. مان ۽ شان وڌي ٿو ۽ انيڪ
دئاران اکيون کولي شانتي پد کي پراپت ٿئي ٿو.
اِنهيءَ ڪري منهنجا ماڻهو تون اسان جو چوڻ مڃي
اِسڪول وڃ ۽ اُتي وڃي علم پراءِ.

جڏهن ڏنائون ته پڪاجن ۽ ڪاڪا صاحب

ڪتابي علم پڙهڻ لاءِ گهڻو زور ڀري رهيا آهن. تڏهن ڪين صاف انڪار ڪيائون ۽ چيائون ته مونکي هڪ رام جي نالي ڪانسواءِ ڪا ٻي ڳالهه ڪانه ٿي وڻي، ٻئي ڪنهن به علم اکر جو مونکي چاهه ڪونه رهيو آهي. اُئين چئي هي شبد چيائون :

## ڀڄن ( سر ٽوري )

مونکي علم پڙهڻ جو چاهه ناهي
مونکي مَن ۾ پريوءَ جو گهاءُ آهي.

١- نڪي علم سندو مونکي اير اچي
نڪي پڙهڻ پرجهڻ جو ڀير اچي.
نڪي قلم هلائڻ جو ڦير اچي
مونکي رام سندو هڪ راءُ آهي.

٢- مونکي شيام سندر جو پيار ڪپي
نڪي علم اکر جو آر ڪپي.
نڪي گهر تڙ ۽ وهنوار ڪپي
مونکي تن ۾ پريوءَ جو تاءُ ڪپي.

٣- سچو علم پريوءَ کي پائڻ جو
پڪو پريم پريوءَ سان لائڻ جو،
پائي پريم توڙ نڀائڻ جو
هي ياد ڪرڻو سڀاءُ آهي.

۴- آهي ماڻو پريم جو گهاءُ جڻي
آهي علم سندو نہ سماءُ اُتي،
آهي دنيا جو نہ پرلاءُ تتي
مونکي لنو لنو بہ سچو لاءُ کڻي.

ماڻهن هزار حيلا هلايا تہ من ماڻو اسڪول وچي علم حاصل ڪري. پر ماڻوءَ جي اندر ۾ گيان جي سچي جوت ٻري هئي جنهن جي پرڪاش سان هنن پرماتما کي ڳولهڻ ٿي چاهيو. سو هنن کي هنن اکرن جي ڪهڙي ضرورت هئي. جڏهن ماڻهن ڏٺو تہ ماڻو اسڪول وڃڻ کان ناٻري واري ويٺو آهي، سو سوچياؤن تہ چو نہ کيس ڪنهن ڌنڌي ۾ لڳائجي تہ سندس من ڪجهہ ٻئي پاسي پوي. هاڻ کيس سمجهائڻ لڳا تہ پيءُ دڪان تي اڪيلو آهي، تون جوان پٽ آهين. پيءُ جو ٻانهن ٻيلي ٿيءُ، دڪان تي وڃي ڌنڌي ڌاڙيءَ ۾ سندس مدد ڪر. پر سندن دل ۾ ويراڳہ جي دونهين ٻئي دکي سو کين رام ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ مٺو نٿي لڳو. سيٺي جي چوڻ تي ڪجهہ ڏينهن هو ٿيم سان دڪان تي وڃي وهڻ لڳا پر سندن من هن ڪوڙي واپار ۾ نٿي لڳو. هنن واپار ڪرڻ چاهيو ٿي پر اهو واپار ڪو ٻيو هو. انهي واپار کي هنن هيٺئين شبد ۾ سمجهايو آهي.

## ڀڄن ( سر ٺوري )

مونکي نام سنڌو تہ واپار ڪپي
مونکي ٻيو نہ ڪوئي وهنوار ڪپي

١- سچو نام سنڌو واپار آهي
جيڪو ڪوٽ جنم جا ڪشٽ لاهي
جنهن ۾ لاڀ گهڻو ٽوٽو ڪو بہ ناهي
مونکي سکن سنڌو هي سار ڪپي.

٢- ڪيي نام سنڌي تہ هنڙيءَ کي
ٽوري وويڪ سنڌي تہ تڪڙيءَ کي.
رکي ڀاو پريم جي ڀڳتيءَ کي
مونکي پريم سنڌو پرچار ڪپي.

٣- سچو نام سنڌو واپار وٺيان
جنهن مان نام سچي جي موري مٽيان
سو پاٺ لٿي ۽ ٻين کي لٿايان
مونکي ڀڳتيءَ جو تہ ڀنڊار ڪپي.

٤- سچو ماڌو سو واپار ڪريان
جنهن مان ڪوٽ جنم جا ڪشٽ ڪٽيان.
هن لوڪ سکي پرلوڪ ٿيان
مونکي وڻج اهو تہ واپار ڪپي.

اهڙي نموني پنهنجي ماڻهن کي سمجهائيندي چوڻ لڳا ته توهانکي مون مان موهه ڪڍي ڇڏڻ گهرجي ۽ گوپيچند جي ماتا جهڙو گيان گرهڻ ڪرڻ گهرجي. ماءُ تي ڪري به هن پنهنجي ممتا ۽ موهه جو تياڳ ڪيو ۽ هڪ ئي سڪيلڌي پٽ کي هن ڪوڙي سنسار کي تياڳي سچي سک کي پراپت ڪرڻ جي راهه ڏيکاري. اِئين سمجهائيندي ڪين گوپيچند جي آکاڻي ٻڌائڻ لڳا ته هڪ ڏينهن گوپيچند سنان ڪري رهيو هو. ماتا جي نظر سندس سندر ۽ سڊول شرير تي پيئي. پنهنجي پيءُ وانگر سندس خوبصورت بدن ڏسي کيس چوڻ لڳي ته ٻچا، هيءُ تنهنجو شرير ڪيڏو نه سندر آهي. تنهنجي پتاجن جو شرير به اهڙو ئي سندر هو. پر اهو هڪ ڏينهن جلي خاڪ ٿي ويو ۽ تنهنجو هي خوبصورت شرير به تنهنجي پتا سمان هڪ ڏينهن جلي خاڪ ۾ ملي ويندو، پوءِ تون هن ناسونت شرير جو سينگار ڇو ٿو ڪرين؟ هيءَ دنيا بي بقا آهي. هڪ ڏينهن سڀ ڪجهه ڇڏڻو پوندو. پوءِ اهڙي سپني جيان سنسار ۾ موهه ڇو رکجي. تون اهي پٽ پٽيهر لاهه ۽ ڪفني پائي سچي سک جي ڳولها ڪر. اِئين چئي ڪين ڀڄن ٻڌائڻ لڳا.

## ڀڄن (سر ٽوڙي)

سڻ ٻچا گوپيچند، ڇو ٿو ڪرين سينگار ٿون
ڄاڻ دنيا هيءَ فاني، جو ٿو سڀ وهنوار ٿون

١. سون جهڙي ديهه سندر، هئي تنهنجي ٻه پتا سندي
سا ٻه جلي خاڪ ٿي ويئي، ڌس ڪري ويچار ٿون

٢. راڄ راڻيون محل ماڙيون، ڪين ڪي سنگ ۾ هلن
پوءِ ڀائين ٿو اڃان ڀي، ڇو گلي ۾ هار ٿون

٣. ٿي چوان مان هاڻ توکي، لاهه ريشم جا وڳا ٿون
ڀاءِ ڪنڊل، پهر ڪفني، وجهه مٿي ۾ ڇار ٿون

٤. مڃ چيو منهنجا ٻچا، تون وٺ فقيري ويس کي
اُٿ اُٿي سيگهه ماڌو، ڪر اِها ئي ڪار ٿون

پتاجن کي ڀڄن ٻڌائي چوڻ لڳا ته اسان سڀني جي هيءَ ديهه هڪ ڏينهن سڙي خاڪ ٿيڻي آهي. پوءِ توهان هن ديهه سان موهه ڇو رکيو آهي. اسانکي ته گوپيچند وانگر ديهه جو موهه تياڳڻ جڳائي انهيءَ ۾ ئي سمجهداري آهي. هاڻي مونکي ڇڏيو ته ڀڳت راڄو رام جي مڙهيءَ ۾ وڃي مرشد منايان. اهڙي نموني سڀني کي سمجهائي وڃي راڄو رام جي مڙهيءَ ۾ رهيا. مڙهيءَ ۾ رهي هن گرمکيءَ ۽ هنديءَ جو ابياس شروع ڪيو. ڏينهن جو وديا اڌين

ڪندا هئا ۽ رات جو ساڌنا ۽ يوڳن جو اڀياس ڪندا هئا. اهڙي نموني تپسيا ڪندي ڪندي سندن ۾ سڌي ايندي ڀئي ويئي. جڻ ته ترڪال درشي بڻجي پيا. مهرشي والميڪ، رامائڻ جي رچيتا، جن ۱۰ هزار ورهيه اڳوات شري رامچند جي اوتار وٺڻ جي اڳڪٿي ڪئي هئي. اهڙي نموني شايد ڪين ٻه اِها ٻوجهه پئجي ويئي هئي ته ديش جو ورهاڱو ٿيندو ۽ اسان سڀني کي لڏي هندستان هلڻو پوندو جتي هندي ڀاشا اسانجو سهارو بڻجندي. سو خوب من لڳائي هندي سکڻ لڳا. نه رڳو پاڻ هندي سکڻ ۾ چاهه ورتائون پر ٻين کي هندي سکڻ لاءِ همٿائڻ لڳا. اُن وقت هنديءَ جي اهميت تي هڪ ڀڄن لکيائون جيڪو سڀني کي ڳائي ٻڌائيندا هئا. هن ڀڄن ۾ ايندڙ وقت جو راز سمايل هو جيڪو هنن پاڻ پروڙيو ۽ ٻين کي پڻ ٻڌايو.

## ڀڄن (سرڪنيات)

هندي وديا وڌائيندي،
هندن جو شان ڀارت ۾
۱. هندي وديا سيکاري ٿي،
ڌرم نيتي ڪرم ڪريا
هندي وديا ڏيندي سڀ کي
سچو گيان ڀارت ۾.

٢- هندي پڙهو هندي سکو
هندي مک سان ٻوليو وائي
هندي وديا ڪندي سڀ جو
سچو ڪلياڻ ڀارت ۾.

٣- هندن جي آد ڪان آهي
سنسڪرت ۽ هندي وديا
هندي وديا ڪندي پيدا
سچو سنگٺن ڀارت ۾.

٤- هندي وديا پڙهو ماڻهو
هندو جي ڀاڻ کي چاهيو
هندي وديا ڪندي سڀ جو
مٺي سؤمان ڀارت ۾.

ڌيري ڌيري سندن ڀڳتيءَ رنگ لاتو. هيءَ ڀڳتي هاڻي خوشبوءِ ڀريل گلن جي گڇي جي روپ ۾ سڀني جي سامهون خوشبوءِ ڏيڻ لڳي. سندن ڀڳتيءَ جو پرڀاءُ نہ رڳو سندن ڪٽنب تي، پر پوري ٻنڌ ڳوٺ وارن تي پوڻ لڳو.

”ڀڳت ڪري پاتال ۾ پرڪٽ هوءِ آڪاش،
رجب تيئون لوڪ ۾ ڇپي نہ هرڪا داس.“

هاڻي سندن ڪٽمب وارا بہ کين سمجهڻ لڳا تہ برابر کو ڀڳوان جو سچو ڀڳت اسان وٽ جنم وٺي آيو آهي. هاڻي سڀ ماڌو بدران ساڌ ماڌو چوڻ

لڳا ۽ ننڍا وڏا سندن ادب ڪرڻ لڳا. وري سندن ڪمائي به پر گهٽ ٿيڻ لڳي. اُن وقت خود سندن چاچي جو پٽ اچي سخت بيمار ٿيو. سندن چاچي کين ڳراٽڙي پائي چيو ته ابا هاڻ منهنجون مدايون معاف ڪر. هن کي جيئدان وٺي ڏي. توهين سنت آهيو ۽ سنتن ۾ سائين ٿو وسي. ڀڳوان خود پنهنجي مک سان چيو آهي:

همري ٻانڌي ڀڳت ڇڙاوي
ٻانڌي ڀڳت نه ڇوڙي موهه
ايڪ بار ڪنهه هر دي موکهه ٻانڌي
مجهه تي جواب نه هوءِ.

ڀڳوان سنتن جي ڳالهه اصل نه ٽاريندو. توهين مونکي مهر ڪريو. جي هي نه رهندو ته منهنجو جيئڻ به مشڪل ٿي پوندو. ڀلا سنت ديا جا ساگر سو چاچي کي روئندو ڏسي کين ديا اچي ويئي. ڪيس دلاسو ڏيئي چيائون ته روءُ نه ڀڳوان مڙيئي ڀلي ڪندو.

"ڪميا جانڪي من بسي تس هر انتر نام،
ڪهي ٽيڪون سر نر سڀي درشن چاهت تاڪو،"

صبوح ٿيو ۽ گرو گرنٿ صاحب جو ستن ڏينهن جو پاٺ رکيائون. صبوح کان شام تائين خود ئي پاٺ ڪندا هئا. ڪيرتن ڪندا هئا ۽ شيوا ڪندا هئا.

صبوح جو آسادي وار ڪن ته شام جو سنسنگ پاٺ صاحب جو ڀوڳه به خود ڀاڳائون. بس ڀوڳه پوندي ٿي ڇوڪرو اٿي ڪڙو ٿيو. سندن ڀڳتيءَ جو پرتڪش پرڀاءُ سيٺي جي سامهون ظاهر ٿي پيو. هاڻي سندن مت مائٽ، اوڙي پاڙي وارا ڪين مڃڻ لڳا ۽ من ئي من ۾ پيا ڪين ساراهين. چون ته ساڌ ماڻهو واهه جي ڀڳتي ڪئي آهي. هن ته مئلن کي جيئاري ڇڏيو. واهه جو ڪمال ڪيو آٿن. ڇوڪري جي اٿڻ جي اميد ئي ڪانه هئي. هاڻي سيٺئي کين پوڄڻ لڳا ۽ ساراهڻ لڳا. پر سچن سنتن کي ته نه ساراهه ۾ خوشي ۽ نه وري گلا ۾ غم. اهڙا ست پرش ته جيئري مڪت آهن ۽ پوڄڻ جوڳيه پڻ.

"اُستت نندیا ناهه جنهن ڪنچن لوهه سمان

ڪهه نانڪ سن ري منا مڪت تاهه تي جان."

اهڙي وڏي ڪرامت ڏيکارڻ کان پوءِ جڏهن سيٺي سندن ساراهه ڪئي تڏهن به سندن من ۾ ڪنهن به قسم جو آهنڪار نه پيدا ٿيو. چوڻ لڳا اهو سڀ گر. گرنت صاحب جو پرتاپ آهي. اسان ته ڪجهه به نه ڪيو آهي. ڪرڻ ڪرائڻ وارا هو پاڻ آهن. اسين سڀ ته سندن حڪم جي اندر آهيون. ڪيڏي نه وڏي نمرتائي آهي.

"جو پرائي ممتا تجي، لوڀ موهه آهنڪار،

ڪهه نانڪ آپن تري، اورن ليت اڌار."

هيءَ منزل پار ڪرڻ کان پوءِ کين هينئر اندرائي
اندر آواز پئي آيا تہ ماڻهو ٿون هاڻ هل اڳتي. تنهنڪري
تہ ميلاپ ٿيڻو آهي اِنهيءَ الڪہ پرش سان ۽ شيوا
ڪرڻي آهي اُن مهاپرش جي، جن جي ضرورت کي
سانڍي رکيو آئينگہ سيني ۾ سالن کان. جن جي
سنگہ ۾ هن سنسار ساگر مان لنگهي پار پوندين. سو
اندر جو احوال اوريائون پنڊت راچو رام سان. چيائونس
تہ گرو ڪرڻو آهم. پنڊت راچورام پڇين تہ ڪهڙو گرو
ڪرڻ ٿو چاهين؟ گرو ٽن پرڪارن جا ٿيندا آهن.
هڪڙا اُهي جيڪي اسانکي دنيوي گيان ٿا ڪرائين
تہ انسان کي هن سنسار ۾ ڪهڙي نموني ورتڻ گهرجي
جيئن سکہ جا سڀ ساڌن ملي سگهن. اهڙن دنيوي
گيان ڏيندڙن کي صرف گرو چئبو آهي.

ٻئي قسم جا گرو اُهي آهن جيڪي ست مارگہ
تي وٺي نيڪيءَ جي راهہ ڏيکارين ٿا جنهن سان
جيو کي آتمڪ سکہ ملي ٿو آهڙن ست مارگہ ڏي
هلائيندڙن گرن کي ستگرو ڪري چئبو آهي.

وري ٽيان آهن پورن ستگرو. هي اُهي اڪرمي
پرش آهن، جي نيترن سان نيتر ملائي جگياسوءَ جو
ڪم راس ڪري ڇڏين. نظر نهال ڪري ڇڏين. اُهي
اڪرمي جيو آهن. اِهي پنهنجا ڪرم پورا ڪري الڪي
پدوي پائي جيون جي ڪلياڻ لاءِ پرٿوي منڊل تي
جنم وٺن ٿا.

سوامي جن کين چيو ته مونکي اهڙي پوري گروءَ جي تلاش آهي جيڪو اندر مان اوندهه ڪوري ڪڍي ۽ آتما جي پرڪاش جو درشن ڪرائي. اهو پورن گرو ويدن جي گيان جو ڄاڻندڙ برهم شـ. تري هجي. برهم ۽ آتما جي ابيد گيان ۾ جنهنجي نيشٺا آهي، اهڙو برهم نيشٺي هجي. جيڪو دويت کي دور ڪري ادويت شڌ برهم جو ساڪياتڪار ڪرائي. جو شاشتر جي وديا کي چڱيءَ ريت ڄاڻي ۽ شاسترن انوسار شڀ گڻن کي پاڻ ڌارڻ ڪري ۽ جگياسوءَ کي به ڌارڻ ڪرائي. اِنهن سڀني شڀ گڻن واري پورن ستگروءَ جي مونکي تلاش آهي، اُڪير آهي ۽ اُڪڻي آهي. پر اهڙي پورن ستگروءَ جي منهنجي مٿان ڪيئن مهر ٿيندي سا ڄاڻ ڪانه اٿم. تنهن تي ڀڳت راچورام کين هڪڙو مثال ٻڌايو.

هڪ شخص هو جنهن جي اندر ۾ گرو ڪرڻ جي ڏاڍي اُڪير هئي. پر ڪٿي ۽ ڪهڙو گرو ڪري اِنهيءَ ۾ منجهيل ٻيهي رهيو. ڪجهه وقت ڪان پوءِ ٻيو چارو نه ڏسي ڌڻي در عرض ڪيائين هي سائين! مونکي خبر ڪانه ٿي. پوي ته گرو ڪهڙو هئڻ کپي ۽ ڪٿي هن کي ڳولهيان هاڻ مان پرڻ ٿو ڪريان ته جيستائين اهو مون وٽ نه موڪليندين تيسين مان ڪجهه نه کائيندس ۽ ورت ٿو رکان پوءِ ڀل اٿين ڪندي منهنجا پراڻ هليا وڃن مالڪ! اٿين سر ڏيندوسانءِ نه ته مونکي

مرشد موڪل. مون کي ڪهڙي خبر ته اُن کي ڪيئن
ڳولهيان ۽ ڪٿي ڳولهيان. مون کي ته عقل ڪونهي.
ڏٺي تون ئي ڪل عقل آهين. خير. ٻئي واري ڳوٺ ۾
هڪ پهتل فقير رهندو هو جو سڄو ڏينهن ڏٺيءَ جي
ڌيان ۾ مگن رهندو هو. هو هر روز گهوڙي تي چڙهي
ٻئي واري جهنگل مان ڪاٺيون ڪرڻ ويندو هو. هڪ ڏينهن
جيئن ڪاٺيون ڪري موٽي رهيو هو ته ڪيس ائين لڳو ته
سندس گهوڙو رستو ڇڏي غلط رستي تي هلي رهيو
آهي. سندس هٿ ۾ گهوڙي جو لغام ته نالي ماتر هوندو
هو. پاڻ سائينءَ جي ڌيان ۾ مگن هوندا هئا. گهوڙو
پنهنجو پاڻ هلي اچي گهر پهرو ٿيندو هو. سو آڪـ
ڪٿي ڪولين ته واقعي ۾ گهوڙو گهر جو رستو ڇڏي
ٻئي پاسي وڃي رهيو آهي سو لغام ڇڪي گهوڙي
کي گهر جي راهه تي وٺي آيا. ٿوري دير کان پوءِ گهوڙو
وري گهر جي راهه ڇڏي اُنهيءَ رستي تي هلڻ لڳو.
درويش ڪيس ٽي دفعا سنئين رستي تي آندو ۽ ڪيس
اڙي هٺي گهر ڏانهن هلائڻ چاهيو پر هاڻ گهوڙو
اِٽ هٺي بيٺو هلڻ جي وات ئي نه واري. فقير ڇڏي
ڏنس ته گهوڙو وري نئين رستي تي هلڻ لڳو. فقير
سمجهي ويو ته هن ۾ ڪو سائينءَ جو راز سمايل آهي.
گهوڙو هلندو هلندو اچي هڪ جهوپڙيءَ جي سامهون
بيٺو. جهوپڙيءَ جو دروازو بند هو. درويش گهوڙي

تان لهي در ڪڙڪايو ته اهو شخص جنهن پران ٿياڳ- ورت رکيو هو سو نڪري آيو. فقير کي پنهنجي سامهون ڏسي حيران ٿي ويو ۽ ڏاڍي اُڪير مان فقير کي سجدو ڪيائين. فقير پڇيس ابا! تنهنجي سک شايد اسانکي هيڏانهن ورايو آهي. ٻڌاء ته توکي ڇا کپي؟ هن سموري واردات ڪٿي درويش کي سڻائي. درويش سندس سک ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو ابا! ڏٺيءَ شايد تنهنجي اُڪير ڪري اسانکي هيڏانهن موڪليو آهي. جڳياسوءَ کي نام دان ڏيئي پنهنجي رحمت جي نظر سان نهال ڪري ڇڏيائون.

سو ابا! تنهنجي دل ۾ ٻه جي آهڙي اُڪير آهي ته توکي پورن ستگرو ضرور ملندو. چيائونس ته گرو ڪرڻو اٿم سنت پورن ستگرو ٽيئونرام جن کي. هيءَ ٻڌڻي گروءَ کان سواء اڌوري آهي. سائڻ هلوم ته نڪري هلون سندن دب تي. ٻڌت راڇورام چين ته ڪجهه ڏينهن ترس. منهنجو سڱت چولارام بيمار پيو آهي، اهو ٺيڪ ٿئي ته هليا هلنداسين. ان وچ ۾ ڪي سنت اچي نڪتا ٻنت ڳوٺ ۾. سائين جن انهن سنتن جي شيوا ڪئي ۽ ٿورن ڏينهن کان پوءِ انهن سنتن سان گڏ ساڌ ٻيلي ۽ اڪيءَ جي رڻ تي نڪري پيا. ساڌ ٻيلي ۾ سندن گوڏن ٽي ساڌن ۽ سنتن سان مڪاميلو ٿيو. انهن سنتن سان ملي سندن روح کي ڏاڍي راحت ملي. سچو ڏينهن سنتن جا وچن ٻڌي ساڻن

گيان گوشت جون ڳالهيون ڪندي سندن جيون ۾ هڪ نئون موڙ آيو. هاڻي سائين جن ويراڳ وصل جي ساڪيات مورتي ٻڻجي پيا. ڏورن ڏيهن کانپوءِ ٻنڌ ڳوٺ ۾ موٽي آيا. گهر وارن سان ملي اچورام جي مڙهيءَ تي آيا. اُتي پتو پيو ته سيٺ چولارام جي حالت نازڪ ٿي ويئي آهي. وڏا طبيب هارائجي پيا آهن. ڦڪيون فرق ئي ڪونه ٿيون ڪن. چولارام جي گهر وارن کي خبر پئجي ويئي ته ساڌ ماڌو ٻنڌ ڳوٺ ۾ اچي ويو آهي. سوچيائون هلي شرن وٺون اُن ساڌ جي. اچي سندن پيرن تي ڪريا ۽ نماڻي وينتي ڪري چوڻ لڳا سائين ننگ ڪٽو. ڪيئن به ڪري چولارام کي حياتي وٺي ڏيو. سنت رحم جو گهر آهن. سو سندن دل پسجي پيئي. سندن لاءِ نه ڪوئي پرائو نه پنهنجو. سڀني کي پيا سمجهن سائينءَ جو روپ.

”ڪڪري پٿري ٽيڪري، پئي آرسي موهه،
جهان جهان نئن پڪارون، تهان تهان درس توهه.“

سائينءَ در ارداس پائي شروع ڪيائون سنن ڏينهن جو پاٺ. پاٺ ڪرڻ ۾ ڪنهن جي به مدد نه ورتائون. ڏاڍي سڪ ۽ شرڌا سان سٺئي ڏينهن نيم سان پاٺ ڪيائون. پنهنجي ئي پريشرم سان پاٺ پورو ڪري پوڳ وڌائون. آسادي وار ۽ پڇنن جا وچن

جيئن جيئن پيا ٻون چولارام جي ڪنن تي، تيئن تيئن هي مهاشيه ٻه ايندو ٻڌي ويو موج ۾. چوي ته مان هاڻ پاڻ کي ڪافي ڏوٻڻو پيو سمجهان. ٻوڳه ٻوڻ ڪان پوءِ پاڻيهي اچي سائين جن جي چرنن ۾ ڪريو. چوڻ لڳو سائين! پناهه ڏيو، پنهنجي چرنن ۾ جڳهه ڏيوم. هاڻي هن جنم جا ساٿي ٻه توهين ته پرلوڪ ۾ ٻه پناهه ڏيڻ وارا توهين. اڄ کان توهين منهنجا گرو ۽ آءٌ توهانجي چانڻٽ جو چاڪر. هاڻي توهين اسانکي ڇڏي ڪٿي ٻاهر نه وڃجو. ٻڌ ۾ رهي پيا نام جو رس پياريو. جنهن تي جواب ڏنائون :-

ٻڪي سنت سادو ٻڌي ذات هڪڙي
رهن ڏينهن ٻه چار ڪيا رهن رات هڪڙي

واٽ وٺي آهي جوڳين سندي جن جام پياريو آهي ٻرهه جو ۽ هي ڀڄن ڳائڻ لڳا :-

## ڀڄن

ڀري جام جوڳي ٻرهه ڪا پلايا
پايا دويه درشن جو تن من ڀلايا
ڀري جام جوڳي ٻرهه ڪا پلايا
ڪايا گيان ڦل ڪو ٻهڳا ڀريم جل ڪو
پايا ٻرهم ٻل ڪو ونڊ ڪو جلايا
ڀري جام جوڳي ٻرهه ڪا پلايا

اجا سائين جن نڪرڻ لاءِ تيار ٿيا ته سندن چاچي ويروءَ جي ماءُ (ويرو سوامي جن جو سڄڻ هينئر بـ جئپور ۾ هوٽل هلائي رهيو آهي ۽ سوامي جن جي هوندي هر ٻڌر تي هوٽل بند ڪري اچي سائين جن جي شيوا ڪندو هو.) جنهن کي ٻتر سنتان ڪونه هو، سندن شرن ۾ آئي. سوچيائين ته گهر ۾ گنگا وهي رهي آهي چونه مان به هڪڙو لوٽو ڀري وٺان. ڪين وينتي ڪيائين ته ساڌ هاڻ مون نڌر تي نظر ڌاري ڪرپا ڪريو. ڪا جوت جڳي مون وٽ به ڪو پٽرن کي پاڻي اچي ڏئي. سوامي جن ڌيان ڪري جواب ڏنس ته ماتا توهان کي ته ٻتر سنتان لکيل ئي ڪانهي. ماتا ڪين ايلائي چوڻ لڳي ته توهان وٽي ڏيڻ ۾ سمرٿ آهيو. هٿ به وٽي ڏيڻ وارا توهين ته هٿ به وٽي ڏيڻ وارا توهين. ماتا جي آنسن سنتن جي هردي کي پگهرائي وڌو. ڪجهه به چئي نه سگهيا ۽ وٽي رکيائون ستائون ڀاٽ. ڀوڳه وجهي، ڀاٽ جو پاڻي ڪيس پياري ۽ ستنام ياد ڪرائي، ڀاڻ نڪري پيا سنت مرليڌر سان گڏ ٿڌي آدم واري دٻ ڏانهن.

اُتي پهچي ڏٺائون ته سنت سنگه لاءِ ٿلهو ٺهي رهيو آهي جنهن لاءِ سڀ شيوا ڪري رهيا هئا. سوچيائون جتي سنت ۽ سيلهون شيوا ڪري رهيا آهن، اُتي آسين پڻ ٿي چو ٻئون. گرو مهراج جن جي در تي

شيوا ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. هن شيوا ڪان مٿي ٻي ڪهڙي شيوا آهي. سو تغاري کڻي لڳي ويا شيوا ڪرڻ. صبوح جو مٿي ڍوئين ته شام جو ستسنگ ٻڌن ۽ گڏو گڏ پنهنجي اِشٽ ديو جو پيا درشن ڪن. من ئي من پيا ڏٺي در پائائين ته من مهر ڪري نام جو دان ڏيئي ڇڏين. رات جو جڏهن سڀ وڃي آرامي ٿيندا هئا تڏهن پاڻ لڪي وڃي ساڌنا ۾ وهندا هئا جنهن جي پرور ڪنهن کي ٻه نه پوڻ ڏنائون. اهڙي نموني گروءَ در شيوا ڪندي ۽ ڀڳتي ڪندي ڪي مهنا گذري ويا پر گروءَ جي مهر جي نظر اچا سندن مٿان نه پيئي سندن مٿان نام دان جي رحمت نه ٿي. ان وچم ٻئي ڳوٺ مان سندن مائٽ کين ڪوٺڻ آيا. گهڻي زور بار ڀرڻ تي سندن چيو موٽائي نه سگهيا ۽ ساڻن گڏ جي ڳوٺ موٽي آيا. اچڻ سان خوشخبري ملين ته سندن چاچيءَ ويروءَ ماهُ ڪي پٽر سنتان عطا ٿي ويو آهي. سڀني گڏجي خوشي ملائي. ڇٺيءَ جي موقعي تي سائين جن کي آسڻ تي براجمان ڪيائون. اوچتو سوامي جن جي نظر تمام ٻري هڪ وچتر پراڻيءَ تي پيئي. سوامي جن اُٿي ڊوڙ پائڻ لڳا. سڀ وائڙا ٿي ويا ته الاجي ڇو سوامي جن اوچتو هن طرح سان ڊوڙون پائي رهيا آهن، سو ڪيترا ڇڏا سندن پٺيان ڀڄڻ لڳا پر سوامي جن کين واپس موٽڻ جو اِشارو

ڪيو ۽ چيو تہ منهنجي پٽيان ڪير بہ نہ اچي. هڪ راڪشس هن طرف اچي رهيو آهي. مان ڪيس ماري اچهو ٿو واپس وران. سندن آگيا جو پالن ڪري سڀ پنهنجي ماڳہ تي موٽي آيا پر ڪين ڏاڍي چنتا ٿيڻ لڳي. ايتري ۾ سوامي جن ڏس تہ ڪلنڊال خوش ٿيندا ۽ سهڪندا اچي ساڳيءَ جڳهہ تي پهتا. سڀني کي ٻڌايائون ڏاڍو وڏو راڪشس هو، اڄ ڪنهن جو بہ خير ڪونہ هو. سڀني کي ماري ڇڏي ها. هاڻي توهين ڪنهن بہ قسم جو خيال نہ ڪريو. مان کيس ماري آيو آهيان. اننيہ ڀڳتيءَ ڪين گرو گوبند سنگهہ وانگر درويش ٻڌائي ڇڏيو هو. اهو احوال ٻڌي سڀ دنگہ رهجي ويا ۽ سائينءَ جي چرنن تي ڪري هي ڀڄن ڳائڻ لڳا :-

ڀڄن (سر پيلو)

جت ڪت سنت رهن سو پارا

اُهي وسندا رهن چوبارا

۱- سنت جڳت جي سوڀيا آهن

پاپين جا تا پاپ مٽائين

گيان ڪري گهڪارا - جت ڪت سنت.........

۲- سمت سدائين سيتل آهن

تن من جي تا تپت بجهائن

وسائي امرت ڌارا - جت ڪت سنت.........

٣- سنت جيون جا دکہ ڪٽين ٿا
پاپن جـــي سي پاڙ پٽن ٿا
جاڙي پـرڀ پسارا - جت ڪت سنت.........

٤- ماڏو سڀ سان ملي هلن ٿا
هن چت چڱي چال چلن ٿا
رهي نڀ جيان تہ نيارا - جت ڪت سنت......

چاچي تہ انّ جي لعل ٿي ويئي. ڇوڪر جو نالو مرچو رکيو ويو. پوءِ پار هين مهنـي ڪانپوءِ ماٿا ڪـــي وري پيو پٽ بہ ڄائو. جنهن جو نالو ويرو رکيو ويـــو. هاڻ اُن واقعي ڪانپوءِ سوامي جن جي طبعيت ويئي پئي عليل ٿيندي. ڏينهون پوءِ ويا پئي ڪمزور ٿيندا. پيڻ مولي ٻائيءَ کي چياڻون تہ ڪن کي حياتي وٺي ڏنيسون ۽ هاڻ پاڻ کي حياتيءَ تان هٿ کڻڻو پوندو. ڇو جو جمڻ مرڻ ايشور جي ئي هٿ ۾ آهي. اسانکي اُن ۾ دست اندازي ڪرڻ نہ کپندي هئي. اِئين چئي ڀڄن چياڻون تہ :-

## ڀڄن ( سر فلعو )

قدرت سندي ڪمن ۾ ناهي مجال ڪنهن جي
ايشور سنـدي امن ۾، ناهي مجال ڪنهن جي
١- ايشور بڻائي آهي، قـدرت پنهنجيءَ ڪل سان
پر پوءِ سندي چمن ۾، ناهي مجال ڪنهن جي

٢- هي جي ھاڻ ٽا ھرد م، پران جيون جي پنڌ ۾
روڪڻ سنڌي انھن ۾، ناھي مجال ڪنھن جي

٣- پر پوءِ رکيو آھي پنھنجي، وس ۾ ھي جنم ۽ موت
جيون ۾ سنڌي دمن ۾ ناھي مجال ڪنھن جي

٤- ھٿ ۾ سڀني جياتيون، ماڌو تنھن مالڪ جي
خالق سنڌي ڳالھ ۾، ناھي مجال ڪنھن جي.

اسان سائينءَ جي ڳجهه ۾ ھٿ وڌو آھي ان ڪري اسانکي سنسار مان ھلڻو پوندو. سندن ڀيڻ روئي ڏنو ۽ چوڻ لڳي تہ توھين ھي ڇا ٿا چئو. اھڙا اشبي آکر مکہ مان نہ ڪيو. سندن ڀيڻ ھينئر 14،13 سالن جي ٿي ھئي. مٿن ڪان ويھي چيائين، منھنجو ھن سنسار ۾ توھين ئي ھڪ سھارو آھيو. پتاجن تہ سرل سڀاءَ جا آھن. مان توھان ڪانسواءِ رھي ڪانہ سگھنديس. مان توھانکي وينتي ٿي ڪريان تہ مون نياڻي خاطر ڪيئن بہ ڪري پنھنجا پراڻ ھينئر نہ ڇڏيو. ننڍڙيءَ ڀيڻ کي ھن طرح ورلاپ ڪندو ڏسي سندن دل بہ ڀرجي آئي ۽ اکيون آليون ٿي ويون. پر انھيءَ دم ڪين ڀيڻ جي شاديءَ ڪرائڻ جو ڌيان آيو ۽ چيائونس، چڱو تون روءُ نہ. ھونءَ تہ ھينئر اسين شرير ڇڏيون ھا پر برابر منھنجو ڪرتويہ اجا توڏانھن رھيل آھي. اھو رڻ مونکي چڪائڻو آھي. تون روئڻ بند ڪر. ڀڳوان مڙيوئي ڀلي ڪندو. پر پوءِ ڪي ياد

ڪر، چنتا ڇڏي سڀ هن تي ڇڏي ڏي.

تيرا ڪام نہ چنتا غم سي،
هري نا سمر دم دم سي،
تون هڪ هر ڪا هري هڪ تيرا،
تيـرا ڪام ڏوين عالم سي.
تيرا ڪام نہ چنتا غم سي،
هري نا سمر دم دم سي.

هاڻ ٻڌي ٻاءُ ٻيڻ سڪ سان ٻريوءَ ڪـي پڪارڻ لڳا تہ هي مالڪ هن اوکي ويل اچي سهاءِ ڏي. تـون ديالو آهين تنهنجو نالو ئـي آهي دين ديالو سو اسان ٻالڪن تي ديا ڪريو. ائين چئي هي ڀڄن چوڻ لڳا:

## ڀڄن (سر تلنگ)

ٻريو توکي ٻريمي پڪارين،
سڪ منجهان ٿا شيام سنڀارين
١- ٻريو توکي ٻريمـي پڪارين
راهہ نهـاري سڪ مان سارين
هڪ هڪ هنجون هارين ڪرشڻ ....
٢- ٻريو توڪـي پالڪ جاڻـي
مالڪ جاڻـي خالق جاڻي
نيڻ ڪٽي تہ نهارين ڪرشڻ ....
٣- ٻريـو تنهنجو نانءُ ديالـو
اهي ڪرپالو ديـن رکوالو

ڏيان تنهنجو ڌارين ڪر ڻ ....
۴. پريو تنهنجو اجهو سهاڻي
پريم رسائي ٻولي واڻي
ماڏو من ۾ سارين ڪرڻ ...

پيڻ مولي؟ جي سڇي پڪار وچي ڀڳوان جي هردي ۾ هنڌ ڪيو. سائين؟ نياڻي؟ جو عرض اگهايو. هاڻي سوامي جن ويا ڏيري ڏيري نيڪ ڏيندا. پيڻ کي دلاسو ڏناڻون ته هاڻ تون ڪوبه خيال نه ڪر مالڪ تنهنجي ٻاڪي مونکي ڏينهون ڏنا آهن. هاڻ اسين پنهنجو فرض ضرور پاايندا سين. ان کان پوءِ ڪين پيڻ کي اُڪلاڻ جي هردم چنتا رهڻ لڳي. سوچيندا هئا ته لائق ور ملي ته پيڻ کي اُڪلائي هن قرض کان آجو ٿي وڃي راڌول کي ريجهايان. اُن وچ ۾ پاڻ ڪيرتن ڀڄن ته ڪندا رهيا. ڪڏهن ڪڏهن ٿورن ڏينهون لاءِ اڪيءَ ۾ ساڌ ٻيلي جو رڻن به ڪندا رهيا. آخر مالڪ جي ڪرپا سان اهو فرض پوري ڪرڻ جو ڏينهون به اچي ويو. پيڻ لاءِ يوگيه ور ملي ويو. پنهنجي پيڻ جي شادي وڏي ڌام ڌوم سان ويد ڪ وڌيءَ سان شري موتيرام نيڪچنداڻي سان ڪرائي نشچنت ٿي ويا. هڪ فرض نڀائڻ کان پوءِ هاڻ ڪين سڇي فرض جي ياد آئي. سو هاڻي سڌو ڀڳت راچو رام جي مڙهيءَ ۾ پهتا. ڪين عرض ڪياڏون هاڻي دير نه

# ستگرن سان ميلاپ



ڀڳت راڄورام سان گڏ ڏاڏي آسورام جي درٻار ڏي
گرو درشن

ڪريو. ڪيئن نہ ڪري پوءِ ن سنگن جو درشن ڪرايو. ڀڳت راچورام ڪين وٺي پراڻن حالن ۾ آيا جتي سوامي ٽيئونرام جو گرو ڏاڏو آسورام رهندو هو. هي پهتل درويش ۽ سنسڪرت ۽ پارسيءَ جا پنڊت هئا. سوامي جن کي چياءون تہ ڀائي اسان توهانکي يوگيہ اِستان تي وٺي آيا آهيون. هتي رهي توهين سنسڪرت ۽ پارسيءَ جو اڀياس بہ ڪريو ۽ وقت بہ وقت پنهنجي محبوب جو ديدار بہ ڪندا رهو. جو سوامي ٽيئونرام جن هتي ٻن ڇئن ڏينهن ۾ ڀيرو گهمرو ڪري پنهنجي گرو مهراج جو درشن ڪندا رهندا آهن. هنن کي پنهنجي گروءَ جو درشن ٿيندو رهندو ۽ توهانکي تہ ٻنو درشن ٿيندو. سندن کي ڀڳت راچورام جي ڳالهہ ڏاڍي وڻي. وديا اڏين سان گڏ و گڏ مهراجن جي مهر ٿيڻ جي آس وڌي هئي.

ڏاڏي آسورام جي اِستان تي رهي هنن دل و جان سان سندن شيوا ڪئي. جڏهن سندن شيوا نئرت ۽ لگن سان ڏاڏو صاحب خوش ٿيو، تڏهن عرض ڪياءون تہ سائين ڏيوم ڪا ڏات ذري جيئن سکي وڃان ديو واڻي سنسڪرت ۽ ودوانن جي ڀاشا پارسي. مون ۾ ايتري ٻڌي تہ ڪانهي پر پنهنجو ٻار سمجهي مهر جي نظر ڪريو. ڏاڏا صاحب اُن زماني جا سنسڪرت ۽ پارسيءَ جا وڏا ودوان هئا. چارون طرف سندن قابليت جو ڌاڪو هو. ماڻو جو عرض اگهائي ڪين نهال ڪري ڇڏياءون. چياءونس تہ هاڻي هتي

ويهه ۾ هيءَ سلوڪ ٻڌ :

”تونگري به دل است نه به مال
بزرگي به عقل است نه به سال.“

ماڌو هن سلوڪ جو مطلب اٿينئي ته شاهوڪاري پئسي تي مدار نٿي رکي پر اُن جو مدار آهي دل تي. دنيا ۾ اُهو وڏو شاهوڪار آهي جنهن جي دل وڏي آهي. اهڙي نموني عمر وڏي ٿيڻ سان ڪو وڏو نه سڏبو پر وڏو اُهو آهي جنهن کي عقل آهي. سو عقل سان ئي وڏو ماڻهو آهي نه ڪ عمر سان. هنن آکرن سندن دل تي گهرو اثر ڪيو. سمجهيائون ته ڏاڍو صاحب گيان جو ساگر آهن، سو اُتي رهي گيان جي گنگا ۾ گهرا غوطا هڻي، پاڻ کي پاتر بڻائڻو آهي. ڏينهن جو سنسڪرت ۽ پارسيءَ جو مَن لڳائي اڌين ڪندا هئا ۽ رات جو ڀڄن به ڪندا هئا. اُتي سوامي ٽيئونرام جن پنهنجي گروه جو درشن ڪرڻ پيا ايندا هئا ۽ سوامي جن سندن درشن ڪري خوب پرسن ٿيندا هئا. هڪ ڏينهن موقعو ڏسي سندن پنيان نڪري پيا. دل و جان سان سندن شيوا ڪرڻ لڳا ته جيئن مهر جي نظر وجهن. سندن ستسنگ ۾ ٻڌندا هئا ۽ ڀڄن به ڳائيندا هئا.

جڏهن ماڻهن کي پتو پيو ته ماڌو وري ڊ ب تي وڃي پيو مٿيءَ جون تغاريون ڍوئي. سو سڀ چڙهي آيا ڪين وٺڻ، پاڻ ستگرن جي سامهون ڪنڌ هيٺ

ڪري ويٺا رهيا. ادب ۽ مريادا ڪري ڪجهه ٻه ڪڇي نه سگهيا ۽ لاچار ڀاري دل سان موٽي آيا پنهنجي ماڳ ماڻڻن سان. شرير ڀلي هت هو پر هنيو نه هوت سان جڙيو پيو هو. من تي ڏاڍي اُداسي هئي ڪجهه ٻه مٺو نه ڀٽي لڳين. ورهه ڀر پيا هنجون هاريندا هئا ۽ ڳائيندا هئا.

## ڀڄن

مان ته ڏوهه ڪيو آ ڪهڙو
نه ٿو شيام اچي، سک ڏام اچي
منهنجو جيئڻ اجايو جيڏيون

1- مان ته ڀرجهي ڀير نه پاتو
مون سان شيام نباهه ناتو
ٻيڻي ٻنڌ ڀڃان مان ته روز لڇان
رئان وات واجهايو جيڏيون

2- مان ته پل پل شيام پڪاريان
روئي آب اکين مان هاريان
نه ٿو طعام وڻي گهر ڏام وڻي
ڏاڍو سک سٺايو جيڏيون

3- ڏاڍو ورهه وڇوڙو ڀاري
ڏيئي شيام ويو ته مراري
ڪيان ڪيئن هاڻي، ڏکا کهنجي ڏاڍي
نڙون نيڻون لڳايو جيڏيون ...

4- مان تہ ماڌو ٿو وهہ بخشايان
پنهنجي پانڌ ڳچيءَ ڳل پايان
سکي مونسان ملي کيو منٿ هلي
سنڌر شيام سرچاي-و جيڏ يون.

نيڻن ۾ ننڊ کونہ هئي. جنهن کي جهوري لڳي پيئي هئي گرو ڪرڻ جي. ٻنهان گروءَ پورڻ گيان جي پراپتي ڪانہ ٿيندي ۽ پورڻ گيان کان سواءِ نرگڻ جي ڄاڻ نہ ٿي سگهندي. پوءِ انهيءَ ديش ڏائين ڪيئن پهچبو. انڌ، جا دڳار کواڻ جي چابي تہ گروءَ وٽ ئي آهي. گرو ڪرپا سان ئي آتمڪ گيان پراپت ٿيندو. نام دڳاران ئي هن آتما جو پرماتما سان ميل ٿيندو ۽ هيءَ آتما سنسار جي بندڻن کان آجي ٿي مڪت ٿيندي. انهيءَ سچ کنڊ جي منزل تي پهچڻ لاءِ ڪامل گروءَ جي رهبريءَ جي ضرورت آهي. گرو دڳاران ڏنل نام انهيءَ پتوار سمان آهي جا آتما روپي ناؤ کي ڪناري تي پهچائيندي. آتما سنسار روپي کاري ساگر ۾ رهي انهيءَ سواتي بوند جي پياسي آهي. اها پياس گرو ئي بجهائيندو. سو هن دفعي پڪو نشچو ڪيائون هاڻي گرو چرڻن جي شرڻ وٺبي. وري واپس مور نہ وربو. هاڻي پلي سچو پنڌ ڳوٺ ڇو نہ واپس ورڻ جي واڳہ ورائي. بس ٻن ڏينهن کان پوءِ هڪ رات جو ٽنبي آدم هلڻ جو سانباهو ڪيائون. پرماتما کي پڪاري نڪري پيا منزل لاءِ. هلندا هلن

۽ گروءَ جي ياد ۾ ڳائيندا هئن.

## ڀڄن (سروهاڳ)

انيڪ ديش ۾ ڪير ڇپائي گيان گيان

١- هل ستگر جي در تي ڪاهي،
ڏي سيس ڀيٽا لاهي
شانت سروپ ۾ ڪير سمائي- گيان گيان گيان
٢- سچو گيان گروءَ کان پائج
سڀ ڀولا ڀرم ڀلائج
ڪرم جي ريکا ڪير مٽائي- گيان گيان گيان
٣- اهو گيان سان گهر ٿون آدي
جيڪو ماڌو آهي بنيادي
مڪتي پد سان ڪير ملائي- گيان گيان گيان

ڀڄن ڳائيندا هئن ۽ گروءَ کي ياد ۾ ڪندا اچن. ائين ڪندي آخر اچي ڏنئي آدم گروءَ جي دربار تي پهتا. اُن وقت ستسنگ پئي هليو. گرو مهراج جن کي ڏنڊوت پرڻام ڪري اچي ستسنگ ۾ ويهي رهيا. پر اڄ ستسنگ ۾ من ئي نه پئي لڳو. من ۾ اُڪير هئي ڪامل ملاح جي ملڻ جي. چت ۾ هئي چنتا ته شل مهر ٿوين آپدائي وجهم ۽ ڪري ڇڏينم پنهنجو. ستسنگ پورو ٿيو. سڀ پريمي هڪ هڪ تي مٿو ٽيڪي روانا ٿي ويا. ستگر مهراج جن ٻراجمان آهن. هاڻ سندن سموري نظر ساڌ ماڌو تي آهي. ماڌو جي دل

زور زور سان ڏڪ ڏڪ ڪرڻ لڳي. ڪهڙو نہ اوکو نظارو هو. محبوب سان ملڻ جي گهڙي آخر اچي ويئي. همت ڌاري سوامي جن اچي ستگرو مهراج جن جي چرنن تي ڪريا ۽ وينتي ڪيائون، سائين هينئر ڍڪيوم پلاند ڏيئي پناهہ جو. اڃا گهڻو تڙڦائيندا؟ پنهنجي چرنن جو داس بڻايوم. سوالي ٿي سوال ڪٿي آيو آهيان گرو ڪرڻ. اڄ گر منتر ڏيئي پنهنجو سيوڪ بڻايوم. هاڻ هن در تان مور نہ هٽندس. هٿ جوڙي ڪين وارون وار وينتي ڪرڻ لڳا.

## ڀڄن (سر تلنگ)

گرو پنهنجي چرنن جو ڏي ڌيان
آش رکي مان در تي آيس
آتم جو ڏي گيان

۱- ستگر تنهنجي در تي سوالي
آش رکي مان آيس والي- مالڪ ٿي مهربان....
۲- چرن ڪنول مان چت ۾ ڌيايان
تاپ ڪليش سڀ پاپ مٽايان- پايان پد نرباڻ....
۳- ستگر تنهنجي صورت پسان مان
من پنهنجي ۾ مورت ڏسان مان- اهو ڪر احسان....
۴- ماڌو من سان ستگرو ڌيايان
پل پل ڪن ۾ درشن پايان- اهو ڏي تون دان....
گرو پنهنجي چرنن جو ڏي ڌيان.

ستگرو مهراج جن سوامي جن جو ايترو پريم

ڏسي، اُتاري ڪٽي ڪين ڳلي لڳايو. جيئو تہ ابا گرو ڪرڻ سولي ڳالھہ ڪانھي. ھي مارگ تہ ڏاڍو ڏکيو ۽ ڪنڊن سان ڀريل آھي. ھن کي تون آسان نہ ڀانئج. ھن رستي تي ھلندي وڏيون آفتون درپيش اينديون. توکي گھڻيئي پريکشائون ڏيڻيون پونديون. رکي توڙ نڀائڻو آھي. پير نہ پٺتي پائڻو آھي. جي انگد وانگر پير پختو رکيئہ تہ پوءِ رڇي لعل ٿيندين. توکي منزل ملندي. ائين سمجھائيندي ڪين ھيءُ ڀڄن ٻڌايائون.

## ڀڄن

ناھہ سکيو محبت مارگہ،
پرجھي پير تون پاءِ پريتم.

١- وات ڪٿن ٽئي پريم پنٿ جي
نہ ھي ڪانئر جي جاءِ پريتم
نينھن لڳائڻ توڙ نڀائڻ مکڻ شيخ پڄاءِ.

٢- ڪيئي نينھي بڻي سنيھي
رھيا پوءِ پڇتاءِ پريتم
جيئري مرڻو، مري جيئڻو، ڪرڻو سيس فداءِ.

٣- راھہ انھيءَ تي رت جون نديون
نينھن جو نيزو لڳاءِ پريتم
سو رھہ گھرندا مور نہ مڙندا، ماڻ و ھٿئين ھنداءِ.

سوامي جن ھٿ ٻڌي گرو مھراج جن کي وينتي ڪئي تہ سائين آءٌ نماڻو تو ھانجي شرن آيو آھيان.

اوکي مان سوکي ڪرڻ وارا به توهين آهيو. هيءَ راهه پالي ڏکي آهي پر هن ڪٺن راهه تي هلڻ جي شڪتي به اوهين ڏيندا. اوهانجي ڪرپا سان هن راهه جا ڪنڊا منهنجي لاءِ گلن سمان ٿي پوندا. منهنجي مٿي تي آسيس جو هٿ رکو ته هنن سيني ڪٺن پريکيائن مان لنگهي پار پوان. سور سختيون سهان پر اُف نه چوان. مان اڄ سڀ ڪجهه توهانجي چرنن ۾ ارپڻ ٿو ڪريان. اڄ کان پوءِ منهنجو ڪجهه به نه آهي، سڀ ڪجهه توهانجو آهي. هيءُ جيون روپي نوڪا مان اڄ اوهانجي حوالي ٿو ڪريان. توهان ئي سنسار روپي ساگر مان پار لنگهائيندا. هن سنسار روپي ساگر ۾ خوفناڪ ڇوليون آهن. انيڪ گهرا ڪن آهن، انڪري اُها نوڪا پار پهچندي جنهنجو ملاح سياڻو آهي. مونکي هاڻي ڪو به خطرو ڪونهي. توهان ئي منهنجي دل ۾ گيان جي جوت جڳائي اندرئين ۽ ٻاهرئين انڌڪار کي، دور ڪندا. ستگروءَ دئاران ئي پرماتما جو درشن ٿي سگهندو.

اوهان کي منهنجي بار بار اهائي نماڻي وينتي آهي، ته هن داس تي سدائين ديا جي نظر ڪندا رهندا. اِها آسيس ڪريو ته اٺ ئي پهر دل ۾ ڌيان رهي. اِئين جيئن گرو مهراج جن جي چرنن ۾ سيس نوائي هن شبد دئاران ونتي ڪيائون.

## ڀڄن (سورٺ ٿلنگ)

ستگر توکي سيس نمايان

چرن ڪمل ٿلهنجا چت ۾ ڌيايان

۱- ستگر ٿلهنجي در تي سوالي

دين ديالي آهين تون والي

پانڌ ڳچي ڳل پايان

ستگر توکي سيس نوايان.

۲- ستگر ٿلهنجو پريل پنڌارو

آهين پاجهارو ڪليل دوارو

ڪٽو ڪرپا جو چاهيان

ستگر توکي سيس نمايان.

۳- ستگر مون تي پرم پيا جو

رهي ديا جو هٿ ميا جو

ڪرمن ڪوٽ ڪٽيان

ستگر توکي سيس نمايان.

۴- ستگر توکي ڪيان سو بار

جوڙي جهار وارئون وار

ماڻو ناٿو نپايان

ستگر توکي سيس نمايان.

ماڻو جي سڪ ۾ شرڌا جا وچن پڌي ستگرو مهراج

جن خوش ٿي سندن مٿي تي آشيرواد جو هٿ رکيو

۾ ڪين چوڻ لڳا ٿــ ماڻو اسين ٿلهنجي نورت ۾

نهائيءَ تي ٻيهر پرسن آهيون ۽ توکي هڪ رهسيہ جي ڳالهہ ٻڌايون ٿا جا تون سدائين ياد رکجانءِ. سچو گيان پراپت ڪرڻ جي ڪنجي آهي شرڌا ۽ گروءَ جو آدر. تو مهاڀارت جي ايڪلويہ جي آکاڻي ٻڌي هوندي. هن جي گرو ڀڳتي سنسار ۾ بي مثال آهي. گروءَ کان دور رهندي صرف گروءَ جي مورتيءَ جي اِستاپنا ڪري هن ڌنر وديا ۾ اهو پد پراپت ڪيو جنهن جي هن سنسار ۾ برابري ڪانهي. اسين توکي هڪ مثال ٻيو بہ ٻڌايون ٿا.

درشٽانت :- هڪ ڏينهن هڪ چور راجا جي محل ۾ کاٽ هنيو. محل ۾ وڃي هيرن جواهرن جي هڪ وڏي هڙ تيار ڪري جيئن ٻاهر نڪري رهيو هو تيئن چوڪيدار جي نظر سندس مٿان پئجي ويئي جنهن زورسان چور چور پڪاريو. سپاهي سجاڳ ٿيا ۽ چارون طرف چور کي گهيري ويا ۽ چور پڪڙجي پيو. ٻئي ڏينهن چور کي درٻار ۾ وٺي وڃي راجا جي سامهون حاضر ڪيائون. سڀني واردات ٻڌڻ کان پوءِ چور پنهنجو ڏوهہ قبول ڪيو. راجا جي محل ۾ چوري ڪرڻ راج ڏروهہ آهي ۽ اُن جي سزا موت آهي. سو جج کيس ڦاسيءَ جي سزا ٻڌائي. ڦاسي ڏيڻ کان اڳ چور کان سندس آخري اِڇا پڇي ويئي. چور چوڻ لڳو مان مري رهيو آهيان سو منهنجي آخري اِڇا آهي تہ مان مرڻ کان اڳ ديش جي ڪا

شيوا ڪريان. مونکي هڪ منتر ايندو آهي جنهنجي
اُچارڻ سان مٺل ماڻهو وري جيئرو ٿي پوندو آهي.
مان اُهو منتر راجا کي ڏيڻ ٿو چاهيان جيئن هو
لڙائيءَ جي وقت مُنهنجي ديش مٿان قربان ٿيندڙ
وير سپاهين کي وري جيئرو ڪري ديش جي دشمنن
کان رکيا ڪري سگهي. راجا چور جي اِها ڳالهه ٻڌي
خوش ٿيو ۽ کيس منتر چوڻ جي اِجازت ڏني. حڪم
موجب چور راجا جي ويجهو وڃي اُهو منتر اُچاريو ۽
راجا کي منتر دهرائڻ لاءِ عرض ڪيو. پر راجا منتر
دهرائي نه سگهيو ۽ چور کي وري منتر چوڻ لاءِ
حڪم ڪيو. اهڙي نموني چور اُهو منتر ڏهه دفعا
دهرايو پر راجا کي منتر ياد نه ٿيو. اِنهيءَ تي سڀني
درٻارين کي عجب لڳو ته ايترو ننڍو ۽ صاف منتر
ڏهه دفعا ٻڌڻ تي به راجا کي ڇو نٿو ياد پوي. راجا
جو منتري سياڻو هو جنهن منتر ياد نه پوڻ جو ڪارڻ
چڱيءَ طرح سمجهيو ۽ راجا کي عرض ڪيو ته هي
راجن جي گستاخي معاف ڪريو ته هڪ عرض ڪريان.
راجا کيس اِجازت ڏني. جنهن تي وزير چيو ته جيڪ
گيان ڏئي تنهن کي گرو چئبو آهي، ۽ گروءَ جو اِستان
شش کان اونچو آهي. وٺندڙ کان ڏيندڙ مهان آهي.
هن وقت هي چور توهان کي منتر سيکاري رهيو
آهي اِنهيءَ ڪري هن وقت هو گروءَ جي پد تي
آهي ۽ توهين منتر سکي رهيا آهيو اِنهيءَ ڪري

ڏوھين شش آھيو. ھاڻي گروءَ کي اُن جي يوگيہ اِستان تي وھاري کيس اچت مان سمان ڏيو تہ توھان کي منتر ياد ٿئي.

راجا منتريءَ جي ڳالھہ سمجھي ويو ۽ يڪدم سنگھاسن تان لھي اچي چور جي پيرن تي ڪريو ۽ کيس مان سمان سان وٺي وڃي پنھنجي سنگھاسن تي وھاريو ۽ پاڻ سچي شش وانگر سندس چرنن ۾ ويھي ھٿ جوڙي شرڌا سان منتر چوڻ لاءِ عرض ڪيو.

ھڪ دفعو منتر اُچارڻ سان اُھو منتر راجا کي ياد ٿي ويو. اِھو ڏسي درٻاري واڻڙا ٿي ويا تہ جيڪو منتر ڏھہ دفعا دھرائڻ سان ياد نہ پيو سو چور کي سنگھاسن تي وھارڻ سان ھڪ دفعي ۾ ڪيئن ياد ٿي ويو. وزير سياڻو ھو تنھن درٻارين جي شنڪا دور ڪندي چيو تہ ھن ۾ عجب ڪائڻ جي ڳالھہ ڪانھي، گيان روپي خزاني پائڻ جي ڪنجي آھي شرڌا ۽ وشواس. گروءَ کان اُھو شش گيان پائي سگھندو جنھن جي دل ۾ گروءَ لاءِ گھري شرڌا ھوندي. ٻنان شرڌا گيان جي ڪلپنا بہ نٿي ڪري سگھجي. گرو ڪيترو بہ مھان گياني ھجي پر جي شش جي دل ۾ گروءَ لاءِ شرڌا نہ آھي تہ ھو گروءَ کان ڪجھہ بہ پراپت نہ ڪري سگھندو ۽ جي شش جي دل ۾ گروءَ لاءِ گھري شرڌا آھي تہ ھو گيان جو اکٽ خزانو

پراپت ڪري سگھندو. توهان ڏٺو ته ڀورين راجا چور کي چور سمجھي کيس هيٺ ٻهاري منتر چوڻ جو حڪم ڏنو ته ڏهه دفعا منتر چوڻ سان به کيس ياد نه پيو. پر جڏهن چور کي مان سمان سان سنگهاسن تي وهاري ۽ سندس چرڻن ۾ ويهي شرڌا سان کيس منتر چوڻ لاءِ عرض ڪيو ته هڪ دفعي ۾ کيس منتر ياد ٿي ويو.

درشٽانت ٻڌي سوامي جن گهري سوچ ۾ پئجي ويا. هاڻي گرو مهراج جن کان پڇيو ته ماڌو تون اهو ورت نڀائي سگهندين؟ اهو ٻڌي سوامي جن گرو مهراج جن جي چرڻن تي ڪري پيا ۽ هن دوهي دئاران پنهنجي شرڌا جا گل گرو مهراج جن چرڻن ۾ آرپڻ ڪيائون.

وي نر انڌ هئن جو گرو ڪو ڪهتي اور
هري روٺي ٺور هئه گرو روٺي ناهين ٺور.

دوهو پورو ڪري عرض ڪيائون ته گرو مهراج مون ڀڳوان ته نه ڏٺو آهي پر ڀڳوان روپي گرو ۽ جو درشن ضرور ڪيو آهي، ۽ منهنجو وشواس آهي ته جي هن جنم ۾ ڀڳوان جو درشن ٿيو ته اهو اوهان جي ڪرپا سان توهانجي دئاران ئي ٿيندو. منهنجي هڪ ئي تمنا آهي ته توهان جي چرڻن جو واس ملي. توهان جي ڪرپا ئي منهنجي حياتيءَ جو مقصد آهي ۽ اُن کي پائڻ لاءِ مان سڄي عمر تپسيا ڪندس.

خود مٺيا جا مالڪ هوندي بہ ڪيترو نياز ۽ نورت هئي سنگرن لاءِ. سنگرو مهراج جن سندن آتي شردا ۽ پريم ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ هن ڀڄن ڏٺاران گيان دان ڏنائون.

## ڀڄن (سرٺوري)

آهين آتم روپ تـون ڀڳوانجو پاڻ
ست چت آنند ڀڳوانجو روپ سڃاڻ.

١- ديهہ استول تـون ڪارڻ ناهين
سوکـيـم ديـهہ نہ ساڌارڻ آهين
سڀ ڪان نيارو تون نارائڻ آهين
ڪي پرمن جو تون دل مان پاڻ.

٢- پـنج ڪوش ڪـان نيارو آهين
پرماتـم روپ تـون پيارو آهين
سڀ جڳہ جـو تون سهارو آهين
ڪـول اڪـيون ڀڳوانجو پاڻ پڇاڻ

٣- جاڳـرت سپنو ششوپت ناهين
ونهو نـہ ٽ يـجس پـراڳيہ آهين
ساکي روپ تون سڀ جو سائين
جاڻ اندر بہ هـيءَ آهـجاڻ.

٤- تون ٿي وشو جـو ڪرتـا آهين
پوشـڻ وارو پـرتـا آهـيـن
پرلہ روپ پـڻ هرتا آهين
ماڌو هـي سڀ ڀڳوانجو ماڻ.

آچاريہ ستگرو مهراج جن گيان جا ساگر هئا. هينئر پنهنجي شش تي آئي پرسن هئا ۽ خوش ٿي ڪيس گيان روپي گنگا ۾ خوب ٽٻيون هڻائڻ لڳا. چوڻ لڳا تہ هي پٽر تون ١۴ ترپٽي، ڏسن ديهن، ڏن جيون ۽ پنجن ڪوشن کان نيارو درشٽا روپ اُنهن سڀني جي ڄاڻڻ وارو ساکي پرمانند سروپ، سيم پرڪاش آتما آهين. سڀ ڪجهہ تو ۾ آهي. اسين تہ صرف توکي تنهنجو سروپ ڏيکاريندا سين جيئن تون پنهنجو پاڻ سڃاڻي سگهين ۽ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ سان ئي مڪتي ملندي. اِنهيءَ ڪي ئي آتم گيان چئبو آهي. پورڻ ستگرو پنهنجي شش کي صرف آتم گيان پراپت ڪرڻ جو رستو ٻڌائيندا آهن. سوامي جن گرو مهراج کان پڇڻ لڳا تہ ستگرو مهراج جن پنهنجي شش کي اِهو سڃاڻڻ جو رستو ڪيئن ڏيکاريندا آهن. تنهن تي گرو مهراج جن سوامي جن کي هڪ درشٽانت ٻڌائڻ لڳا :-

درشٽانت :- هڪ جهنگل ۾ هڪ شينهن رهندو هو. هڪ ڏينهن جهنگل ۾ ڪيس شڪار نہ مليو شڪار جي ڳولها ڪندي بکہ ۾ بيحال ٿي پيو. آخر لاچار ٿي ڳوٺ جي طرف رخ رکيائين. جيئن ڳوٺ ۾ گهڙيو تہ سامهون ٻڪرين ۽ رڍن جو ڌڻ نظر آيس. اِهو ڏسي دل ۾ ڏاڍو خوش ٿيو تہ اڄ تہ مالڪ چڱو ڦاڙي ڏنو آهي. ٻڪن ۾ ٽيريءَ سان ڌڻ مٿان جهپٽيو.

پر ويجهو ويندي ٿي سندس وايون وائڙيون ڏسي ويڙون بکه غائب ٿي ويس ۽ شڪار ڪرڻ وسري ويس. ڇا ڏسي ته هڪ شينهن جو ٻچو ٻڪرين ۽ رڍن جي وچ ۾. شينهن کي ڏسي ٻي... ٻي ڪري ڀڄڻ لڳو. هن کان اهو سٺو نه ٿيو ته شينهن جو ٻچو ڪانئر ٿي ٻڪرين وانگر ٻي... ٻي ڪري ڊپ ۾ ڏڪي. سو شينهن هم ڪئي ته ٽم وڃي شينهن جي ٻچي مٿان ڪڙڪيو. کيس ڳچيءَ کان پڪڙي چوڻ لڳو ته تون شينهن جو اولاد ٿي ڪري ڏڪين ٿو. توکي شرم نٿو اچي. توکي ته مون وانگر گجگوڙ ڪري ٻڪرين ۽ رڍن مٿان حملو ڪرڻ گهرجي. پر اهو ٻچو شينهن کي ڏسي وڌيڪ ڏڪڻ لڳو. آخر شينهن کيس پڪڙي نديءَ جي ڪناري تي وٺي آيو ۽ کيس سندس سچو سروپ پاڻيءَ اندر ڏيکاريو تڏهن اُن شينهن جي ٻچي کي گيان آيو ته مان هن وٽي شينهن وانگر ٿي آهيان. بس پوءِ ٻنهين گڏجي خوب گجگوڙ ڪئي اهو ڏسي شينهن کي ڏاڍي خوشي ٿي ته اڄ مون هڪ ڀليل پنهنجي سروپ کان وڇيت شينهن کي سندس اصلي سروپ ڏيکاريو.

اهڙي نموني سچو ستگرو سچي گيان ڏاران پنهنجي شش کي ٻنهنجو سچو آتم سروپ ڏيکاريندو آهي. اهو ڇئي وري هڪ شبد ڏاران کين آتم گيان جو رهسيه سمجهائڻ لڳا :-

## شبد (سُرُ ٽوري)

آهه ست چت آنند روپ تنهنجو
هي اکنڊ روپ انوپ تنهنجو.

١- هي ڦرٽي جيئن سنسار اٿئي
ٻٽيو جگہ ہر جيکي جنسار اٿئي
سڀ ڪلپت جو وهنوار اٿئي
آهي ست روپ سروپ تنهنجو.

٢- برهم ہر اوم اُچار ٿيو
تنهن مان ڪرتا روپ ڪرتار ٿيو
سڀ مايا جو تہ پسار ٿيو
تنهن ہر اڏو روپ اروپ تنهنجو.

٣- هن مايا مان مهہ تتو ٻٽيا
تن تتون مان ئي ڪٽ ٿيا
تن گڻن پنهنجا انش رچيا
آهہ انشن ہر تہ اڏوپ تنهنجو.

٤- آهہ ماڏو سڀ ہر سار سچو
آهہ برهم روپ نرڌار سچو
آهہ ڪڪہ چن ہر ڪرتار سچو
سو پرُچن جو تہ پرُوپ تنهنجو.

سنگر مهراج جن ڪين سوڪيم گيان پڻائي گرو منتر جو دان ڏنو. منتر ڏيئي سنگر مهراج جن چوڻ لڳا ماڏو، هني رهي ڪري ٽوڪي ڪجهہ نيمن جو

پالڻ ڪرڻو پوندو. اُهو نيمن جي پالڻ ڪرڻ سان ئي ٿوڪي پورڻ پد جي پراپتي ٿيندي. مونکي خوشي ٿي آهي ته تو ۾ پورڻ شش جا سڀ گڻ پيدا ٿي ويا آهن. بس هاڻي اُهو نيمن جو پالڻ ڪندي تون سنسار جي بنڌن کان مڪت ٿي ويهه مڪت بڻجي هڪ ڏينهن پرم پد کي ضرور پراپت ڪندين. پر اهو سڀ ڪجهه سچي رهڻيءَ سان ئي ٿي سگهندو. جي رهڻي سچي نه آهي ته ڪهڻي ۽ چوڻي بيڪار آهي. پوءِ ان نام وٺڻ سان به ڪيل ڪمائي ثابت نه پوندي. ائين چئي گرو مهراج جن ڪين هڪڙو درشٽانت سچي رهڻي جو ٻڌايو جو هن ريت آهي.

درشٽانت :- هڪ ڳوٺ ۾ هڪ پهتل سنت آيو. سندس هاڪ چارون طرف ڦهلجي ويئي. پري پري کان ڏکي پراڻي سندس درشن ۽ آشيرواد لاءِ اچڻ لڳا. ڪوبه سوالي سندن در تان خالي نه ٿي موٽيو. اهو ٻڌي هڪ مائي پنهنجي بيمار پٽ کي وٺي سنتن جي شرن ۾ آئي. هن ڏٻري ٻار کي ڏسي سنتن جي دل ۾ ديا آئي. مائيءَ کي ويجهو گهرائي پڇڻ لڳا ته هن ٻار کي ڪهڙو ڪشٽ آهي. مائيءَ روئڻهارڪي ٿي چيس ته مهراج ويد طبيب سڀ پيٽيا اٿم پر ڦڪيءَ فرق ئي ڪونه ٿو

پئي. بيماريءَ جي ڪنهن کي سمهڻ ئي ڪانه ڏي
پوي، بس ڇوڪرو وڃي ٿو ڏينهون ڏينهن ڪمزور
ٿيندو. سنتن ماءُ کان پڇيو ته هي ٻار ڇا ڇا
کائيندو آهي؟ ماءُ ورائيو، ”سائين جيڪو گهر ۾
ٿيندو آهي سو سڀ کائيندو آهي پر سڄو ڏينهن ڳڙ
تي مارو اٿس ڳڙ جي پچر ئي نٿو ڇڏي.“ سنتن ماءُ
جي ڳالهه ٻڌي کيس ستن ڏينهن کان پوءِ اچڻ لاءِ
چيو. ماءُ ست وڃڻ ڇڏي رهندي رهي. ماءُ هڪ
هڪ ڏينهن ڳڻي کاٽيو. آخر اهو سڌ ورو ڏينهن آيو.
ماءُ پرڀات جو اُٿي سنان ڪيو ۽ ٻار کي تيار ڪري
سنتن جي وات ورتي ۽ آخر اچي منزل تي پهتي.
سيني جي وڃڻ کان پوءِ سنتن ماءُ کي ٻار سوڌو
گهرايو. ٻار کي ويجهو وهاري پيار سان مٿي تي
هٿ ڦيري چيو ته پٽ تون اڄ کان پوءِ ڳڙ اصل نه
کائج. ٻار سنتن جي چرڻن ۾ جهڪي پرڻ ڪيو ته
اڄ کان پوءِ ڳڙ کي هٿ نه لائيندس. اهو سڀ
ڏسي ماءُ جي دل ۾ هڪ شنڪا جاڳي. سوچڻ لڳي
ته سنتن نڪا ڦڪي ڏني نڪا سٽي بس رڳو ٻار کي
چيائون ته ڳڙ نه کائج. اها ڳالهه ته سنت اڳئين
دفعي به چئي سگهون ها. ناحق مون ٻيرسن کي
ڏهن ڪوهن جو پنڌ ڪرايائون. ماءُ جي چهري
تي شنڪا جا ڀاوَ ڏسي سنت سمجهس من جا ڀاوَ

سمجھي ويا ڇيائونس تہ مائي ٽوڪي کا شنکا ھجي تہ پڇ، اسين ان جو سماڌان ڪنداسين. تنھن تي مائيءَ چيو تہ سائين مان ھتان ڪان پنج ڪوھہ پري رھندي آھيان. مان جڏھن اڳئين ھفتي آيس تہ توھان مونکي سٺن ڏينھن کان پوءِ اچڻ لاءِ چيو ھو. مون سوچيو شايد توھان ھن ٻار لاءِ ڦڪي سٺي تيار ڪرڻ ٿا چاھيو، پر توھان تہ ھن کي ڪجھہ بہ نہ ڏنو صرف چيو تہ اڄ کان پوءِ گڙ نہ کائج. سو اھا نصيحت تہ توھان ھن کي اڳئين دفعي بہ ڏيئي سگھيا ٿي پوءِ توھان مون ٻڍيءَ کي ڏھن ڪوھن جو چڪر ڇو ڪارايو. تنھن تي سنتن وراڻيو امڙ جڏھن توھان پھرئين دفعي ٻار کي مون وٽ وٺي آيا ھئا تڏھن مون سنڌس بيماريءَ جو ڪارڻ سمجھيو ھو. ٻار جي بيماريءَ جو ڪارڻ گڙ ھو ۽ گڙ ڇڏڻ ڪان سواءِ ھي ٺيڪ نہ ٿي سگھندو. اسان اھا نصيحت ڪيئن ڪرڻ ٿي چاھي. پر اُن ڏينھن اسان پوڄن ۾ گڙ ورتايو ھو. اھڙي حالت ۾ جي اسين ڪيئن گڙ نہ کائڻ جي نصيحت ڪريون ھا تہ اُن جو اثر ئي نہ ٿئي ھا. ڇاڪاڻ تہ ٻنان رھڻيءَ، ڪھڻي بيسود آھي. اسان پورو ھفتو گڙ کائڻ کان پرھيز ڪئي آھي ۽ ان کان پوءِ ٻار کي گڙ کائڻ کان منع ڪئي آھي. اھڙيءَ ڪري اسان جي رھڻيءَ جو اسان جي ڪھڻيءَ

تي اثر ٿيندو آهي ۽ ٻار هاڻ ڳڙ بلڪل نه کائيندو ۽ ايشور جي ديا سان آوس ٺيڪ ٿيندو. سنتن جي اها ڳالهه ٻڌي مائيءَ جي دل ۾ سنتن لاءِ اڳئين کان به وڌيڪ عزت ۽ شردا پيدا ٿي.

اهو در حقيقت ٻڌائي گرو مهراج جن سوامي جن کي چوڻ لڳا ته ابا هن راهه ۾ سچي رهڻيءَ سان ئي منزل تي پهچي سگهبو. هن ڳالهه کي چڱي طرح سمجهائڻ لاءِ کين هيٺيون ڀڄن ٻڌايائون.

## ڀڄن (سر حسيني)

رهڻي سان يوگي سڏيءَ کي ٿا پائين
ڦرٽا سڀ مٽائي برهم ۾ سمائين

١- ڌري ڌيان دل ۾ اوم جي اکر جو
پراڻن کي روڪي ٽڪ ۾ ٽڪائين

٢- وهن سي ويراڳي پدم سٽ آسڻ تي
ورتيءَ کي ته دواري دسوين لڳائين

٣- سڻي ساز سهڻو انهد جي آواز جو
شبد ساڻ سرتي موڙي ته ملائين

٤. سڏيءَ ساڻ سادي ماڌو مدرائون
اکنڊ جوت انيڪ اندر ۾ جڳائين

سائين جن هت ٻڌي نمرتا سان سامهون ويٺا آهن ۽ سندن گيان پريم ڀوروک گرهڻ ڪري رهيا

آهن. ستگر مهراج جن سنڌن سک ۽ شرڌا ڏسي کيس گيان روپي گنگا ۾ گهريون ٽٻيون ڏيارڻ لڳا. ستگرن فرمايو ته پٽ هن انسان ۾ ٻه شڪتيون آهن، هڪ شاريرڪ ۽ ٻي مانسڪ. جيڪو ڪم اندرين سان ڪيو وڃي ٿو، تنهنکي شاريرڪ شڪتي چيو وڃي ٿو ۽ جو ڪاريه من ۽ گيان اندرين سان ڪيو وڃي ٿو تنهنکي مانسڪ شڪتي چيو وڃي ٿو. اُن شاريرڪ شڪتيءَ کي پراپت ڪرڻ لاءِ هي آسڻ ڪرڻ گهرجن،

سڌ آسڻ، پدم آسڻ، اڌ پدم آسڻ، مستيند آسڻ، اڌ مستيند آسڻ، سروانگ آسڻ، شيرش آسڻ، پشچموتان آسڻ، اڌ پشچموتان آسڻ. انهن آسڻن کي نيم سان ڪرڻ سان شرير نروڳ ۽ تندرست رهندو ۽ تندرست شرير ۾ ئي تندرست من واسو ڪندو آهي. هن شرير کي ايشور جي ڏنل امانت سمجهي ان کي تندرست رکڻ گهرجي. هن شرير روپي مندر ۾ ايشور روپي آتما نواس ٿي ڪري، انهيءَ ڪري شرير جي شڌيءَ شڪتيءَ لاءِ يتن ڪرڻ ضروري آهي.

شاريرڪ شڪتيءَ سان گڏ مانسڪ شڪتيءَ کي وڌائڻ به ضروري آهي ۽ مانسڪ شڪتيءَ کي وڌائڻ لاءِ هنن قاعدن جو پالن ڪرڻ جو يتن ڪرڻ گهرجي.

(۱) پورن برهمچريه يعني من، ڪرم ۽ وچن سان شڌتا (۲) چوويهن ڪلاڪن ۾ رڳو هڪ دفعو ڀوڄن ڪرڻ (۳) شڌ ڀوڄن ورتائڻ يعني سادو ۽

پوتر پوڄن ڪرڻ (۴) نشيدار شيون جهڙوڪ تماڪ، شراب وغيره پلي پلائي به نه واپرائڻ (۵) پنهنجي شرير ۽ ڪپڙن کي هميشه صاف رکڻ (۶) زبان کي هميشه پوتر رکڻ. ڪڏهن به اڻ وڻندڙ لفظ نه ڳالهائڻ (۷) پنهنجي من جي خيالن کي سدائين شڌ رکڻ. ڪڏهن به خراب خيالن کي اندر اچڻ جي اجازت نه ڏيڻ (۸) جيترو ٿي سگهي اوترو چڱا ۽ شڀ ڪرم ڪرڻ (۹) دنيوي پدارٿن جي چاهنا ڪڏهن به نه رکڻ (۱۰) من کي بي اعتبار سمجهي ساوڌان رهڻ ۽ پنهنجي وس ۾ رکڻ (۱۱) صبح جو سوير ۴ بجي اُٿي ڌيان ۽ سمرڻ ڪندو رهي.

مٿيان اُپاءَ ٻڌائڻ کانپوءِ گرو مهراج جن سوامي جن کي هڪ ۹ انچ ڊگهو ۽ ۴ انچ ويڪرو پنو ڪٽي اچڻ لاءِ چيو ۽ ان پني تي هيٺيون منتر ڪاريءَ مس سان لکي اچڻ لاءِ چيو:-

”منهنجي اڇا شڪتي تيز آهي
مان هن شڪتيءَ جي ٻل سان
سڀ ڪم پورا ڪري سگهان ٿو.“

هر روز هڪ منٽ پنو کولي هن منتر کي ڏسندو رهي ۽ اکيون بند ڪري جيترو ٿي سگهي اوترو من کي ايڪاگر ڪري اندر ۾ مٿيون منتر چوندو رهي. تنهن کان پوءِ ڪاغذ ويڙهي پاڻ وٽ رکي ڇڏي ۽ ڏينهن رات جيسين جاڳندو رهي تيسين

تائين ڪلاڪ ڪلاڪ ۾ ان ڪاغذ واري لڪير منتر تي هڪ ٽڪ ڌيان لڳائي ۽ اهو منتر اندر ۾ چوندو رهجي. سمهڻ وقت ۾ ۴ منٽ ڌيان لڳائي ۴۰ دفعا اهو منتر چئي پوءِ سمهي رهجي ۽ تنهن سان گڏ هر روز چندرمان ۽ سورج ڏي پڻ ڌيان ڪندو رهجي. سج جي اُڀرڻ يا لهڻ مهل جنهن وقت سج گول هجي تنهن وقت ٻه منٽ اُن ۾ ڌيان لڳائجي پر اکيون بلڪل نه چنجهجن. اول ٿورو وقت ڌيان لڳائجي پوءِ ڍيري ڍيري وڌائجي. ساڳيءَ ريت چندرمان تي به ڌيان لڳائجي پر چندرمان تي صرف سهائڻن راتين ۾ ڌيان لڳائجي. ڌيان لڳائڻ کان پوءِ اڌ ڪلاڪ تائين اکين تي پاڻي نه لڳائجي.

هن منتر جي مهما تمام وڏي آهي. جنهن وقت هي منتر سڌ ٿي ويندو تنهن وقت تو ۾ اپار شڪتي پيدا ٿي ويندي ۽ ان شڪتيءَ سان تون هرڪو ڪم راس ڪري سگهندين. هن منتر سان تو ۾ سنڪلپ شڪتي مضبوط ٿي ويندي ۽ ان سنڪلپ شڪتيءَ دئاران تون پنهنجي منزل تي پهچي سگهندين. جيڪو ڪارج هٿ ۾ کڻندين سو پنهنجو پاڻ پورو ٿي ويندو. جيڪو تون چاهيندين سو تون پراپت ڪري سگهندين ۽ جيڪو تون ٿيڻ چاهيندين سو ٿي ويندين تنهن کان پوءِ پنهنجي من کي برهم سروپ بڻائڻ لاءِ هن يوگ مدرائن کي ڌارڻ ڪندو رهجي.

# نام دان



مهر جي نظر ڪري سو ڪيم ڳيان ٻڌائي گر منتر ڏنا

مدرائون به پنجن پرڪارن جون ٿينديون آهن:
١. کيچري ٢. ڀوچري ٣. چاچري ٤. اگوچري
٥. انمني. انهن کي هيٺ ڄاڻايل طريقي سان ساڌي سگهجي ٿو:-

(١) رسنا کي مٿي تارون سان لڳائي ڌيان لڳائي کيچري مدرا کي ساڌي وس ۾ ڪري سگهجي ٿو.

(٢) اڙا ۽ پنگلا ناريءَ سان، پراڻ اپان وايوءَ دوارا پراڻايام ڪري ڀوچري مدرا کي ساڌي سگهجي ٿو.

(٣) نيڻن دوارا تراٽڪيءَ ۾ ڌيان لڳائي، چاچري مدرا کي ساڌي سگهجي ٿو.

(٤) پنهنجن ڪنن کي بند ڪري انهد جي آواز سان، اگوچري مدرا کي ساڌي سگهجي ٿو.

(٥) دسوين دوار ۾ ڌيان ۾ لڳائي، انمني مدرا کي ساڌي وس ۾ ڪري سگهجي ٿو.

مدرائن جو گيان ڏيڻ ڪانپوءِ گرو مهراج جن ڪين چوڻ لڳا ته منتر يوگ جو ڌيان هن طرح ڪجي. پهريائين سڌ آسڻ ۾ ويهي، آتم سروپ ۾ ڌيان لڳائي گر منتر 2½ ڪلاڪ ڀڳتيءَ ۽ وڏيءَ سان هڪ هنڌ ويهي سمرڻ ڪري هنن ڏهن انهد جي آوازن ۾ ٻڌجي:
(١) سنک (٢) سارنگي (٣) بين (٤) چنگ

(٥) ستار (٦) مردنگ (٧) پکرة (٨) چيڙ (٩) شينهن گرجنا (١٠) بادل .

انهن آوازن کي ٻڌڻ لاءِ ڀرين سڌ آسن ۾ ڌي ويهه جيئن سڄو سرير سڌ ۽ ڳچي به سڌي رهي. اکين جي نظر نڪ جي اڳ واري ڀاڱي تي اٽڪي ڌيان ستگر جي مورت ۾ لڳائي نڪ سان پراڻايام ڪجي. نڪ جي هڪ پاسي کان پراڻ ڌيري ڌيري مٿي کڻي ٿورو وقت وٽ آهر روڪي وري ٻئي پاسي کان ڌيري ڌيري هيٺ لاهجي. اهو ڌيان رکجي ته جيترو وقت ساهه مٿي کڻڻ ۾ لڳي اوترو ئي وقت لاهڻ ۾ لڳڻ گهرجي. ان ريت پراڻايام ڪري پنهنجي سرتي اُن ۾ لڳائي، اندر ۾ مهاڪاويه جي ارٿ جو ويچار ڪجي هن يوگ جي ڪرڻ سان من آتم سروپ ۾ لين ٿي ويندو.

گرو مهراج جن سوامي جن کي چوڻ لڳا ته اسين ٿوڪي راج يوگ جي باري ۾ ٻڌايون ٿا. راج يوگ هن ريت ڪجي. هن يوگ جا اٺ انگ آهن.

(١) يم (٢) نيم (٣) آسڻ (٤) پراڻايام (٥) پرتهار (٦) ڌارڻا (٧)ڌيان (٨) سماڌي .

يم جا وري ڏهه اڱڻ آهن .

١. اهنسا ٢. سچ ڳالهڻ ٣. چوري يا ڪوڙ ڪپٽ نه ڪرڻ ٤. برهمچريه جو پالن ڪرڻ ٥. ڪميا

٦. ڌيرج ٧. ديا ٨. آرجيه ٩. ٿورو کائڻ ١٠. سوچ.

نيم جا به هيٺيان ڏهه لڇڻ آهن.

١. تپ ٢. سنتوش ٣. ستگروءَ ست شاسترن ۽ ايشور ۾ شرڌا ٤. دان ٥. ايشور جو سمرڻ ٦. ڌيان ٧. ڌريه ٨. درڍتا ٩. شروڻ ١٠. جاپ.

ايه يوگ واسطي ٻه مکيه آسڻ آهن:-

١. سڌ آسڻ ٢. پدم آسڻ.

سڌ آسڻ هيٺين ريت ڪري سگهبو.

سڀ کان پهرين پالٿي ماري زمين تـي ويهڻ گهرجي. ان کان پوءِ کاٻي پير جي کڙيءَ کي جيترو ٿي سگهي اوترو اندر ڇڪي رکجي ان کان پوءِ ساڄي پير جـي کڙيءَ مٿان رکي سڌو ٿـي ويهڻ گهرجي.

پدم آسڻ هن ريت ٿيندو آهي.

سڀ کان پهرين زمين تي مرگه ڇالا، ڪمبل يـا آسڻي وڇائي ان تي پالٿي ماري ويهڻ گهرجي. هاڻي کاٻو پير ساڄي ٽنگ جي سٿر تـي رکي ۽ ساڄي پير کي کڻي کاٻي ٽنگ جي سٿر تي رکي سڌو ٿي ويهڻ گهرجي. هاڻي ٻئي هٿ ٻانهيان ورائـي، ساڄي هٿ سان کاٻي پير جي آڱوٺي کي پڪڙجي ۽ ڏائي هٿ سان ساڄي پير جي آڱوٺي کي پڪڙجـي. انهيءَ کي پدم آسڻ چئبو آهي.

اهڙيءَ طرح يوڳ ۾ اڀياس جو گيان ڏيئي گرو مهراج جن چوڻ لڳا ته مليل گيان ۽ منترن جو اڀياس سنڀالي ڪنهن پورن گروءَ وٽ وڃي ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته ستگروءَ ڪانسواءِ يوڳ ۾ اڀياس ڪرڻ مشڪل آهي.

ٻن گروءَ جي گيان نه اُپجي، نا سک ۾ وسي مناءِ
نانڪ نام وهوڻي من مکي، ڀاسن جنم گنواءِ.

يوڳ جو گيان ڏيڻ کانپوءِ ستگرو مهراج جن سوامي جن کي اندرين جو گيان ڪرائڻ لڳا.

۱. اِسٿول ديهه پنجن تتن ۽ پنجويهن پرڪرتين جي ٺهيل آهي.

۲. سوکيم ديهه سترهن تتن جي ٺهيل آهي. پنج گيان اِندريون، پنج ڪرم اِندريون، پنج پراڻ، سورهون من ۽ سترهين ٻڌي.

پنج گيان اِندريون آهن ۱. ڪن ۲. اکيون ۳. نڪ ۴. زبان ۵. چمڙي.

پنج ڪرم اِندريون آهن ۱. وات ۲. هٿ ۳. پير ۴. لنگ ۵. گديا.

پنج پران آهن ۱. پران ۲. اپان ۳. سمان ۴. ادان ۵. ويان.

۱. پراڻ وايو هردي ۾ رهي ٿي، رات ڏينهن ۾ ايڪيهه هزار ڇهه سؤ (۲۱۶۰۰) سواسن ڪڍڻ جو ڪم ڪريون ٿا.

٢. اپان وايو مول ۾ رهي ٿي ۽ مَل، پيشاب ۽ گندي هوا کي ٻاهر ڪڍي ٿي.

٣. سمان وايو نابيءَ ۾ رهي کاڌل ڀوڄن مان رس ڪڍي ناڙين دئاران سڄي شرير کي پهچائي ٿي.

٤. ادان وايو ڪنٺ ۾ رهي، جيڪو اسين آن کائون ٿا ۽ جل پيئون ٿا تن کي جدا جدا نلين ۾ موڪلي ٿي.

٥. ويان وايو سڄي شرير جي سنڌن ۾ رهي سنڌن کي چورڻ پورڻ جو ڪم ڪري ٿي.

ڪي مهاتمائون اپ پراڻ جو به ذڪر ڪندا آهن. اُهي هن ريت آهن.

١. ڪورم ٢. ڪري ڪت ٣. ناگت ٤. ديودت ٥. ڌننجيہ.

١. ڪورم اکين جي پلڪن ۾ رهي پلڪن کي هلائڻ کولڻ ۽ بند ڪرڻ جو ڪم ڪري ٿو.

٢. ڪرڪل نڪ ۾ رهي ڇڪ ڏيڻ جو ڪم ڪري ٿو.

٣ ناگت مکہ ۾ رهي اوڳرائي ڏيڻ جو ڪم ڪري ٿو.

٤. ديودت ڪنٺ ۾ رهي اُٻاسي ڏيڻ جو ڪم ڪري ٿو.

٥، ڌننجيہ سڄي شرير ۾ رهي ڌڪ لڳڻ تي يا ڦٽ ڦرڙي ٿيڻ تي ان انگ کي سڄائڻ جو ڪم ڪريٿو ۽ مرڻ کان پوءِ به شرير کي سڄائڻ جو ڪم ڪري ٿو.

اهڙي طرح پورڻ گروءَ کان پورڻ گيان پراپت ڪري پورن شش جنسي جهومڻ لڳو ۽ خوشيءَ مان پهنجي ستگرن جي اُستتي ڪرڻ لڳو .

ڀڄن (سر تلنگ)

سد وار وڃان ٻلهاري
من ستگر تان سو واري

۱- ستگر پوري گيان ٻتايو،
سڀ هنڌ پورن گيان لکايو،
ڪولي ٻيحد جي چوٻاري........

۲- ستگر پوري جوت جڳائي،
سڀ هنڌ ساڳي صورت لکائي،
توڙي اوديا موهہ جي ڇاري.......

۳- ستگر پوري پاتي سرائي،
جنم جنم جي ميٽي اونڌاهي،
هٽي گيان سندي تہ ڪناري.......

۴- ستگر پوري پيالو پياريو،
تن من ماڌو ٻل ٻر نثاريو،
لائي انيڻ جي تہ خماري،

سد وار وڃان ٻلهاري،
من ستگر تان سد واري.......

اُستتي ڪندي چوڻ تہ سدن من ٿي نہ پٺي ڇاپيو. ڀلا ڇاپيند و بہ ڪيئن؟ مس مس وڃي عرض

اڳھيو ۽ ملي ويئي ڪرپا جي ڪٽي. پورا ست سال پنڌ ڪندي نڪري ويا. اڄ وچ برابر جاري ھئي. شيوا ۾ ڪابہ ڪمي نہ ڇڏيائون. من مضبوط ڪري پير پٽي ۾ ڪونہ ھٽايائون. پوءِ اھڙا لعل ڏسي تہ ايتري ھستي ۽ مستي جي ماڻ رکڻ جا حقدار آھن، پر ماڻ ۾ بہ نماڻائي ھئي.

سوامي جن گر گيان پراپت ڪري ستگرو مھراج جن کي وار وار پرڻام ڪري چوڻ لڳا مھنجا وڏا ڀاڳ جاڳيا آھن جو اوھان ڪرپا ڪري پنھنجي چرن ڪملن ۾ مونکي سويڪار ڪيو آھي ۽ مھنجي اندر ۾ گيان روپي جوت جڳائي اگيان روپي انڌڪار کي مٽايو آھي. توھان وڏا ڪرپالو آھيو. جو نندين کي چنڊيو اٿو.

تڏھن تي گرو مھراج جن سوامي جن جي اھڙي نھٺائي ۽ نماڻائي ڏسي چوڻ لڳا تہ ابا اسين توتي آتي پرسن آھيون ۽ تنھنجي سچي ڀاونا، سڪ ۽ شردا ڏسي توکي پنھنجو بڻايو آھي. سنت ۽ ڀڳوان تہ ڀولا آھن. ڀڳت جي سچي ڀاو ڏسي ھو سڀ ڪجھہ لٽايو ڇڏين. اسين توکي سچي ڀاو سان ڀڳوان کي پراپت ڪرڻ جو ھڪ درشٽانت ٻڌايون ٿا.

درشٽانت :- ھڪ ڳوٺ ۾ ھڪ مندر ھو اُن مندر ۾ ڀڳوان رام ۽ سيتا جي مورتي اِستاپت ڪيل ھئي.

ان مندر جي شيوا هڪ سشيل ۽ گياني ٻراهمڻ
وٽي ودان ۽ شڌتا سان ڪندو هو. ان پوڄا پاٺ ۾
سندس شش مدد ڪندو هو. ڪجهه ڏينهن کانپوءِ
براهمڻ کي ڪنهن ڪم سانگي ڳوٺ کان ٻاهر وڃڻو
پيو. وڃڻ کان اڳ هن پنهنجي شش کي سڏي
ڀڳوان جي پوڄا، آرتيءَ ۽ ڀوڳ لڳائڻ جي ودي
سمجهائي چيو ته پٽ هڪ ڳالهه جو خاص ڌيان رکج
ته اشنان ڌيان ڪري سڀ کان پهرين ڀڳوان تي ڀوڳ
لڳائج. ڀڳوان جي ڀوڄن ورتائڻ کان پوءِ ئي تون
ڀوڄن ڪج.

براهمڻ ديوتا جي وڃڻ کان پوءِ هيءُ ڀولو ڀڳت
رات ڀر اهو سوچيندو رهيو ته گرو مهراج اهو ته
ٻڌايو ڪونه ته ڀڳوان کي ڇا ڇا پسند آهي. آخر دل
۾ سوچي پڪ ڪيائين ته صبح جو سيرو پوري ۽
رات جو کيرڏي ٺاهيندس. اهي پڪوان مونکي به
وڻندا آهن ۽ ڀڳوان به ضرور خوشيءَ سان کائيندو.
صبوح ٿيندي ئي صفائي سان شنان ڪري ڏاڍي
چاهه مان ڀڳوان لاءِ ڀوڄن تيار ڪيائين ۽ آرتي پوڄا
ڪري ڀڳوان ڏي ڀوڳ لڳائي سندن کي ارداس
ڪيائين ته هي ڀڳوان هي ڀوڄن مون سڪ ۽ شرڌا
سان توهانجي لاءِ ٺاهيو آهي توهين ڪرپا ڪري
سويڪار ڪريو. ڪجهه وقت کان پوءِ پڙدو هٽائي

ڏنائين ته ڀوڄن ته جيئن جو تيئن پيو آهي. دل ۾ ڏاڍو ڏک لڳس ته الائي ڪهڙي غلطي ٿي آهي جو ڀڳوان ناراض ٿيو آهي ۽ ڀوڄن ئي نٿو ڪري. ڀڳوان کي وار وار پرارٿنا ڪري ڀوڄن ورتائڻ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳو. ڪيس ٻه ٻک، ستائڻ لڳي، پر گروءَ جي آگيا جو اُلنگهن ڪيئن ڪري. گرو مهراج حڪم ڪيو هو ته پهرين ڀڳوان ڀوڄن ورتائي تنهن کان پوءِ ئي تون ڀوڄن ڪج. اُئين ڪندي رات ٿي ويئي. سوچيائين هي ڀوڄن تہ ٿڌو ٿي ويو آهي هاڻي وري گرم گرم کيرڻي ٺاهي ڀڳوان تي ڀوڳ لڳايان اها کيرڻي ته ڪيسر، پستن ۽ بادامن واري ڀڳوان ضرور ورتائيندو.

کيرڻي ٺاهي ڀڳوان تي ڀوڳ لڳائي هٿ جوڙي ڏاڍي پريم سان کين ڀوڄن ورتائڻ لاءِ عرض ڪرڻ لڳو. ٿوريءَ دير کان پوءِ لياڪو پائي ڏسي ته کيرڻي جيئن جو تيئن پيئي آهي. هاڻي کيس اها چنتا ستائڻ لڳي، ته گرو مهراج جن ڏاڍو ناراض ٿيندا ته ڀڳوان کي مون ٻکيو رکيو، ان چنتا ۾ ڪانئس پنهنجي ٻک ئي وسري ويئي. سڄو ڏينهن ان جل نه ورتائڻ ڪري ويچاري ڀڳت جو شرير نستو ٿي پيو، پر وري به جيئن تيئن ڪري وري نئين سر ڀوڄن تيار ڪري، ڀڳوان کي ڀوڄن ورتائڻ لاءِ ٻاڏائڻ لڳو. اُئين ڪندي ٻه ٽي ڏينهن ٿي ويا. هاڻي

گروءَ جي موٽڻ جو وقت اچي پريو هو. سو ڀڳوان کي دين من ٿي وينتي ڪيائين ته هي ڀڳوان جي ڏون پوڄن نه ورتائيندين ته گرو مهراج مون تي ناراض ٿيندو ۽ ان ئي ڪهڙي سزا ڏيندو. سو جي تون منهنجو عرض اونائي راضي ٿي، پوڄن نه ڪندين ته آءٌ تنهنجي چوکٽ تي مٿو ڦوڙي جان ڏيندس.

هاڻي ڀڳوان ڪان رهيو نه ٿيو، ڀڳت جو اهڙو سچو ۽ نشڪپٽ ڀاؤ ڏسي اچي ساڪيات پرگهٽ ٿيا. ڀڳت ڀڳوان جو درشن ڪري گد گد ٿيو. سندس اکين مان خوشيءَ جا آنسو وهڻ لڳا جنهن سان پوتر چرڻ ڌوپجي ويا. پريل گلي سان کين ڏوراپو ڏيڻ ئي چوڻ لڳو ته هي ڀڳوان توهان هن ٻولي ڀڳت کي ايترو ڇو ستايو مونکان ڪا غلطي ٿي هجي ته مونکي معاف ڪريو، پر پهرين توهين پوڄن ورتايو نه ته منهنجو گرو مهراج مونتي سخت ناراض ٿيندو. معافي وٺي چوڻ لڳو ته اڄ توهانکي اهو ٿڌو پوڄن ڏي ڪرڻو پوندو چاڪاڻ ته ٽي ڏيئهن آن جل نه ورتائڻ ڪري مون ۾ ته اُٿڻ جي ئي سمرٿي نه رهي آهي ڀڳوان کيس دلداري ڏيندي چيو ته هاڻي تون ڪابه چنتا نه ڪر اسين اچي ويا آهيون سڀ ڪجهه پاڻهي سنڀاليندا سين. ائين چئي ڀڳوان سيتا کي رسوئي تيار ڪرڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ لڪشمڻ کي جهنگ

مان ڪاٺيون ۽ پاڻي ڀري اچڻ لاءِ موڪليو. ٿوري
وقت ۾ سواد شٽ ڀوڄن تيار ٿي ويو. سيني گڏجي
پريم سان کاڌو. اهڙي نموني ڀڳوان ڀڳت جي شيوا
۾ لڳي ويو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ سندس گرو
ڪم ڪار ڪري واپس موٽيو ۽ ڪانئس حال احوال ورتئن
لڳو ته پٽ ڀڳوان تي ڀوڳ ته نيم سان لڳائيندو
هئين. هن ڀولي ڀڳت ٻڌايس ته مهراج پهريان ٽي
ڏينهن توهانجي ڀڳوان ڏاڍو تنگ ڪيو پر پوءِ مان ٻه
ضدي آهيان، کيس عرض ڪيم ته جي ڀوڄن نه ڪندا
ته توهانجي چوکٽ تي سر ٽوڙي جان ڏيندس ۽
اهو پاپ توهانتي پوندو. بس ڀڳوان اُن ڌمڪيءَ
تي ڊڄي ويو ۽ درشن ڏنو ۽ منهنجي خوب شيوا
ڪيائون. ماتا سيتا سواد شٽ ڀوڄن تيار ڪندي
آهي. شري لڪشمڻ جهنگل مان ڪاٺيون ڪري
ايندو آهي، ڀڳوان رام خود پاڻي ڀريندو آهي ۽
اسين سڀ گڏجي ڀوڄن ڪندا آهيون. هيئنر ٻه
سڀ پنهنجو ڪم ڪري رهيا آهن. ٿوهين جلد هلي
ڏسو. گرو اهو ٻڌي وسمئه ۾ پئجي ويو. سمجهيائين
ته منهنجي شش جو دماغ خراب ٿي ويو آهي جو
اهڙيون چريائپ جون ڳالهيون ٿو ڪري. ڀلا ڀڳوان
جي مورتي اهو سڀ ڪم ڪيئن ڪندي. سو پنهنجي
شش کي چيائين ته هلي مونکي سڀ ڏيکار. هي
ڀولو ڀڳت پنهنجي گروءَ کي آشرم مان وٺي رسوئي

گهر ۾ ويو جتي ماتا سيتا ڀوڄن تيار ڪندي هئي.
۽ اُتي ته ڪاريءَ وارا ڪڪر اڳيا پيا هئا. هيءَ ويچارو
اهو ڏسي وائڙو ٿي ويو پنهنجي گروءَ کي وشواس
ڏيارڻ لڳو ته سندس ڳالهه ۾ ڪو به وڌاءُ ڪونهي
اهو سڀ سچ آهي. تڏهن گروءَ چيس ته جي تون
سچو آهين ته منهنجي سامهون هڪ دفعو پنهنجي
ڀڳوان کي مونکي ڏيکار. سو هي ڀولو ڀڳت ڀڳوان
جي مورتيءَ سامهون ويهي سچيءَ دل سان ڀڳوان
کي درشن ڏيڻ لاءِ ٻاڏائڻ لڳو. ڀڳوان پنهنجي ٻولي
ڀڳت جو پريم رکڻ لاءِ پرگهٽ ٿي سندس گروءَ کي
به درشن ڏنو. اهو ڏسي گرو گد گد ٿي چوڻ لڳو
اڄ هن ڀولي ڀڳت جي ڀاڳي منهنجو ڀاڳ کليو جو
ڀڳوان جو ساڪيات درشن ٿيو اٿم. پوڄا پاٺ ڪندي
عمر گذري ويئي پر ڪجهه به پراپت نه ٿيو. هاڻي
مون ڄاتو آهي ته ڀڳوان صرف ڀاو جو بکيو آهي.
جنهن وقت هيءَ آتما مڇليءَ وانگر بنان جل جي
ڀڳوان لاءِ تڙپي ٿي تنهن وقت ئي پرماتما جو
درشن ٿئي ٿو.

اهو درشٽانت ٻڌائي گرو مهراج جن سوامي
جن کي چوڻ لڳا ته اسان جيڪي گيان توکي ٻڌايو
آهي اهو تڏهن ثابت ٿيندو جڏهن دل ۾ گهڻو ڀاو
جاڳندو. اندر ۾ پرماتما لاءِ اها اڪير پيدا ٿيندي.

گرو مهراج جن جا اهي آمرت وچن ٻڌي سوامي جن چوڻ لڳا ته اهڙو گهرو ڀاو به توهان جي ڪرپا سان ئي پيدا ٿي سگهندو. هون اڄ پنهنجو سڀ ڪجهه توهان جي چرنن ۾ ارپڻ ڪيو آهي. منهنجا وڏا ڀاڳ آهن جو توهان جهڙي ڪامل گروءَ کي پاتو اٿم. اهو چئي مستيءَ ۾ ڳائڻ لڳا.

## شبد (سُر تلنگ)

واهه واهه اڄ درشن ڏيو شري مهراج جو
ڀاڳ جاڳيا ڪرم ڦليا، مڪه ڏٺو سرتاج جو.

١- تاپ ۽ سنتاپ سان
هيءَ جان ساري ٿي جلي
ٿي ويئي سيتل ۽ سندر
پائي گيان گڻ راج جو.

٢- آش هئي منهنجي اندر ۾
ٿل ملان هڪ وار مان
اڄ اُميدون سڀ پنيون
درشن پائي ديوراج جو.

٣- هٿ ٻڌي هاڻي نمي
ماڌو ڪيان پرڻام ٿو
ٿل رهي منهنجي مٿان
هٿڙو گروءَ جي ڀاڄه جو.

پس اهڙيءَ طرح اُستتي ڪري هٿ ٻڌي پيرن تي ڪري پيا. چوڻ لڳا تہ اهو آشيروادي مهر جو هٿ هميشہ رکندا اچجو، جيئن توهان جي ٻڌايل نيمن جو پالن مان پوريءَ طرح ڪري، شش جي ڪرتويہ جو پالن ڪري سگهان. هينئر هن داس کي مندر جي بہ ڪنهن شيوا لاءِ حڪم ڪريو. جيئن اُن شيوا کي ڪندي ڪندي جيون سڦل بڻجي پوي. ستگرو مشڪي چيو تہ ماڻ تو کي ڪهڙي شيوا ٻڌايون؟ ان تي سوامي جن وڏي نمرتا سان کين عرض ڪيو تہ مان هن پويتر يگيہ ۾ شيوا ڪندڙ سنتن جي وچ ۾ پاڻ کي شري رام چندر جي ڪرپا پاتر ٺوڙيئڙي وانگر ٿو سمجهان. اهو چئي گرو مهراج جي شيوا ۾ هي درشٽانت عرض ڪرڻ لڳا.

درشٽانت :- جنهن وقت ماتا سيتا تائين پهچڻ لاءِ نل، نيل جامونت ۽ ٻيا مهاوير رام جو نالو لکي وڏا وڏا پٿر سمنڊ ۾ وجهي پل ٺاهي رهيا هئا تنهن وقت ڀڳوان شري رام اُنهن جي پرسان ويهي دل ئي دل ۾ سندن لگن ۽ محنت کي ساراهي رهيا هئا. تڏهن اوچتو سندن نگاهہ هڪ ٺوڙيئڙي تي پيئي جو بار بار سمنڊ ۾ ٽٻي ڏيئي ۽ اچي پٺي ريتيءَ ۾ ليٽيو ۽ ريتيءَ مان لوٽ پوٽ ٿي پٺي سمنڊ ۾ ويو. ٺوڙيئڙي صبح کان شام تائين اهائي ڪار ڪندو رهيو. آخر ڀڳوان رام کان رهيو نہ ٿيو

سو نوڙيندڙي ٻرسان ڀوڄي ڪري ڪيس پيار سان
پنهنجي هٿ تي رکي پڇڻ لڳا ته ٻائي ڏون صبح
کان شام ڏائين ريٽيءَ مان سمنڊ ۾ ۽ سمنڊ مان
ريٽيءَ ۾ ليٽي ڪري ڇا ڪري رهيو آهين. تڏهن تي
نوڙيندڙي نمرتا سان هٿ ٻڌي ڪري ڀڳوان رام
کي عرض ڪيو ته هي ڀڳوان اڄ سڀ پراڻي ڏوهان
جا شيوڪ ماتا سيتا جي شيوا لاءِ هي پل ٺاهڻ جو ڀوتر
ڪاريه پنهنجي يٿا شڪتي ڪري رهيا آهن. مان
اوهانجو جيئاموڙو ننڍڙو جيو آهيان. منهنجي دل ۾
ڀي توهان لاءِ اڳاڌ شرڌا آهي سو سوچيم ته هن پنيت
ڪاريه ۾ مان ڀي يٿا شڪتي مدد ڪريان. سو مان هر
بار سمنڊ ۾ ٽٻي ڏيئي پاڻ آلو ڪري اچي ڏو واريءَ
۾ ليٽان. آلي هئڻ ڪري جيڪي ريٽيءَ جا ڪڻ
منهنجي وارن ۾ چپڪن ٿا سي سمنڊ ۾ ٽٻيو ڏيئي
هر بار وجهي ڏو اچان. سوچيان ٿو من ٿورو پاڻي
ائين ڪرڻ سان هيٺ لهي ۽ منهنجي شيوا ڀي شل
قبول ٿئي. ڀڳوان شري رام نوڙيندڙي جي ڀڳتي ڀاو
کي ڏسي ڏاڍو گدگد ٿيا. ساڻس مٿان آشيرواد
جو هٿ ڦيري پنهنجي شرڻ ۾ ورتائون ٿس.

اهو چئي سوامي جن هٿ ٻڌي ڪين عرض
ڪيو ته جيڪا ڀي شيوا ملندي سا ڀوڳتر ڀاونا سان دل
۽ جان سان ڪندا سين. گرو مهراج جن فرمايو ته ماڻهو
جيڪا شيوا ٻيا سنت آشرم ۾ رهي ڪري رهيا آهن

اهائي شيوا ڏوکي ٿي، ڪرڻي پونديون. ان سان گڏ تنهنجي سک ۽ شردا ڏسي ڀنڊاري جي نظرداريءَ جو اهم ڪم ٿي، اسين تنهنجي مٿان ٿا رکون. بس رڳو ستگرن جي حڪم ڪرڻ جي دير هئي. سوامي جن آشرم جي شيوا ۾ دل و جان سان لڳي ويا. رات ڏينهن دل ۾ اهائي چنتا لڳل هئي ته شيوا قبول پوي ۽ سندن پيار ۽ محبت جي نظر هميشه ٻڌي رهي.

هاڻي سوامي جن آشرم ۾ رهي آشرم جي سيني ڪاريه ڪرمن ۾ نيم سان پاڻ ونڻ لڳا. صبح جو يوگ وشش تر ٻاهر پرڪرڻ جي ڪٿا ٿيندي هئي جا ڏاڍي ڌيان سان ٻڌندا هئا. تنهن کان پوءِ سڀ سنت آشرم جي شيوا ۾ لڳي ويندا هئا. سوامي جن مٿي ٿي تغاريون کڻي آشرم جي نرماڻ ڪاريه ۾ خوب من سان شيوا ڪرڻ لڳا. اها شيوا ڪرڻ کان پوءِ ست و ڀنڊاري جي شيوا ۾ لڳي ويندا هئا. ڀنڊاري جي نظرداري جو ڪم تمام خبرداريءَ سان ڪرڻ لڳا. سيني کي ڀوڄن ڪرائڻ کان پوءِ پاڻ ڀوڄن ورتائيندا هئا. ڀوڄن ڏينهن ۾ صرف هڪ دفعو ڏي ورتائيدا هئا. ڀوڄن ورتائڻ کان پوءِ ڪنڌيءَ جي وڻ هيٺان ويهي تپسيا ڪندا هئا. شام جو آشرم ۾ ستسنگ نيم سان ٿيندو هو. ستگرو مهراج جن واري واري سان سيني سنتن کان ستسنگ ڪرائيندا هئا. جڏهن سوامي جن جو وارو ايندو هو تڏهن هو

ڏاڍي پريم سان سنڌ، سَتسنگ ڪندا هئا. سندن
ڳلي ۾ سرسوتيءَ جو واسو هو، سو جڏهن ڀڄن
ڳائيندا هئا تڏهن سڀ مگن ٿي ويندا هئا. پاڻ به
ڀڄن ڳائڻ ۾ ايترو ته کوئجي ويندا هئا جو ڪين ڪا
سُڌ ٻُڌ ئي نه رهندي هئي. اُن وقت سندن چهري
تي هڪ عجيب تيج ڀڙڪندو هو. جيئن ڀوءِ تيئن
سندن راڳ ۾ رس پيدا ٿيڻ لڳي. ڳلي ۾ ميٺاج سان
گڏ سندن آواز ۾ زبردست بلندي هئي جنهن وقت
هي ڀڄن ڳائيندا هئا اُن وقت پري پري کان پريمي
ڇڪجي سندن ويجهو ايندا هئا. ڌيري ڌيري سوامي
جن پنهنجي سنت منڊليءَ ۾ ٻين کان نيارا ڌروُ
تاري وانگر الڳ ٽلڪڻ ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا. جيئن آڪاش
۾ انيڪ تارا آهن پر اُنهن تارن ۾ ڌروُ تاري جي
چمڪ ۽ مهتو باڪل الڳ آهي اهڙيءَ طرح آشرم ۾
سيني سان گڏ رهندي به سندن اِستان ويو ٿي
الڳ ٽلڪڻ نهندو. ستگرو مهراج جي ڪرپا
درشٽي به ڏينهون ڏينهن ويئي ٿي وڌندي.

وري رات جو جڏهن ٻيا سڀ وڃي آرامي ٿيندا
هئا تڏهن سوامي جن مالڪ کي ريجهائڻ لاءِ ڪبرن ۾
ويهي نام جو سمرن ڪندا هئا ۽ يوگه اڀياس ڪندا
هئا. يوگه اڀياس ۾ ته سندن شروع کان ئي رچي
هئي. هتي ستگرو مهراج جن جي يوگيه مارگه درشن

۾ هن طرف ڏسي ٻيري ۽ سان قدم وڌائڻ لڳا. ڀوڳ
ابياس ڪندي کين محسوس انهو ٿيڻ لڳا. ڌيري ڌيري
کين ڪجهه سڌيون پراپت ٿيڻ لڳيون. ايندڙ
گهٽنائن جي کين اڳ ۾ ئي ڄاڻ ٿي ويندي هئي.
جنهن کي ڀاڻ ياد ڪندا هئا اهو شخص ازخود ڀاڻ
اچي سندن اڳيان حاضر ٿيندو هو. سندن ڀان ۾
سرسوتي واسو ڪرڻ لڳي. جيڪو ڪجهه زبان مان
ڪڍندا هئا سو ٿي ٿيندو هو. انهن عجيب گهٽنائن
جو جڏهن ستگرو مهراج جن سان ذڪر ڪندا هئا
تڏهن گرو مهراج جن کين چوندا هئا ته آيا سائين ۽
جي در تي ڌهڪو ڪٿو اگهايو آهي. پر اڃا منزل
گهڻي دور آهي. اهي ته سڀ هن رنگين ۽ جا رنگ
آهن. ڏون ٿ سندو هل، پر انهن ۾ ڀاڻ نه ڦاٿو آهي ۽
نه ٿي انهن سڌين جو ذڪر ڪنهن سان ڪجي.
اهو ڌهڪو ٻنڌڪ ٻنڌس آهي (جمع ڪاٿو) ڪنهن سان
ذڪر ڪرڻ سان اها ڪمائي گهٽجي ويندي آهي ۽
انهن رڌين سڌين کي ڪم آڻڻ سان اسين منزل کان
پري هليا ويندا آسين. جڏهن ڪو انهن رڌين سڌين
کي ڪم آڻي ڪرامتون ڏيکاريندو آهي تڏهن اُن
۾ اهم پيدا ٿيندو آهي ۽ جيئن هڪ مياڻ ۾ ٻه
تلوارون نه ماپنديون آهن تيئن خودي ۽ خدا
ڪڏهن گڏ رهي نه سگهندا آهن. خودي ٻندي کي
خدا کان جدا ڪندي آهي. انهي ۽ ڪري ابا جي

هن مالڪ کي پاڻ جي اندر ۾ اُڪير اُٿئي ته انهن سڀني کان تون پاسو ڪج. جڏهن سچي ڪمائي ڪري تون منزل تي پهچندين ۽ مالڪ سان مشاهدو ٿيندءِ تڏهن اهي رڪيون سڀيون ٽوڪي ڪوڙن ڪنچن مثل ڀاسنديون ۽ اُهي تنهنجي پليان پنهنجو پاڻ اينديون. هي رڪيون سڀيون ته مالڪ طرفان موڪليل پريکيائون آهن جيڪو سادڪ انهيءَ لالچ کان پاسو ڪري امتحان ۾ پاس ٿيندو سوئي منزل تي پهچي سچي مالڪ جو پيار پائيندو. انهيءَ ڳالهه کي اسين هڪ درشٽانت دؤاران کولي ٿا سمجهايون. ايترو چئي گرو مهراج جن سوامي جن کي هيٺيون درشٽانت ٻڌائڻ لڳا.

درشٽانت :- هيءَ ڳالهه گرن جي ڇهين پاتشاهي جي آهي. ان وقت گرو هرگوبند راءِ گديءَ تي براجمان هئا. سندن صاحبزادو بابا اٽل ڪين ننڍڙو پيارو هو. بابا اٽل گرو مهراج پڻ صاحب جن جا آگياڪاري هئا. گرو ڪرپا سان نام جي ڪمائي ڪري منزل تي اڳتي وڌي رهيا هئا. گرو هرگوبند راءِ هر روز شام جو شاهي دربار ۾ بابا اٽل کان ارداس جو پاٺ ٻڌندا هئا.

بابا اٽل جي اڃان ٻاراڻي اوستا هئي، هو فرست جي وقت پنهنجن دوستن سان اچي ذڪر راند

ڪندا هئا. اُنهن دوستن ۾ سندن گهرو دوست هو
موهن. هڪ ڏينهن شام جو راند ڪندي ڪندي شام
ٿي ويئي. بابا اڏل وارو وٺي رهيا هئا ۽ موهن وارو
ڏيئي رهيو هو. پر اوندهه ٿيڻ ڪري راند بند
ڪئي ويئي ۽ اهو فيصلو ڪيو ويو ته اها راند جاري
رهندي. بابا اڏل وارو وٺندا ۽ موهن وارو ڏيندو.

ٻئي ڏينهن تي راند جي ٽائيم تي بابا اڏل
موهن جي گهر موهن کي وارو ڏيڻ لاءِ ڪوٺڻ ويا.
اُتي مٽ مائٽ ۽ اوڙي پاڙي وارا ڪٺا ٿي روئي
رهيا هئا. بابا اڏل جڏهن موهن لاءِ پڇيو تـه کين
ٻڌايو ته رات جو نانگ جي ڏنگڻ ڪري موهن
گذاري ويو هو. بابا اڏل چيو ته اهو ٿي نٿو سگهي
بنان وارو ڏيڻ جي موهن وڃي نٿو سگهي. ايترو
چئي پٽ تي سمهيل موهن جي پرسان پهچي سندس
هٿ پڪڙي چوڻ لڳا، اُٿ ڀائي موهن اُٿي مونکي،
وارو ڏي هي ڇا جو مڪر ڪيو اٿيئي. بابا اڏل جو
ايترو چوڻ ۽ موهن اٿين اُٿي کڙو ٿيو جڻ ته گهري
ننڊ مان ڪنهن جاڳايو هجيس. هي ڪرشمو ڏسي
سڀني بيٺلن جون ڏندي آڱريون لڳي ويون. مئل
ماڻهو به ڪڏهن جيئرو ٿيو آهي؟ بابا اڏل موهن کي
وٺي اٿين راند تي هليو ويو جڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪونه
هو. سڀ ماڻهو تپرس ۾ نهاريندا رهجي ويا. مري

ويل موهن جي بابا اٽل ڏاران وري جيارڻ جي خبر سڄي شهر ۾ بجليءَ وانگر ڦهلجي ويئي. اها خبر ڦهلجندي ڦهلجندي گرو هرگووندراءِ جن جي ڪن تي به پيئي. کين ڏاڍو افسوس ٿيو ته بابا اٽل هيءَ ڪرامت ڏيکاري مالڪ جي حڪم جي آڏو آيا آهن.

گرو مهراج جن نيم موجب شام جو رهراس جي ٽائيم تي شاهي دربار ۾ پهچي ويا ۽ اتي بابا اٽل جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. ٿوري دير کان پوءِ بابا اٽل هٿ منهن ڌوئي جيئن دربار ۾ داخل ٿيڻ لڳا. تيئن ئي گرو مهراج جن کين اتي ئي بيهڻ جو حڪم ڏنو ۽ چوڻ لڳا ته بابا توهان شاهي دربار ۾ اچڻ جو اڌڪاري نه آهيو. تو اڄ موهن کي جيئاري جيڪا ڪرامت ڏيکاري آهي سا ڳالهه مالڪ جي حڪم جي ادولي آهي. هن ڪرامت ڏيکارڻ سان تون مالڪ جي حڪم جي آڏو آيو آهين ايئن ڪرڻ سان اسان جي ڪيل ڪمائي ختم ٿي ويندي. هاڻ ڏوهه جي سزا اسان کي ڀوڳڻي پوندي. هن ڏوهه جو هرجاڻو چڪائڻ لاءِ مونکي يا توکي چولو ڇڏڻو پوندو. هاڻ اهو فيصلو اسين توتي ئي ٿا ڇڏيون ته چولو ڪير ڇڏي. بابا اٽل هيءَ فتوا ڪنڌ هيٺ ڪري ٻڌي. ٿورو سوچي گرو مهراج جن کي عرض ڪيائون ته ڏوهه ڪندڙ کي سزا ڀوڳڻ گهرجي. مون

ڏوهه ڪيو آهي، مالڪ جي ڳجهه ۾ هٿ وڌو آهي.
انهيءَ ڪري مان حوالو ڇڏڻ لاءِ تيار آهيان. بس
هڪ دفعو پنهنجي چرڻ ڇهڻ جي آگيا ڏيو. گرو
مهراج جن ڏاڍي خوشيءَ سان ودا ڪيو.

بابا اٽل آگيا وٺي ستو ندي جي ڪناري تي
پهتا. اُتي نديءَ ۾ اشنان ڪري ڏينهن جي سيڪا
وچائي سمهي پيا ۽ مالڪ کي التجا ڪيائون ته
پنهنجن چرنن ۾ وٺن. سائين سندن عرض آگهايو
جوتي جوت سان سمائجي ويئي. هوڏانهن گروءَ جي
گهر ۾ بابا اٽل جي نه اچڻ ڪري ڳولها ڦولها شروع
ٿي ويئي. گرو مهراج جن اها ڳجهارت ڪنهن سان
به نه سلي هئي. سو آخر بابا اٽل کي نديءَ جي
ڪناري تي اچي ڳولهي لڌائون پر بابا ته مالڪ سان
ملي چڪا هئا سندن انتم سنسڪار ڪيو ويو. هن
قرباني ڏيڻ ڪري سندن ڪمائي بٽي رهي. سندن
جي ياد ۾ سندر دربار جوڙائي ويئي ۽ بابا جن کي
وردان ڏنو ويو ته :-

" بابا اٽل - پڪي پڪائي گهل "

سندن دربار تي چلهه اصل نه ٻرندي آهي سڀ
ڪجهه مالڪ جي ڪرپا سان تيار ٿي ٿرڪن جون
ٿرڪون ايندڻيون رهنديون آهن ۽ سدا ڀنڊارا ٿيندا
رهندا آهن.

گرو مهراج جن سوامي جن کي اهو درشٽانت ٻڌائي ڪري سمجهائڻ لڳا ته ماڻو تون منهنجن ٻين ششن کان بلڪل نيارو آهين تنهنجي سچي ڀڳتي، شرڌا لگن جي ڪري توکي هي سڀ رڌيون سڌيون پراپت ٿيون آهن پر منزل تي پهچڻ کان اڳ انهن رڌين سڌين ۽ ڪرامتن ۾ ٻاڻ کي اصل نه اُلجهائج. منزل تي پهچڻ کان پوءِ ته تون خود چوندين :-

تون ئي شيام مان ئي شيام
شيام، شيام ۾ لين
سرت ساگر ۾ ولين

جڏهن هيءَ آتما پرماتما جي چرنن ۾ لين ٿي ويندي تڏهن ڪوبه ڀيد نه رهندو آهي. تنهنجي اڇا هن جي اڇا ٿيندي ۽ هن جي اڇا تنهنجي اڇا ٿيندي. پوءِ تنهنجي هر اڇا ڪرامت ٿيندي، پر اُن لاءِ :-

خودي ڪو ڪر بلند اتنا
ڪ هر رضا سي پهلي
خدا خود بندي سي پوچهي
ڪ تيري رضا ڪيا هي.

اهڙي نموني ڌيري ڌيري ڪامل گروءَ جي سهاري ٻاڻ هر روز نيم سان ڌيان ۽ سمرڻ ڪرڻ لڳا. اُن طرف ويا وڌيڪ ۾ وڌيڪ ٽڪو قدم ڪڻندا.

هاڻي ڪين نام جي سمرڻ ۽ منتر جاپ ۾ مٺاس محسوس ٿيڻ لڳو. هاڻي نه رڳو صبوح شام سمرڻ ڪندا هئا، پر چوويهه ڪلاڪ ئي سندن رڳ رڳ ۾ رام رمڻ لڳو. اٿندي، وهندي، ڪائيندي پيئندي ۽ سمهندي جاڳندي هڪ نام جي ڌن لڳل هئي. واند ڪائيءَ جي وقت ڀيا ڀڄن ڳائيندا هئا.

## ڀڄن

پسڻ چاهين جي پريوءَ کي ته ڪر ويراڳ ويراڳي
ڇڏي سڀ ڏور دنيا جا، ماڻج ماڳ ويراڳي.

١- ڪيئن پاڻ سان ڪارو، ادا تو هن اڇي دل کي
ته ميٽي ڇڏ منڊائيءَ جو دل تان داغ ويراڳي.

٢- مايا جي موهه ۾ ڦاسي، ڪيو تو پاڻ کي قابو
ته مايا جي موهه کي ڏي ٽوڙ، برهه جي آگ ويراڳي.

٣- وشيه جي واسنا وس ٿي، ٻڌو تو پاڻ ڪرمن ۾
ته ڪاٽي ڇڏ قبوليت مان، وشيه جو راڳ ويراڳي.

٤- ويراڳ جي ورونهن ۾ ويهي، ڪوري ڪي ڪلپنا جيءَ مان
ته ماڻ تون ماڻين من ۾، سچو سهاڳ ويراڳي.

هاڻي سجاڳيءَ ۾ به سماڌي هئي. هٿ هاج ۾ ۽ من محبوب سان جڙيل هو. شيوا ڪندي به من منتر سان مليل هو. ڪڏهن دل جي ڌڙڪن ۾ هن

جو نالو پڙهندا هئا ته ڪڏهن ساهه جي آروهه ۽ اوروهه سان منتر جو جاپ ڪندا هئا. تن کي تسيا ڏيئي پڻي تپسيا ڪيائون. شرير جي ڪين سڌ پـڌ ئي ڪانه رهندي هئي. ڪين محسوس ٿيڻ لڳو ته هيءَ آتما پرماتما جي پياسي آهي ۽ پرماتما سان ملڻ لاءِ تڙفي رهي آهي. هيءَ پياس گهٽجڻ جي بدران وڌي رهي آهي. جڏهن هيءَ پياس سوڻ ڪان ٻاهر ٿي ويندي هئي تڏهن ڪين انڀؤ ٿيندو هو ته هي آتما ۽ شرير بلڪل الڳ آهن. هي سنسار جا ٻنڌن ته شرير سان ٻڌل آهن. دکه سکه جو سنٻنڌ به شرير سان ئي آهي. آتما ۽ شرير کير ۽ پاڻيءَ وانگر مليا پيا آهن. انهن کي الڳ الڳ ڪرڻ لاءِ هنس واري رمز جي ضرورت آهي. جنهن وقت اها رمز هٿ اچي ويئي ته سنسار جا سڀ ٻنڌن پنهن جو پاڻ ٽٽي پوندا. اها گجهارت گرو ڪرپا سان سلي سگهبي. اِنهيءَ ڪري ته سوامي جن سنسار جي جنجال کي ڦٽو ڪري گرو مهراج جن جي شرن ورتي.

ڇڏي جڳه جنجال عاشق چڙهن اچ تي
هوري ڪيلين پيءُ سان، لائي گيان گلال
ٻڌن نت پيا ئي ڌري، سوامي سبڻ سال
ڪنهن کي چون نه حال، از غئبي اِسرار جو

چلٹي اُلٽي چال آهي هن سنسار کون
لنگهي پار سمنڊ کون، چن ۾ ماري چال
ميٽي وهن من مان، سامي سڀ خيال
رهن لال گلال، سدا پنهنجي حال ۾

اهڙي طرح سوامي جن سڄي سنسار کي ڇڏي کري سنگرن جي چرنن ۾ رهي آنند ميں جيون گذارڻ لڳا. هوڏانهن سندن پتا صاحب جن کي بي-چئني ٿيڻ لڳي ته هي ساڌ جيئن پيڻ جي شادي کرائي نڪتو آهي ته وري واپس اچي ايندو ۽ نه پاڻو اٿس. کهڙو ۽ نرموهي آهي. پيڻ جي شادي ۾ تي ۽ چاچا وجي جيئن تيئن ريهي ريٻي وٺي آيس ۽ هڪ رات رهي پر پات جو واپس نکري ويو. هڪ ئي سکيلو ۽ پٽ اٿم، سندس وڇوڙي ۾ من پيو منجهيم. سوين سکائون کري، پير فقير پڄي مون هيءَ لال پاتو. سو کن ۾ مونکي وڇوڙو ڏيئي مونکان جدا ٿي ويو. سياڻي جي مري پوان ته کريا کرم کير کندم.

چون ٿا ته وجي سنت ٽيئڻو رام جن جو شش ٻڌو آهي ۽ اُتي ويٺو ڏينهن رات مندر ۾ سنتن جي شيوا کري. وجان وجي منايانس من منهنجي هيڻي حال تي رحم کائي موٽي اچي. اڻين ويچار کندي نکري پيا ٽنڊي آدم طرف. پٽ جي پريم جا

ستايل پنڌ ڪندي اچي پهتا ٽنڊي آدم درٻار تي. درٻار ۾ پهچندي ئي سندن نظر سڪو وچي ماڏو تي پيئي. ڪيس واريءَ جون ٽغاريون ڍوئيندو ڏسي سندن اکيون ڀرجي آيون ۽ اکين ۾ آنسون اچي ويا. سوچڻ لڳا ته هي ته سچ پچ فقير ٻڌجي پيو آهي. فقير معنيٰ سچو درويش. فقير لفظ ۾ چار اکر آهن. ف معنيٰ فقر، غريبي ۽ حليمائي؛ ق آهي قناعت، شڪر واهه واهه، هجين به سچڻ واهه واهه، هونءَ به سچڻ واهه واهه. ي آهي يقين ۽ ويساهه. ر آهي رياضت ۽ بندگي. هي پنڌ سورن جو آهي. هن راهه تي اهڙا سورهيه ۽ سچا درويش هلي سگهن ٿا. پر پتا هجڻ جي ناتي پيار ۽ موهه ڪري سهي نه پيا سگهن. سو سڪو اچي پهتا سوامي ٽيئنگو رام جن وٽ. ستگرو ٽيئنگو رام جن کي هٿ ٻڌي وينتي ڪري چيائون ته مهرباني ڪري پٽ جي ٻانهه واپس ڪريو م. هڪڙو ئي پٽ پرماتما عطا ڪيم اهو به مونکي وڇوڙو ڏيئي اچي توهان جي شرن ۾ ويٺو آهي. مونجهي مرڻ تي ڪريا ڪرم ڪير ڪندو، ڏيئو ڪير ٻاريندو ۽ پتر کي پاڻي ڪير ڏيندو.

ستگرو مهراج جن چيو ته بابا هي ٻاهريون ڏيئو هڪ ڏينهن ٻار ته ٻئي ڏينهن وسامي وڃي. پر

هيءُ تنهنجو ماڏو اهو گيان روپي ڏيئو ٻاريندو، جو جڳان جڳ ٻرندو ئي رهندو.

ستگرو مهراج جن سوامي جن کي سڏائي پٽا سان ملايو ۽ چيو ته ٻائي ه-والچند قسمت وارو آهين جو اهڙو ڀڳت پٽر ايشور عطا ڪيو اٿيئي. هيءُ رڳو تنهنجي ڪل کي نه تاريندو، پر هن جي پنيان ڪئين ڪل ترندا. هي هند سنڌ جو سونهو ٻڌجي هزارن جي راهه روشن ڪندو. توکي اهڙي پٽ ڏي ناز هئڻ گهرجي. جنهن جي هردي ۾ هريءَ جي نالي ڪانسواءِ ٻي ڪا ڳالهه ئي ڪانه آهي. اِئين چئي ڪين هن شبد ڏئاران سمجهائڻ لڳا.

## شبد (سر وهاڳ)

جنهن ڪل ۾ پئدا ٿيو ڀڳت سچو ڀڳوان جو
سو ڪل سدا آباد آ، سڀاڳ سندي سنتان جو
١- جنهن ۾ وسي ستنام جي، ڀڳتي سدا ڀرپور ئي
سو ڪل ٻڌهنجي ۽ گام تي، جهڙ و جهلائي شان جو.
٢- امر پيالو پريم جو، پيتو پري جنهن پريم سان
سو پريم سان هردو، ڏڪ و ڪند و هر اِنسان جو.
٣- جنهن ۾ وسي ڏي سچي، جوتي سندي جگديش جي
تنهن اعل جي ته الات ۾، چمڪو رهي نيشان جو.

۴- ماڻهو مٽيا جڏهن ۾ سچي، سو لعل ورلو لکن ۾
تنهنجي مٿان سيڪو ڪري، قربان پنهنجي جان جو.

شبد ٻڌائڻ کان پوءِ ستگرو مهراج جن پتا صاحب جن کي چيو ته ابا اسان تنهنجي سامهون حقيقت رکي آهي وري به تون ڌڻي مالڪ آهين. هيءُ ماڻهو تنهنجي سامهون ويٺو آهي جي هيءُ توسان گڏ هلڻ لاءِ راضي ٿئي ته اسين کيس آگيا ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. هاڻي پتا، پتر ڏانهن مخاطب ٿي کيس سمجهائڻ لڳا. پنهنجي پيرسن اوستا جو واسطو ڏيئي کيس گهر هلڻ لاءِ راضي ڪرڻ لڳا. پر ماڻهو کين سمجهائي دلداري ڏيئي عرض ڪرڻ لڳا ته بابا منهنجا ڀاڳ کليا آهن جو ستگرو مهراج جن جهڙو گرو مليو اٿم. هي اوتاري پرش ڀاڳن سان، جڳت جي ڪلياڻ واسطي يڳن کان پوءِ جنم وٺن ٿا. هي مهان پرش ته پارس مثل آهن جن جو جنهن جي مٿي تي آشيرواد جو هٿ لڳي سو سون ٿي پوندو. مان هي سونهري موقعو پنهنجن هٿن مان وڃائڻ نٿو چاهيان. مونکي توهين مهرباني ڪري اجازت ڏيو ته هنن پويتر چرنن ۾ ويهي پنهنجو جيون سڦل ڪريان. بابا هي رام ڪرشن پرمهنس جهڙا پويتر چرن آهن جن چرنن ۾ ويهي نريندر وويڪانند ٻڻجي ديش وديش ۾ سناتن ڌرم جو جهنڊو جهولائي. سدا سدا لاءِ

امر ٿي ويو. هي سوامي ورجانند جن جوڙا چرن آهن جن چرنن جي رج جي پرتاپ سان مولشنکر سوامي ديانند سرسوتي بڻجي وشو ۾ ستيه جو پرڪاش ڦهلايو. هي پويتر چرڻ سنت رئداس جوڙا ئي ڪرامتي آهن. جن جي سپرش سان ميران پريم ديواني ٿي سڄي سنسار کي پريم جي ساگر ۾ سرابور ڪري ڇڏيو. هي الوڪڪ چرڻ گرو سنديپن جهڙا ئي چمتڪاري آهن جن جي آشيرواد سان ڀڳوان ڪرشن سڄي سنسار کي گيتا جو اهو گيان ڪرايو جنهن جي برابري اڄ سوڌو ڪير به نه ڪري سگهيو آهي. هاڻي پوجيه پتا صاحب توهين خود فيصلو ڪريو ته مان اهڙن الوڪڪ چرڻن کي تياڳي ڪوڙي موهه مايا ۾ ڦاٿل ڪيئن ڦاسائيندس.

ستگرو مهراج جن ٻالڪ ماڌو جي اهڙي اڳهاڻ گرو ڀڳتي ۽ اٽوٽ شرڌا ڏسي دل ئي دل ۾ گد گد ٿي سوچڻ لڳا ته هي ٻالڪ پنهنجي گرو ۽ جو نالو هن سنسار ۾ ضرور روشن ڪندو. اسان جيڪا ڪني چاڙهي آهي اُنهيءَ جو ڍڪڻ بيشڪ هي لاهيندو. هاڻي ستگرو مهراج جن پتا صاحب جن کي چوڻ لڳا ته ابا ڏون ضد ڇڏ. جنهن ڪاريه ڪرڻ لاءِ ايشور اهڙو لعل توکي عطا ڪيو آهي، ان کي ڇڏي ڏي ان راڏول جي راهه ۾ نه ڪاڀاڻ ڪري ڪروڙن جو ۽ شان

وڏائي، ماتا پتا، ڪل ۽ گروءَ جو. ايترو چئي ستگرو مهراجن پتا صاحب جن کي سمجهائڻ ۽ دلداري ڏيڻ لاءِ جڳت گرو شنڪراچاريه جو درشٽانت ڏنو.

درشٽانت :- ستگرو مهراج جن چوڻ لڳا ته اڄ ماڻو جو تياڳ ۽ پڪو ارادو ڏسي اسان کي جڳت گرو شنڪراچاريه جو مثال ياد ٿو اچي. انهي الوڪڪ ٻالڪ ته ٻچپن ۾ پنهنجي ماءُ آريمبا سان ضد ڪري سنياس ورتو هو. ٻالڪ شنڪراچاريه جو من ته بلڪل ماڻوءَ وانگر سنسار ۾ لڳندو ئي نه هو. هُو هميشه چوندو هو ته امان مان سنياسي ٿي ايشور کي پائڻ ٿو چاهيان. سندس ماءُ اهو ٻڌي دکي ٿي چوندي هئي ته پٽ تنهنجي هيءَ عمر ته کائڻ کيڏڻ جي آهي. هي ويراڳ ۽ سنياس جون ڳالهيون توکي هن ڪچڙيءَ عمر ۾ نٿيون سونهن. ان ڪانسواءِ جي تون گهر ڇڏي سنياسي ٿيندين ته منهنجو ڇا ٿيندو؟ هن جهان ۾ توکان سواءِ منهنجو ٻيو ڪهڙو سهارو آهي؟ ٻالڪ کيس جواب ڏنو ته منهنجي امان اسان سڀني جو سچو سهارو اهو پرماتما آهي. اُهو منهنجو پرم پتا تنهنجو رکوالو ٿيندو. پر سندس ماءُ کي اهي سڀ ڳالهيون سمجهه ۾ ڪونه اينديون هيون. هڪ ڏينهن ٻئي ماءُ پٽ نديءَ تي اشنان ڪرڻ ويا، اشنان ڪندي ٻالڪ شنڪراچاريه زور سان مگرمڇ مگرمڇ چلايو.

ماڻس گهٻرائجي پڇيو تہ پٽ مگرمڇ ڪٿي آهي؟
ٻالڪ جواب ڏنو تہ امڙ مگرمڇ منهنجو پير پڪڙي
مونکي اندر گهلي رهيو آهي. سندس ماءُ زار زار
روئڻ لڳي ۽ ڀڳوان کي پرارٿنا ڪرڻ لڳي تہ هي
مالڪ جيئن تو مصيبت ۾ گج جي گرهہ کان رکيا
ڪئي تيئن اڄ منهنجي ٻالڪ جي هن واگهوءَ جي
وات مان رکيا ڪر. تنهن تي ٻالڪ چوڻ لڳو تہ امان
جي تون مونکي سنياسي ٿيڻ جي اجازت ڏين تہ
هي واگهو مونکي ڇڏي ڏيندو. ماڻس گهري سوچ
۾ پئجي ويئي. آخر سوچڻ لڳي تہ شل ڀڳوان ڪيس
وڏي حياتي ڏي پوءِ ڀلي مونکان دور رهي يا ڀرسان
رهي. اهو سوچي دل تي پٿر رکي پٽ کي سنياسي
ٿيڻ جي اجازت ڏنائين. اهو ٻڌي ٻالڪ شنڪراچاريہ
ڪلندو ڪڏندو نديءَ کان ٻاهر ڊوڙندو آيو ۽ اچي
ماءُ جا پير پڪڙيائين ۽ ماتا جي چرنن تي متو ٽيڪي
ڪانئس آشيرواد گهرڻ لڳو. وچن موجب ماڻس
ڪيس دکي ٿي آشيرواد ڏني تہ پٽ جنهن ۾ تنهنجي
خوشي تنهن ۾ منهنجي خوشي. ايشور تنهنجو رکوالو
ٿيندو. ماءُ کان موڪل وٺي ٻالڪ نڪري پيو ڪامل
گروءَ جي ڳولها ۾ چاڪاڻ تہ هن راهہ ۾ بنان ڪامل
گروءَ جي ماڻهو ان بنان پتوار جي ناو جي آهي،
جيڪا هن سنسار روپي ساگر ۾ ٿڦيڙا کائيندي

رهندي پر منزل تي ڏور نه پهچندي. آخر "جن کوجيا تن پائيا" کيس ڪامل گرو ملي ويو ۽ ستگروءَ جي ڪرپا سان هن اهو پد پاتو جو اڄ سڄو سنسار کيس جڳت گرو شنڪراچاريه جي نالي سان پڪاري ٿو. هن ڀڳوان جي اهڙي ته ڀڳتي ڪئي جو هميشه لاءِ امر ٿي ويو. هن ڀارت جي چئني طرفن ۾ چار مٺ برپا ڪيا جتان اڄ به سناتن ڌرم جو پرڪاش سڄي ڀارت ۾ ڦهلجي رهيو آهي.

هاڻي ڀائي مولچند توهان خود ئي ٻڌاءِ ته جي هن جي ماتا ڪوڙي مايا موهه جي ٻنڌن ۾ ڦاسي ٻالڪ کي سنياسي ٿيڻ جي اِجازت نه ڏئي ها ته ڇا هو هن امرتو جي پد کي پائي سگهي ها؟ ڇا سنسار هن کي جڳت گروءَ جي ناتي سان ياد ڪري ها؟ سنياسي ٿي جيڪو هن پاتو تنهنجي ڪا به برابري ڪانهي. اڄ ڪروڙين ٻار پيدا ٿين ٿا ۽ حياتيءَ جون سڀ اوستائون پار ڪري ۽ سنسار مان ڪوچ ڪري ٿا وڃن. اڄ سندن ڪو نالو نشان به ڪونهي. ڪير ٿو انهن کي ياد ڪري؟ ڪو ورلو ايشور جي اسيم ڪرپا سان سنسار جي ٻنڌنن کان آجو ٿي مڪتيءَ جي پد کي پائي هميشه هميشه لاءِ امر ٿيو وڃي.

ستگرو مهراج جن جي هيءَ واڻي ٻڌي ٻنا کي پٽر لاءِ من ۾ ناز ٿيڻ لڳو. پر من ۾ مايا ۽ موهه ڪري

نراسائي پڻ ٿيڻ لڳي. پر جيئن تيئن دل تي پٿر رکي گهر ڏانهن موٽي آيا. موڪلائڻ کان اڳ سوامي جن پنهنجي پتا صاحب کان آشيرواد ورتي ۽ آسيس ورتي، وري پنهنجي شيوا جي ڪم ۾ لڳي ويا. سندن محنت، پرشارٿ ۽ مٺي واڻيءَ پڻ سڀني کي خوش ڪيو. ستگرو مهراج جن جي شرڻ ۾ رهي ڏينهون ڏينهن ويا پڻ رچي لعل ٿيندا. هڪ اڳئين جنم جا سنچت شڀ ڪاريه پيو هن جنم ۾ ٻچپن کان ڪيل تپسيائون ۽ سادنائون ٿيون گرو مهراج جن جي اسيم ڪرپا سندن ۾ اسيم شڪتي پيدا ڪري ڇڏي هئي. جيڪي پڻ مٿن مان ڪيائون سو پڻ ٿيو.

هيءَ ڳالهه 1936 جي آهي. ٺٽي آدم ۾ ٻڌ تي چيٽ جو ميلو لڳي رهيو هو. مٺڪڻ راڌائو ٻاهر ڪنهن ڪم سان نڪتو، ٻڌ جي ٻاهران هڪ ڪنڌيءَ جو وڻ هو. هي ٽاپو ڪاٺي وڃي اُن وڻ سان ٽڪريو. سندس پير ڪنڌيءَ جي ڪنڊن ۾ ڦاٿجي پيا. ويچارو منڊ ڪائيندو منڊ ڪائيندو پنڌاري ڏانهن پڻ آيو. اُن وقت سوامي جن پنڌاري جي پرسان بيٺا هئا. ڪانئس ٻڇيائون ته ڀائي مينگها! تون منڊ ڪائي ڇو هلي رهيو آهين. آخر توکي ڇا ٿيو آهي. ڪرڪندي ڪنجهندي مينگهي جواب ڏنو ته سائين هن ڪنڌيءَ جي ڪنڊن هٿي ڦٽي وڌو آهي. هاڻي توهان مهرباني

ڪري ستگرو مهراج جن کي عرض ڪري هيءَ ڪنڊيءَ
جو وڻ ڪٽائي ڇڏيو ته جند آجي ٿئي. تنهن تي سوامي
جن چيس ته ڀائي مينگها هي ڪنڊيءَ جو وڻ ڪيئن
ڪٽائبو؟ هن وڻ هيٺان ويهي اسان تپسيا ڪئي آهي.
اُن ئي ڪنڊيءَ اسان کي مرشد سان ملڻ ۾ مدد
ڪئي آهي. پر تنهنجي تڪليف دور ڪرڻ لاءِ گرو
مهراج جن جو منتر چئي ان کي ڪنڊن کان مڪت
ٿا ڪريون. گرديو جي ڪرپا سان هن ۾ ڇاپا ته
رهندي پر ڪنڊا هميشه لاءِ غائب ٿي ويندا. اُن
وقت ئي ڪنڊيءَ وٽ اچي ستنام ساکي چئي هي
ڀڄن چيائون.

## ڀڄن

اچ ڪان وٺي اي ڪنڊي تو ۾ ڪنڊا نه ٿيندا،
ساڌن جا شيواداري، مورڳون منڊا نه ٿيندا.

١- ٿيندا ڀنڊارا ڀاري، رهندا ڀي شيواداري
هلندي چاندي ٿلندي، ڪڏهن ٿنڊا نه ٿيندا
اچ ڪان وٺي اي ڪنڊي تو ۾ ڪنڊا نه ٿيندا.

٢- لڳندا رهندا ميلا، ايندا سوين شرڌالو
چڙهنديون رهنديون ديڳيون، ڪم ڀي هنڊا نه ٿيندا
اچ ڪان وٺي اي ڪنڊي تو ۾ ڪنڊا نه ٿيندا.

٣- رهندي تو ۾ به ڇايا، پڇنديون مرادون من جون
ڦلندا رهندا ڦلڙا، ٽيڙا ٽندا نه ٽيندا
اڄ ڪان وٺي اي ڪنڊي تو ۾ ڪنڊا نه ٽيندا.

٤- سنگر ڏني سمجهاڻي، ماڻو سمجهه واري
صدقي سدائين ساول، نمنڊڙ ڏنيا نه ٽيندا
اڄ ڪان وٺي اي ڪنڊي تو ۾ ڪنڊا نه ٽيندا.

بس اُن ڏينهن کانپوءِ سچ مچ ڪنڊيءَ مان ڪنڊا ڏئي سگهي ويا ۽ ڪنڊي بلڪل اسي ۽ هري ڀري ٿي پيئي. پريمين اڄي اِها وارتا سنگرو مهراج جن کي ٻڌائي ته سائين ساڌ ماڻوءَ سنتام ساکيءَ جو منتر پڙهي ڪنڊيءَ کي اهڙو وردان ڏنو آهي جو هن مان ڪنڊا ئي گم ٿي ويا آهن. سنگرو مهراج جن سندن اينري ڀڳتي ڏسي خيال ڪيو ته ساڌ ماڻو چڱيءَ منزل تي پهچي ويو آهي. اهڙي ته ڀڳتي ساڌي اُتس جو هن ۾ اينري سڌا اڄي ويئي آهي. هاڻي ڪين لائق جاڻي هميشه پاڻ سان گڏ ستسنگ لاءِ ڪٽندا هئا، جيئن سندن ۾ ستسنگ ڪرڻ جي يوگيتا اڄان به وڌي ۽ اڳتي هلي سندن ۾ نڪار اڄي جو هي سيئي جي لاءِ سونهو ٻٽجي سگهن.

ڏن شيوا ۽ ڏن سو شيوڪ،
شيوا جنهن جي پوي قبول.

هر دل کي سو ڄاڻي سچائي،
پورن پرکهہ سو سڀ جو مول.

هاڻي ستگرو مهراج جن سوامي جن کي رڌن تي بہ پاڻ سان گڏ وٺي ويندا هئا. ڪيئن هريدوار، رشي ڪيش ۽ اُترا کنڊ جا سڀ تيرٿ پڻ ڪرائي آيا. اُتي سنڌ ن گهڻن ئي سنتن ۽ يوگين سان ميلاپ ٿيو ۽ اُن منزل جا انيڪ آنيؤ ٿيا. اهڙي نموني ابياس ڪندي ڪندي سوامي جن ڪامل پرش بڻجي پيا پر ستگرن اڳيان اِهائي نماڻائي ۽ نيزاري. ڪڏهن بہ اهنڪار اُتپن نہ ٿيو. پاڻ من ئي من پيا چوندا هئا-

ساڌ نہ سڏائج، هيءَ ترڪڻ ٽڪي اٿيئي
هن پرم پيالا ڪيترا، اها پنڌ سر تان لاهج
سمجهي ڌون ساميءَ چوي منهن مڙهيءَ پائج
لوڪ نہ لڪائج، تہ واقف ٿئين ورونهہ جو
اِئين چرخو چور، جيئن پونءَ پٽڪو نا ٿئي
اٿئي پور عجيبن کي، ادب سان ڌي اور
پاهر ٽڪ م ٽور، ڪٽ تہ ملين ڪانت کي.

اهڙيءَ طرح پاڻ پڄائيندي پڄائيندي سوامي جن جي ڪرڙي جڻ تہ سڌ پرشن جهڙي بڻي ٿيندي ويئي. ستگرن جي من ۾ ٻهڄي ويا. ستگرن جي سنڌن مٿان ڪرپا جي جڻ ورشا ٿيڻ لڳي. ستگرو

مهراج جن هينئر ڪانئن شام جو هر روز ستسنگ جي شيوا ونڊ اڳا. سنڌ ۾ ڳايل ڀڄنن ۾ گروءَ جي سکيا ڀريل هوندي هئي ۽ هر ڀڄن مان تياڳ ۽ ويراڳ جهلڪندو هو.

## ڀڄن (راڳ ڀيروي)

ڇو ٿيو ن مونکي جهليو مان ٿيندس جوڳياڻي
برهم جو پاڻي پريندس ڀينر ڇو ٿيو ن مونکي جهليو

١- لکيو ليکه پورب جنم جو،
اکر سڄاڻي پڙهندس ڀاڻي،
اڄ راتري وهاڻي،
ڇو ٿيو ن مونکي جهليو مان ٿيندس جوڳياڻي......

٢- آيس آس ڪري ٽيهه اباڻي،
پکر اباڻي، هئي جا ٽاڻاڻي،
سا ٿي منهنجي ساهه کي ته سيباڻي،
ڇو ٿيو ن مونکي جهليو مان ٿيندس جوڳياڻي......

٣- طعنا لوڪن جا طعام ٿي پايان،
ٽينهن ڏهاڙي ڪين سا ڪوماڻي،
وڃان ڀڄو ساگر مان ته اڌاڻي،
ڇو ٿيو ن مونکي جهليو مان ٿيندس جوڳياڻي......

۴- ڪهي ٽيڱون اڄ رت ٽي رڱان مان،
عيبن هاڻي، نيڻهن ڪڱي نماڻي،
در ته گروءَ جي آهي وڪاڻي،
ڇو ٽيون مونکي جهليو مان ٽيندس جوڳياڻي......

ستسنگي به روزانو سندن سکيا سان پريل وچن ۽ ڀڄن ٻڌي مائل ٿيندا پئي ويا. ڪيترا پريمي وري ايترو ته پرڀاوت ٿي پيا جو کين سندن وٽ ستسنگ ڪرڻ لاءِ عرض ڪرڻ لڳا. پر ستگرن جي آگيا بنان سندن لاءِ ڪوبه قدم کڻڻ ڏکيو ته ڇا پر ناممڪن هو. سوامي جن جي اهڙي گرو ڀڳتي ۽ مريادا ڏسي ستگرو مهراج جن هاڻي ڏٺو ته ماڌو ڪافي قابل ٿي ويو ۽ سندس قابليت ڪافي پريمين کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو آهي ۽ هاڻي هي اڪيلي سر به پريمين کي نام جو رس پياري سگهي ٿو.

۱۹۳۸ ۾ هردوار ۾ ڪنڀ جو ميلو لڳي رهيو هو. ستگرو مهراج جن اُن ميلي تي سوامي جن کي پاڻ سان گڏ وٺي ويا. هي موقعو اچت ڄاڻي ويساکيءَ ڏينهن ۱۳ اپريل ۱۹۳۸ع تي گرو مهراج جن سوامي جن کي هرڪي پوڙين تي وٺي ويا. اُتي صفيد ڪپڙا لهرائي کين لاهوتي لباس پهرائي (گيروءَ رتا ڪپڙا) کين ديکشا ڏيئي آشيرواد ڏنائون ته ماڌو تون هن راهه ۾ اڪيلو هلي لکن جي رهبري ڪرڻ جي

لائق ٻڌجي چڪو آهين. تنهنجو ايشور ۾ اٽوٽ وشواس ۽ بي مثال گـرو ڀڳتي تنهنجي هميشه راهه روشن ڪندي رهندي. توکي هاڻي پرماتما کان سواءِ ٻئي ڪنهن به سهاري جي ضرورت ڪانهي.

هردوار مـان گيرورنـا ڪپڙا پهرائي سنگرو مهراج جن کين سنت و حيدرآباد واري دربار تي وٺي آيا ۽ کين چيائون ته ساڌ! هاڻ تون هت رهي هيءَ دربار بـه سنڀال ۽ پيار ستسنگين کـي ستنام ساکيءَ جو سرکيون. تون هاڻي گهڻن ئي پريمين جو لاڏلو ٻڌجي چڪو آهين ۽ ڪيترا پريمي تنهنجي رهبريءَ جي راهه ويٺا تڪين. هيئنر هتي رهي سنگرن جـي ڏنل گيان جو پرچار ڪر.

حيدرآباد واري دربار تـي رهـي سوامي جـن پريمين کي امرت پيارڻ لڳا. ڏينهون ڏينهن سندن شرڌالن جي سنکيا وڌندي وڃي. سڪ ۽ شرڌا وچان اهـي سندن لاءِ گلن جـون مالهائـون ڦـل فروٽ ۽ مٺايون آڻڻ لڳا. هڪ ڏينهن شرڌالن جي ٽولي سندن لاءِ فروٽ جا ٽوڪرا ۽ مٺاين جون پيٽيون کڻي آيا. اها سڀ پيٽا اچي سندن چرنن ۾ رکيائون پـر هنن نمرتا سان کين اها سڀ پيٽا سنگرو مهراج جن جي چرنن ۾ رکڻ جـي آگيا ڪئي. پريمي سندن آگيا

موجب سڀو پرساد وڃي سنگتن جي چرنن ۾ رکيو. مها منڊليشور پنهنجي شش جي عزت وڌائڻ لاءِ چيو ته ابا توهين ته ساڌ ماڌوءَ جا پريمي آهيو. اهو پرساد هنن کي ارپڻ ڪيو. ايتري ۾ سوامي جن اچي اُتي پهتا. هٿ جوڙي عرض ڪيائون ته سائين هي سڀ توهانجا پريمي آهن. توهان ڪرپا ڪري هنن جي ڀيٽ قبول ڪريو. سڀ ستگرو مهراج جن جي چرنن تي ڪري پيا. ستگرو مهراج جن خوش ٿي ڪين خوب آشيرواد ڏني. چوڻ لڳا ته ساڌ توگرن جي ايتري عزت ۽ مان رکايو آهي سو تنهنجا پريمي ٻه سدائين ساوا ڊاوا رهندا. نمڻ سان ڪيتري نه آشيرواد ملي ويئي.

” نندي نوازي، خاوند حضما نوڪري
ڪيائين پنهنجي قرب سان عيبن کون آجي
ڪنهن جي رهي ڪانه ڪا. منت موٽاجي
نه ڇاڏا راضي، ٽيڙو کهڙي ڳاله تي. “

ڪجهه ڏينهن حيدرآباد ۾ رهڻ کان پوءِ ستگرو مهراج جن جڏهن ٽنڊي آدم وڃڻ لاءِ تيار ٿيا تڏهن سوامي جن هٿ ٻڌي چيو ته سائين توهان ڪانسواءِ هٽ اڪيلو رهڻ هن داس لاءِ ڏاڍو ڏکيو آهي. جي توهين هٽ رهندا ته هي داس ٻه هٽ رهندو.

ستگرو مهراج جن کين دلداري ڏيندي چيو تہ اسين
پيا ايندا‌سين ويندا‌سين تون ڪابہ چنتا نہ ڪر
ستگرن جو چوڻ سَت وچن ڄاڻي اُنهن جي غير
حاضريءَ ۾ سواميءَ جن دربار کي چڱيءَ طرح سنڀاليند
رهيا. پريمين جو پريم وڌڻ لڳو. سواميءَ جن ۾ مٺي
ڏسي ڪيترا پريمي ڪانگن نام وٺي سندن شش
بڻجي پيا. اهڙيءَ طرح ستسنگ روپي ديپڪ براب
ٻرندو رهيو. ڪڏهن ڪڏهن ستگرو مهراج جن ٻـ
منڊليءَ سميت اچي سنگت کي پريم روپي وچنن
جي ورکا سان نهال ڪري ڇڏيندا هئا.

اُتان ستگرو مهراج جن سواميءَ جن کي پنهنجي
پريمين جي سوال تي ڪڏهن ڪراچي، ڪڏهن
نوشهري ۽ ڪڏهن ٻين اِستانن تي پڻ ساڻ ٺي
ويندا هئا. ١٩٦٠ع ۾ مئجسٽريٽ شري ڀڳت جو اُنهن
ڏينهن ۾ وڪيل هو، پنهن جو بنگلو ٺهرايو. ڀڳت
صاحب جن جي ماتا ستگرو مهراج ٽيئونرام جن جي
چيلي هئي سو مڪان جي مهورت تي اُنهن ستگرو
مهراج جن سان گڏ سواميءَ جن کي بہ گهرايو. سواميءَ
جن اُن شڀ موقعي تي ستسنگ ڪيو ۽ ڀڄن ڳايا.
سڀ ڪنهن سواميءَ جن جي ستسنگ ۽ ڀڄنن تي
جهومڻ لڳو ڏاڍي مو ... ويئي. سندن ستسنگ

جو سڄي ڪٽنب تي ايڏو تہ پرڀاو پيو جو شري
گوڏومل جي ڀائرن شري ڀوهومل، شري ڦيرومل ۽
شري چاڱي مل پنهنجي مڪانن جي شب مورتن
تي ستگرو مهراج جن سان گڏ سوامي جن کي بہ
الڳ نينڍ ڏيئي گهرايو ۽ سندن تمام سٺي آجيان
ڪئي. ستگرو مهراج جن جي جوتي جوت سمائڻ
کانپوءِ ڀڳت صاحب جو سڄو پريوار سوامي جن کي
شرڌا ۽ ڀڳتيءَ سان پوڄيندا رهيا.

سال بہ گذرڻ کانپوءِ ستگرو مهراج جن سوامي
جن کي چيو تہ ساڌ تون هاڻ هلي الڳ قليليءَ تي
پنهنجو آشرم ٺهراءِ . هن آشرم تي سوامي گوال لعل
کي رهائجو. اهو ٻڌي سوامي جن جي پيرن هيٺان
چڻ تہ زمين کسڪڻ لڳي. ٻڌنديئي چڻ چڪر اچڻ
لڳا. ستگرو مهراجن جن کي وينتي ڪري چوڻ لڳا
تہ مهراج توهين هي ڇا ٿا فرمايو؟ امراپور دربار
کان الڳ ڪيئن اهو مون خوشيءَ سان سٺو. هاڻ
مورڳو ڀاڄ کان ئي ٿا جدا ڪريو. اها جدائي
برداشت ڪرڻ کان ٻاهر آهي. مان ائين توهان کان
الڳ ڪونہ ٿيندس. مونکي توهان کانسواءِ ڪا راهہ
نظر نٿي اچي. تنهن تي يڪدم ستگرو مهراج جن
کين گلي سان لڳائي دلداري ڏيندي چيو تہ ابا

اِئين تون پاڻ کي اسان کان الڳ نه سمجهه. تون اسان کان دلئون ڌار ٿي نٿو سگهين. تون اسان جي من ۾ هميشه وسيو ئي رهندين. اسين جتي ڪٿي توسان گڏ آهيون ۽ اسين جيئن حيدرآباد واري آشرم تي ايندا ويندا هئاسين تيئن هت ايندا اسين ويندا اسين. اِهو اسان توکي وچن ٿا ڏيون بلڪ اسين پنهنجي جيون جون آخرين گهڙيون ٻه، تو وٽ ئي گذارڻ ايندا اسين ۽ تون اُن وقت اسانجي خوب شيوا ڪري گرو رڻ کان مڪت ٿج. ايترن دلاسن ماڻ کان پوءِ به سوامي جن جي اُداسي ڪين مٽي. جيون ۾ هيترن ڪشٽن ڪشالن ڏسڻ سان به ڪڏهن هتاش ۽ نراس ڪين ٿيا هئا سو هن آديش سندن من کي تمام گهڻو مايوس ڪري ڇڏيو.

ستگرو مهراج جن ته ڄاڻي ڄاڻڻهار هئا، سو سندن من جي پيڙا سمجهي ويا. ڪين آٿت ڏيندي چوڻ لڳا ته هي ماڌو! تون گهٻراءِ نه، تو ۾ اسان کا مٽيا ڏني آهي. اُها شڪتي ڏني آهي جنهن جي دئاران تون اُهو ڪم ڪري سگهين ٿو جو دنيا ڏسندي اِنهيءَ ڪري ئي اسان توکي هي آديش ڏنو آهي. توکي شايد پنهنجي اِنهيءَ ٻل جو مهابلي هنومان وانگر احساس ڪونهي. ايترو چئي ستگرو مهراج جن مهابلي هنومان جي ٻل کي ياد ڏيارڻ وارو درشٽانت سوامي جن کي ٻڌائڻ لڳا.

درشٽانت :- مهاٻلي هنومان پون پتر هو ۽ اُن
۾ پون ديو جي سمان اٿاهه شڪتي هئي. هڪ ڏينهن
جيئن هو ماءُ جي گود ۾ کير پي رهيو هو ته سندس نظر
تيز چمڪندڙ سورج تي پيئي ۽ هو سورج کي ڏسي
ماءُ جي گود ۾ ٽپا ڏيڻ لڳو ۽ آخر هڪ زبردست ڇلانگ
ماري وڃي سورج تائين پهتو ۽ سورج کي پنهنجي
هٿن ۾ بند ڪري ڇڏيائين. بس ڪن پل ۾ چارون
طرف انڌڪار ٿي ويو. انهيءَ تي اِندر غصي ۾
اچي هنومان مٿان برهم استر ڦٽو ڪيو. جنهن جي
لڳڻ سان هنومان مورڇت ٿي ويو. پنهنجي پٽ کي
هنريت مورڇت ٿيندو ڏسي پون ديو کي ڏاڍو
غصو آيو ۽ هن يڪدم سڄي برهمانڊ ۾ هوا روڪي
ڇڏي جنهنڪري چارون طرف تراهي مچي
ويئي. سڀ ديوتائون گهٻرائجي ويا ۽ اچي هٿ
جوڙي پون ديو جي اڳيان حاضر ٿيا. ڪيس وارون
وار وينتي ڪري چوڻ لڳا ته وايوءَ بنان پراڻ پکيڙو
اُدامي ويندو. اِنهيءَ ڪري پراڻي ماتر جي ڪلياڻ
واسطي توهين وايوءَ کي آزاد ڪريو. اسين سڀ
پون پتر هنومان کي وردان ڏيئي ڪڙو ٿا ڪريون.
ديوتائن جا هي مٺر وچن پون ٻڌي ديو ديوتائن کي هٿ
جوڙي چوڻ لڳو ته منهنجي پٽ کي آمر، آجيت،
طاقت جو ساگر ۽ چتر ٿيڻ جو ور ڏيو ۽ اِهو به وردان

ڏيو تہ منھنجو پٽ رام جو ڀڳت ۽ پرسان رھڻ وارو ٻلوان ٿئي. اُن تي سڀني ديوتائن تٿا استو چئي ھنومان کي اُھي سڀ وردان ڏنا. تڏھن ڪانپوءِ پون ديو وايوءَ کي آزاد ڪري ڇڏيو. ھاڻي ھنومان ھي سڀ وردان پائي مھاٻلي ٿي پيو ۽ ٻود ۾ ٻرجي رشين جي آشرم ۾ وڃي اُنھن جو ڪرمنڊل ٽوڙي ڦاٽي وھائي ڇڏيندو ھو. ڀاڙن جون چوٽيون ٽوڙي وجھندو ھو. ھن اُتپات ڪري رشين کي ڏاڍو غصو آيو. سو ڪيس سراپ ڏنائون تہ ھي پون پٽر ھنومان تو اسان کي طاقت جي مد ۾ اچي پريشان ڪيو آھي انھيءَ ڪري تون پنھنجي ٻل کي ڀلجي ويندين پر جڏھن ڪو توکي پنھنجي ٻل جي يادگيري ڏياريندو تڏھن توکي پنھنجي ٻل جو آڀاس ٿيندو ۽ تون اُن ٻل جي سھاري اچرج ۾ وجھندڙ ڪم ڪري سگھندين.

جڏھن وقت شري رامچندر ڀڳوان نل، نيل، سگريو، ھنومان ۽ مھايوگي جامونت سان گڏ ماتا سيتا جي تلاش ۾ سمنڊ جي ڪناري تي پھتا تڏھن اھو سوال اُٿيو تہ ھي اجھاڳ سمنڊ ڪير پار ڪري سگھندو؟ انھيءَ پڏتر ۾ ويٺا ھئا تہ جامونت شري ھنومان کي چوڻ لڳو تہ ھي مھاٻلي ھيءُ وشال ساگر پار ڪرڻ جي طاقت صرف تو ۾ ئي آھي. رڳو رشين جي

## سنياس ڌارڻ



هريدوار ۾ هر ڪي پؤڙيءَ تي، ستگرو مهراج ڌاران ڳيروا ڪپڙا پهرائڻ

سراپ ڪري تون پنهنجي آتم شڪتيءَ کي ڀلجي ويو آهين ۽ مان توکي اُن طاقت جي ياد ڏياري رهيو آهيان جا تو ۾ اصل کان آهي. هاڻي تون طاقت سان ست سمنڊ پار ڪري سگهين ٿو.

پس هنومان کي ته اُن طاقت کي ياد ڏيارڻ جي ضرورت هئي. هو شينهن گرجنا ڪري پهاڙ جي چوٽيءَ تي چڙهي ويو ۽ اُتان آهڙي ته ڇلانگ لڳايائين جو اُهو پهاڙ پاتال ۾ هليو ويو ۽ مهاوير هنومان شري رام جو من ۾ سمرڻ ڪندو اِئين سمنڊ پار ڪري هليو ويو ڄڻ ته سمنڊ نه هو، ڪو نالو هو.

اهڙيءَ طرح درشٽانت ٻڌائي گرو مهراج جن سوامي جن کي چوڻ لڳا ته هي ماڌو! تو ۾ به مهاوير هنومان وانگر اُها شڪتي آهي جنهن جي ٻل سان تون هڪ ڇلانگ سان سيني ٻنڌن کان مڪت ٿي هن سنسار روپي ڀؤ ساگر کي پار ڪري ويندين. اسان تو ۾ اِنهيءَ آلوڪڪ آتم روپي پرڪاش جو درشن ڪيو آهي جنهن سان تون اگيان روپي انڌڪار کي هٽائي گيان روپي پرڪاش کي ڦهلائي سگهين دکي پراڻين کي رستو ڏيکاري ڌرم جو جهنڊو جهولائيندين. اُن شڪتيءَ ۽ پرڪاش لاءِ تون وڃي پنهنجي سر پنهنجي لائق وشال آشرم جي استاپنا ڪر. اِهو ٻڌي سوامي جن ستگرو مهراج جن جا چرڻ سپرش ڪري ڪانئن آگيا وٺي

سندن آديش جو پالن ڪرڻ لاءِ پاري من سان ذڪري پيا. پڻ ٿي پنڌ قليلي طرف هلندا هلن ۽ هي پڇن ٻه چوندا هلن .

## شبد
### ( سر پيروي )

اوکي سجهي ٿي اڳي راهه
ڏاڍي زاري زاري

(۱) گهاٽــو آ جهنگل ٻيلو، اُتــان آ هلڻو اڪيلو،
ڪانهي وچڻ جي ٻي واهه، ڏاڍي زاري زاري.
(۲) گــوڙ سنگهون جــي آ، راڙ رڇــن جــي آ،
سٽي سگهي ٿو وڃي ساهه، ڏاڍي زاري زاري.
(۳) وات تــي ويــري پيا، وڙهــن گهٽيئي پيا،
پيڙي سي ڪن ٿــا پاهه، ڏاڍي زاري زاري.
(۴) ماڌ و موت چاڙهي، ڏاڍي آ مشڪل چاڙهي پاري،
نات ڏو ن ڪر پهونچي نگاهه، ڏاڍي زاري زاري.

پڇن ٻه پيا ڳائين ۽ ستگرن کي ٻه پيا سنڀارين ته ڪيئن منهنجو محبوب مون کان پري ٿــي ويو. ستگرو ته هڪ پلڪ ٻه مونکان نٿا وسرن ۽ چون پيا:-

مونکي کهڙي خبر اٿين ڏينــدو آ،
سچو ساهه سچڻ ٻ هونــدو آ،
غم ايندو آ لهي ويندو آ،

ڀر هئي تنهن رڳو پيئي ٻاهه ٻري،
منهنجو محبوب مونکان ٿيو آ پري،
مونسان روح جون رهاڻيون اچ ڪير ڪري.

هيءَ اُها ٻرهه جي ٻاهه جاڳي هئي جا ڀڳت شرومڻي ميران جي دل ۾ ڪرشڻ لاءِ جاڳي هئي، راڌا جي دل ۾ ڪان لاءِ جاڳي هئي، جا سور جي دل ۾ شيام لاءِ جاڳي هئي. هيءَ اُها ٻرهه جي ٻاهه آهي جا ڀڳت کي سون وانگر تپائي اهڙو چمڪائي ٿي جو هو پنهنجو پاڻ ڀلجي خوديءَ کي ماري وڃي ٿو محبوب سان مشاهدو ڪري. ڪبير هن روحاني راهه تي هلندڙن جون چار منزلون ٻڌايون آهن. ڪبير جي رائي موجب هيءَ آتما اِستري روپ آهي ۽ پرماتما سندس پتي آهي. جيستائين هن منش کي پرماتما جو گيان نه ٿيو آهي تيستائين سندس آتما ڪنواري آهي ڪوري آهي. اِها سندن پهرين منزل آهي. جڏهن جگياسوءَ کي پرماتما جو گيان ٿئي ٿو ۽ کيس ستگرو دوارا نام دان ملي ٿو ۽ سندن ناتو پرماتما سان جڙي ٿو تڏهن سندس ڪنواري آتما سهاڳڻ بڻجي ٿي. اِنهيءَ کان پوءِ جگياسوءَ جي دل ۾ پرماتما کي پاڻ جي پياس جاڳي ٿي هو پريو کي پاڻ لاءِ تڙڦي ٿو ۽ پرماتما کي پاڻ لاءِ هن سنسار جو تياڳ ڪري سوين سور سهنديون

سهي ٿو. تپسيا ڪري ۽ جوڳ پڇائي ٿو اِها ورهٽي آتما جي ٽين منزل آهي. جڏهن ورهه جي آگ ۾ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار جلي خاڪ ٿين ٿا ۽ جگياسو پاڻ ڀلائي. سڀ ڪجهه پرماتما جي چرڻن ۾ ارپڻ ڪري ٿو تڏهن سندس اندر ۾ جوت جاڳي ٿي ۽ هو پنهنجي اندر ۾ ئي اُن پرڪاش ذريعي پرماتما جو درشن ڪري ٿو. ڀوءِ سڀ ڀيد ختم ٿيو وڃن آتما ۽ پرماتما هڪ ٿيو وڃن هاڻ هي آتما سڌي ٿيو وڃي اِها چوٿين منزل آهي.

سنگرو مهراج جن سوامي جن کي پاڻ کان جدا ڪري هنن جي دل ۾ برهه جي آگ لڳائي آهي. ڪانئن هي وڇوڙو برداشت نه پيو ٿئي. اِئين سائين جن کي ساريندي اڇي قلبليءَ ٿي پوڻا. من ۾ آنڌ مانڌ هئي ته هڙ ۾ هڪ پائي به ڪانهي هاڻ هي آشرم هلندو ڪيئن؟ من ۾ چوڻ لڳا ته هاڻي گرو مهراج هن سنڪٽ ۾ سدامي وانگر اچي سهاءِ ٿين. سدامو به مون وانگر اسهاءِ ٿي ڪرشن ڀڳوان وٽ سنن جي سوکڙي کڻي سهائتا لاءِ ويو هو تڏهن به ڀڳوان ڪرشن سندس ظاهري ته ڪا مدد نه ڪئي، نڪو پئسو ڏنو، نڪو دلاسو ڏنو، پر اندران ئي اندر اهڙي رحمت ڪئي جو سدامي جي پهچڻ کان اڳ ماڙيون محل ٺهي ويا، نوڪر

چاڪر اچي ويا. جيڪي پٽ تي هئا سي هن جي ديا سان عرش تي پهچي ويا. هاڻ به ڪا اهڙي مهر ڪن هن داس تي ته جيئن لڇ پٽ رهجي اچي. ائين من کي آٿت ڏيئي پيا چون ته ماڏو منجهه نه جن ستگرن توکي الڳ ڪيو آهي، سهايتا به اُهي ڪندا ۽ هن صفر کي اچي سڦائو بڻائيندا. اهڙي نموني دل ۾ پرارٿنا ڪرڻ لڳا -

## ڀڄن (سُر پهاڙي)

سهيلو سهيلو سهيلو ڪجانءِ،
پريو انت ويلو سهيلو ڪجانءِ.

١- ڏکيا ڏينهن سوامي اچن جي ڏکن جا،
ڏکن ۾ نه ڏاتر ڏهيلو ڪجانءِ.

٢- هميشه هري شل رهي ڌيان هي،
ورونهن وارو پريو نه ويلو ڪجانءِ.

٣- سهي سُور سختيون جيان مان سدا،
نه ڳاري ڳتيءَ ۾ ڳهيلو ڪجانءِ.

٤- اچي مؤت ماڏو جي منهنجي متان،
پريو انت ويلي تون ميلو ڪجانءِ.

ستگرن کي ٻاڏائيندي ٻاڏائيندي هيٺي هنياءُ سان اچي پنهنجي منزل تي پهتا. هيءَ منزل به اڻانگي

هُئي. ڪٿا هُئي پٽ ۽ ڪٿا هُئي ڇت، ڪٿو هو سج ۽ ڪٿو هُئي چنڊ. هيٺ هُئي زمين ۽ مٿان کليو آڪاش هو پر-

عاشقن ڏرڪو ڏريو، در دوسن جي
سمجهيائون سامي ڇوي اڳي پوءِ مرڻو
هي ڪايا جو ڪرڻو ميٽي ويندا مـن مون

سوامي جن لاءِ هيءَ گهڙي ڪٺن پريکيا جي گهڙي هُئي. ستگرن کان سواءِ ٻيو ڪوبه سهارو ڪين نظر نٿي آيو. اُن وقت ڪين دل ۾ پرهلاد ڀڳت جي پريکيا جي گهڙي ياد اچڻ لڳي جنهن وقت هرڻاڪشپ لوهه جو ٿنڀ تپائي پرهلاد ڀڳت کي اُن گرم ٻرندڙ ٿنڀ کي ڀاڪر پائڻ لاءِ حڪم ڏنو تنهن وقت ٻاهه جهڙي لال لوهه کي ڏسي سندس دل ڌڪجي وئي هئي. پرماتما ڪيڙيءَ جو روپ ڌاري اُن ٻاهه جهڙي ٿنڀ تي هلي پنهنجي هيڻي پر سچي ڀڳت کي دلداري ڏيئي همت ٻڌائي اڀيم دان ڏنو هو. اڄڙي ذوني ستگرو مهراج جن به ڪا مهر جي نظر ڪن ته هن ڪشٽ کان لنگهي وڃي پار پون. هاڻ ته صرف سندن ئي سهارو آهي.

جيڪي منجهه جهان، سو تاريءَ ڏکي تنهنجي
لطف جي لطيف چوي، تو وٽ ڪمي ڪانه
عدل ڇڏان نه آنءُ، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو

سٽر ڪج سٽار، آن ۾ عيبن اُگھاڙي آهيان
ڍڪين ڍڪڻ هار، ڏيئي پاند پناهه جو.

اِئين پَڻي پريمين کي ياد ڪيائون. هاڻ ڪجهه پريمين کي خبر پوڻ لڳي ته سوامي جن هت الڳ آشرم ٺهرائڻ لاءِ اچي ڌوڻي دکائي آهي سو سڀ اچي سوامي جن جي شرڻ ۾ پهتا. هنن سڀني سوامي جن جو خوب سواگت ڪيو ۽ چوڻ لڳا ته سائين اسان جا وڏا ڀاڳ آهن جو توهان هتي اسان جي بستيءَ ۾ آشرم ٺاهڻ لاءِ پڌاريا آهيو. توهان جي آشرم ٺهڻ سان اسان جو هيءُ لوڪ ۽ پرلوڪ ٻئي سڦلا ٿيندا. توهان ڪرپا ڪري اسان تي مهر جي نظر ڌريو ۽ اسان کي توهان جي شيوا جو موقعو ڏيو. توهان جي شيوا ڪري اسين پاڻ کي ڌنيه سمجهنداسين. اسان وٽ جيڪي ڪجهه آهي سو سڀ توهانجو آهي. توهان رڳو حڪم ڪريو. هنن پريمين ۾ شري ڪيشوداس جو پوليس ۾ ملازم هو سو پڻ پنهنجي ڌرم پتني سان آيل هو. هو لڳاتار شردا سان سوامي جن ڏانهن نهاري رهيو هو. ڌيري ڌيري هڪ هڪ ڪري سڀ پريمي سوامي جن کان موڪلائي پنهنجي گهر وڃڻ لڳا پر هي شردالو ڀڳت ويٺو رهيو. جڏهن ڏٺائين ته سڀئي سيوڪ جي وڃڻ کان پوءِ سوامي جن اڪيلا آهن تڏهن

اڳتي وڌي وڃي سندن چرڻن ۾ پنج هزار رکيائين، پيرا رکي کين عرض ڪيائين تہ سائين توهان دل نہ لاهيو هي تہ ڀيٽ سويڪار ڪريو ۽ آشرم جو ڪم آرنڀ ڪريو. باقي سائين اڇي سهاءِ ڏيندو.

ڀڳت ڪيشوداس جي هيءَ املهہ ڀيٽ سويڪار ڪري سواميءَ جن گد گد ٿيڻ لڳا. ڀڳت ڪيشوداس کي آشيرواد ڏيئي چوڻ لڳا تہ ابا ڏسون اڄ اسان وٽ ڀڳت شرومڻي دان وير ڀاماشاهہ جو روپ ڌاري آيو آهين. جنهن وقت پنهنجي ماتر ڀوميءَ کي آزاد ڪرائڻ لاءِ پرم وير راڻا پرتاپ بن بن ڀٽڪي رهيو هو تنهن وقت اهڙي دکي گهڙي آئي جو سندس وٽ پنهنجن ٻارن کي کارائڻ لاءِ اَن جو داڻو بہ نہ رهيو. جڏهن آخري روٽي بہ بن ٻلاءُ کڻي ويو تڏهن سندس ابهم پٽ بکہ ۾ بيحال ٿي ڦٿڪڻ لڳو. هيءَ حالت ڏسي راڻا پرتاپ جي دل بہ اسان وانگر لڏي ويئي ۽ هُو سوچڻ لڳو تہ هاڻ اڪبر جي تعبيداري سويڪار ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارهو ڪونهي. اهڙيءَ دکي ويل ڀاماشاهہ سندس چرڻن ۾ پنهنجي زندگيءَ جي سموري پونجي رکي بلڪل تو وانگر دلداري ڏيندي چيو تہ راڻا توهان دل ننڍي نہ ڪريو. هي سڀ ڪجهہ توهان جو آهي، ديش جو آهي، توهين هن تہ ڀيٽ کي سويڪار ڪري نئين

سر ڇتوڙ کي آزاد ڪرائڻ لاءِ ڪم ڪيو. سو ڀڳت ڪيشوداس ٿو ن ڏنيهه آهين جو هن ڏکي ويل تو پنهنجو سڀ ڪجهه اسان کي ارپڻ ڪيو آهي. ستگرو مهراج جن جاٽي چاٽڙهار آهن هنن هيءَ ڳجهي ڪرپا ڪرشن ڀڳوان وانگر هن سدامي روپي ڀڳت تي ڪئي آهي اهو سوچي بارمبار ستگرو مهراج جن کي دل ئي دل ۾ پرڻام ڪرڻ لڳا. ستگرن جي ڪرپا جو ٿاهه ئي ڪونهي. اندران ئي اندر سڀ ڪم راس ڪيو ڇڏين .

هن ڀڳت جي ڀيٽ سويڪار ڪرڻ کان پوءِ سوامي جن آشرم جي اڏاوت جو ڪم شروع ڪري ڇڏيو. آشرم لاءِ زمين ته ستگرو مهراج جن جي آگيا سان سوامي جن اڳ ئي وٺي ڇڏي هئي. باقي اڏاوت لاءِ پنج هزار روپيه گهرج هئا چاڪاڻ ته اُن وقت پنجن هزارن جو وڏو ملهه هو. شروع ۾ ڏن ڪمرن واري آشرم ٺهرائڻ جي رٿا رٿي ويئي. ڌيري ڌيري ڪم ڪندي ١٩٤١ ۾ آخر هي آشرم ٺهي راس ٿيو. دل ۾ نشچو ڪيائون ته هن آشرم جو شڀ مهورت ستگرو مهراج جن جي پوتر هٿن سان ڪرائجي چاڪاڻ ته سنڌ ن جي اسيم ڪرپا سان ئي هي آشرم ٺهي راس ٿيو هو. ستگرو مهراج جن ڪنڀ جي ميلي تي پرياگ راج ويل هئا. اُتان موٽي سڌو

حيدرآباد آيا تڏهن سوامي جن کين وينتي ڪئي ته
اوهان جي آشيرواد سان هيءَ آشرم ٺهي راس ٿيو
آهي هاڻي توهان پنهنجن پوِترن هٿن سان هلي اُن
جو اُدگهاٽن ڪريو ته پوءِ مان اُن ۾ پرويش ڪندس.
ستگرو مهراج جن وڏي اُتساهه ۽ خوشيءَ سان وڏي
ڌام ڌوم سان آشرم جو اُدگهاٽن ڪيو. اُن موقعي
تي سيني گر ڀائرن کي گهرايو ويو. هون پوڄن
ڪري آشرم تي جهنڊو چاڙهيو ويو. برهم ڀوڄ جي
ويوستا ڪئي ويئي. سنت سماگم ٿيو. سنتن جا
پروچن ٿيا جن ته ميلو لڳي ويو.

آشرم جي ويوستا سيني کي ڏادي وڻي.
سيئي اچرج کائڻ لڳا ته ايتري ٿوري وقت ۾ ساڌ
ماڌو هيءَ آلوڪڪ آشرم ۾ اڪيلي سر بنان سهاري
ڪيئن کڙو ڪري ڇڏيو. وچ واري هال ۾ گرو گرنٿ
صاحب رکيو ويو. اُن سان گڏ ستگرو مهراج جن جي
تصوير رکي ويئي هئي. هال جي ڪاٻي پاسي واري
ڪمري ۾ سوامي جن پنهنجي پتا صاحب کي رهايو
هو جو هنن پنهنجي پتر رڻ کان جڳت گرو
شنڪرآچاريه وانگر آرڻ ٿيڻ پئي چاهيو. جڳت گرو
شنڪرآچاريه سنياسين لاءِ هڪڙو آدرش اِستاپت ڪيو.
ته سنياسيءَ کي پنهنجي پتر رڻ کان آجو ٿيڻ ۾
ڪو به بنڌن ڪونهي. پتر رڻ کان آجو ٿيڻ ته ثواب
جو ڪم آهي. سو سوامي جن سنياس ڌارڻ ڪرڻ
کان پوءِ به پنهنجي فرض جي پالن ڪرڻ ۾ پٺتي نه

## حيدرآباد سنگت دربار



حيدرآباد ۾ ڦليليءَ تي ٺهرايل دربار جو نظارو

هئا. هال جي ساڄي پاسي سوامي جن پنهنجي رهڻ جي ڪٽيا ٺاهي هئي.

هاڻي هر روز نيم سان آشرم ۾ ستسنگ ٿيڻ لڳو. پاڻ ٻاجو وڄائيندا هئا. سندن چاچو ڍڪڙ وڄائيندو هو ۽ شري ٽيڪمداس ڍولڪ وڄائيندو هو. سندن ڀڄن ۾ گرو ڀڳتيءَ جي اهائي پڪار هلندي پئي آئي. هر ڀڄن ۾ گروءَ کي پيا ٻاڏائيندا هئا.

## ڀڄن (سر مانجهہ)

منهنجا ستگر سائين دل مان شل نانءُ نہ تنهنجو وسري.

۱- تخت ملي بادشاهي،
يا در در ڪريان گدائي،
پر ملي نہ ڪڙي پائي،
شل نانءُ نہ تنهنجو وسري.

۲- سدا رهان مان جهنگلن ۾،
يا موهيندڙ محلن ۾،
پر بند رهان مان جيلن ۾،
شل نانءُ نہ تنهنجو وسري.

۳- ديو ٿيان مان ماڻهن ۾،
مورکہ ٿيان يا سياڻن ۾،
پر وڃان مان ڪوڙين ڪاڻين ۾،
شل نانءُ نہ تنهنجو وسري.

سوامي جن جي دل ۾ اِها آرزو هئي ته ستگرو مهراج جن جي چرڻن ۾ رهي ساڌنا ڪريان جيئن سندن آشيرواد جو هٿ رهڻ سان جلدي منزل تي پهچي سگهان. پر ستگرو مهراج جن جي ليلا ته عجيب هئي. هو چاهيندا هئا ته ٿورو وقت سندن وٽ رهي وري ٻري وڃن جيئن سوامي جن جلدي پنهنجي پيرن تي بيهي سگهن. سندن طريقو اُن چريا وارو هو جيڪا پنهنجي ٻچڙي کي ٿورو داڻو ڏيئي پري هلي ويندي آهي ته جيئن اهو ٻچڙو داڻو وٺڻ لاءِ اُڏامي سندس تائين پهچي. اهڙي نموني هوءَ پنهنجي ٻچڙي کي اُڏامڻ جي سکيا ڏيندي آهي. ساڳئي نموني ستگرو مهراج جن به سوامي جن کي آڌياتمڪ کيتر ۾ اُڏام جي سکيا ڏيڻ لاءِ هي طريقو اِختيار ڪيو هو. سوامي جن به ايڪلويه سمان ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ جي اِستاپنا ڪري اُن جي سڪ سان پوڄا ڪري ساڌنا ڪرڻ لڳا. ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ کي تلڪ ڏيئي، گلن سان خوب سينگاري صبوح شام ستگرو مهراج جن جو دل ۾ ڌيان ۽ سمرڻ ڪندا هئا. پنهنجي ستگرن کي ڀڳوان جو سروپ ڄاڻي اُنهن جي پوڄا ارچنا ڪندا هئا ۽ اُنهن جي مهما جا ڀڄن ڳائيندا هئا.

## ڀڄن

ستگر جو در ڏيان تون،
جاڳي سچو ڀڳوان تون.

١- قيصر ڪنگوءِ جا تلڪ ٻڌائي،
ڪر آرتيءَ سان آجيان تون.

٢- گلن ڦلن جا هار ٻڌائي،
سڪ سان ڪر سنمان تون.

٣- سرڳڻ روپ ستگر جاڳي،
ڪر پريم سان پرڻام تون.

٤- ماڌو مول جا موتي اڻيئي،
ڪر پنهنجو ڪلياڻ تون.

آشرم جا سڀ ڪم ڪار ۽ شيوا پوڄا نيم سان ڪرڻ لڳا. صبوح جو آسادي وار ٿيندي هئي. گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ ڪري وچن وٺندا هئا ۽ اُن وچن کي پرماتما جو پاڙو سمجهي اُن جو منن ڪندا هئا. شام جو ستسنگ ۽ گرو چرچا ڪندا هئا. سندن ستسنگ ۾ ڪشش هئي ڏينهون ڀوءِ شرڌالو ويا پئي وڌندا. آشرم ۾ سچو ڏينهن موڄ مٽي پيئي هوندي هئي. شام جو ستسنگ کان پوءِ ڏوڏو چٽڻي پنهنجن هٿن سان پريمين ۾ ورهائيندا هئا. سڀيئي شرڌالو ڀڳت امرت روپي ڏوڏو چٽڻي کائي آڱريون چٽيندي

چوندا هئا ته هن ڏوڏي چٽڪيءَ ۾ اهڙو ته سواد آهي جو ڇتيهن طعامن ۾ به نه ملي سگهندو. آئي وئي کي مان سنمان ڏنو ويندو هو. ٻاهران ايندڙ پريمين لاءِ ڀنڊارو سدائين کليل هو. ڀورين ڀڳتن پريمين کي کارائي پوءِ پاڻ کائيندا هئا. جيڪو پرساد پريمي کڻي ايندا هئا اهو سڀ حاضرين ويچ سنگت ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا. هڪ دفعي رات جي وقت ڪي مهمان ٻاهران آيل هئا. جيڪو ڀوڄن تيار هو سو کين کارايائون ۽ ڀوڄن کائيندي شيواداريءَ کي چيائون ته ابا اندر ڏس جي انب هجن ته کڻي اچ. شيواداري چار انب کڻي آيو. سوامي جن شيواداريءَ کان پڇيو ته ابا سڀ انب کڻي آيو آهين. تنهن تي شيواداريءَ چيو ته سائين چار سٺا انب ڳولهي توهان لاءِ رکيا اٿم باقي انب کڻي آيو آهيان. پوءِ شيواداريءَ سمجهيو ته هيءَ ڳالهه ٻڌي سوامي جن ڏاڍا خوش ٿيندا ۽ مونکي شاباسي ڏيندي چوندا ته تو ڏاڍو چڱو ڪم ڪيو آهي جو گروءَ لاءِ چونڊي سٺا انب رکي آيو آهين. پر ڳالهه بلڪل اُلٽي ٿي. سوامي جن چيس ته پٽ گهر آيل مهمان ڀڳوان جو روپ ٿيندو آهي ۽ ڀڳوان کي ته سڀ کان سٺي ۾ سٺي شيءِ ارپڻ کپي آهي. هاڻي وڃ، وڃي اُهي سٺا انب وڃي هنن ڀڳوان روپي مهمانن کي کاراءِ ته پوءِ اسين توکي شاباسي

ڏيون. اهي وچن ٻڌي ويٺل سڀ پريمي سوامي جن جي مهانتا تي ٻلهار وڃڻ لڳا. سوامي جن پنهنجن پريمين کي ڏاڍو ڀائيندا هئا. سندن وٽ جيڪي هوندو هو سو کين ورور ڪري پيا ڏيندا هئا. پريمي هڪ دفعو سوامي جن جي ويجهو اچڻ کان پوءِ هميشه لاءِ سندن ٿي ويندو هو. سندن ليلا بہ ڪرشڻ ڀڳوان وانگر اپرم پار لڳي پيئي هئي. جيئن هرڪا گوپي چوندي هئي تہ ڪرشن تہ صرف منهنجو ئي آهي تيئن هرڪو پريمي چوندو هو تہ سوامي جن تہ صرف منهنجا آهن. سوامي جن مونکي ايترو تہ پريم ڏنو آهي جيڪو سڳي ماءُ پيءُ بہ نہ ڏنو. پريم ڀائي پريمي ويا پئي وڌندا. آشرم ۾ شرڌالن جو صبوح کان شام ٽائين ٺاٺو لڳو پيو هوندو هو. هر وقت ستسنگہ جو ديبار لڳو پيو هوندو هو. سوامي جن ستسنگ کي ڏاڍو گهڻو مهتو ڏيندا هئا. ڀڄن دئاران ستسنگ جي مهتو کي سمجهائيندا هئا.

## ڀڄن (سر ٽوري)

اُٺي ستسنگ شانٽي پائڻ لاءِ
پنهنجي من جي ميل مٽائڻ لاءِ
١- ستسنگ ۾ سچو گيان ملي،
٢ آتم جو ٻڌ ڌيان ملي،

سچي نام سنڌ وٺ نشان ملي،
هيءَ راهه رام ريجهائڻ لاءِ....

٢- ستسنگ سمنڊ ۾ ناؤ اٿيئي،
سچي رام ملڻ جي راهه اٿيئي،
جي پريو پسڻ جي چاهه اٿيئي،
رکه اڳتي وکه وڌائڻ لاءِ...

٣- ستسنگ ۾ دکه درد مٽي،
۽ ڪوٽ جنم جو قرض مٽي،
هن ديهه دکيءَ جو مرض مٽي،
هيءَ دوا درد مٽائڻ لاءِ...

٤- جي ستسنگ ۾ پير پائيندي،
ڪڏهن ماڌو دوکو نه کائيندين،
سچو لوڪ سکي ڪري پائيندين،
رکه ناتو توڙ نڀائڻ لاءِ....

ڀڳن ٻورو ڪري چوڻ لڳا ته هيءَ مانکه ديهه اسانکي ڀاڳن سان ملي آهي. هن اِنساني چولي ۾ ئي اسين پرم پتا پرماتما کي پائي سگهون ٿا. سنسار ۾ جيڪي ٻيا جيو آهن اُنهن ۾ ٻڌيءَ جو اڀاؤ آهي جنهن ڪري اُهي ايشور کي پائڻ ۾ اسمرٿ آهن. اِنهيءَ ڪري اسين پل پل پرماتما جو سمرڻ ۽ ڀڄن ڪري اُن کي پراپت ڪري پنهنجو جيون سڦل بڻايون نه ته اسان کي وري اهڙو سونهري موقعو هٿ نه

ايندو. هر روز ستسنگ ۾ اچي اسين انهيءَ راهه تي هلي سگهون ٿا. ستسنگ ۾ اچڻ سان من جي ميل ڌوپجي ويندي ۽ مايا جو پردو هٽي ويندو. تڏهن اسين پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي، من مندر ۾ پنهنجي ٺاڪر جو درشن ڪري سگهنداسين. اُن سان ئي سچي آنند جي پراپتي ٿيندي. جي اسان هن مانکه ديهه جو قدر نه ڪنداسين ته پوءِ اسان کي پڇتائڻو پوندو. انساني چولي جي آهميت کي سمجهائڻ لاءِ سوامي جن پنهنجن ستسنگين کي هيٺيون درشٽانت ٻڌايو.

درشٽانت :- هڪ راجا هوندو هو. راجا ڏاڍو نيڪ ۽ پرجا پالڪ هو. سندس راڄ ۾ رعيت ڏاڍي سکي هئي. سڀ طرف شانتي هئي ۽ ڀنڊار ڀريا پيا هئا. پر اهو سڀ ڪجهه هوندي به راجا جي دل ۾ هڪ ڪنڊو هميشه چڀندو رهندو هو. رات ڏينهن اها چنتا کيس ستائيندي رهندي هئي ته مون کان پوءِ هن راڄ جو وارث ڪير ٿيندو ڇاڪاڻ ته کيس ڪوبه اولاد نه هو. گهڻيئي پير فقير پڇائڻ کان پوءِ ڪنهن پهتل سنت جي آشيرواد سان سندس منوڪامنا پوري ٿي، ۽ سکي سالن کان پوءِ کيس هڪ سندر پٽ ڄائو. سڄي راڄ ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي وئي. خوش ٿي راجا خزاني جا دوار کولي ڇڏيا، دل کولي

دان ڏنائين. جڏهن سيٺ دان وٺي ويا تڏهن راڄ جي نظر محل جي صفائيءَ ڪرڻ واري تي پيئي. راجا وزير کي حڪم ڪيو ته هن کي هڪ سوني ج ٿالهه هيرن جواهرن سان جڙيل انعام ڏنو وڃي. راڄ جي حڪم موجب ڪيس سون جو سهڻو هيرن جواهرن سان جڙيل ٿالهه ڏنو ويو. اهو سيوڪ اهڙو سهڻو ٿالهه وٺي ڏاڍو گد گد ٿيو. راجا سمجهيو ته هي املهه انعام پائي هن جا دريدر دور ٿي ويندا ۽ هيءُ سکي جيون گذاريندو. پر ڪجهه ڏينهن کان پوءِ راجا جي نظر اوچتو اُن صفائي ڪندڙ تي پيئي. راجا اهو ڏسي ڇرس ۾ پئجي ويو ته هو سيوڪ هيرن جواهرن سان جڙيل ٿالهه ۾ مٽي ڍوئي رهيو هو. راڄ کيس گهرائي پڇيو ته، ابا تون اهڙي قيمتي ٿالهه ۾ مٽي ڇو پيو ڍوئي هن جي بي. قدري ڪرين. تنهن تي اُن اڳيانيءَ جواب ڏنو ته سائين منهنجو ته ڪم ئي مٽي ڍوئڻ آهي ۽ مان هن ٿالهه ۾ اهوئي پنهنجو ڪم ڪري رهيو آهيان. راجا کي هن جي بيوقوفيءَ تي ڏاڍو غصو لڳو ۽ وزير کي حڪم ڏنائين ته هن کي هن اماهه سون جي ٿالهه جو قدر ڪوڙهي، انهيءَ ڪري هن کان اهو ٿالهه کسي ڪيس لوهه جو ٿالهه ڏنو وڃي. صفائي ڪندڙ سون جو ٿالهه وڃائي لوهه جي ٿالهه ۾ مٽي ڍوئڻ لڳو.

سوامي جن درشٽانت ٻڌائي پريمين کي چوڻ لڳا تہ راجا روپي مالڪ اسان کي املھہ هيرن ۽ موتين جڙيل سون جي ٿالھہ مثل هيءَ مانکہ ديھہ ڏني جي اسان ان جو قدر نہ ڪيو تہ مالڪ اسان کان هيءَ مانکہ ديھہ کسي ڪيڙن مکوڙن جي ديھہ ڏيندو ۽ پوءِ چوراسي جي چڪر ۾ ڦاسي پڇتائيندا رهنداسين پر سڀ ڪجھہ وڃڻ کان پوءِ پڇتائڻ مان ڪوبہ فائدو نہ ٿيندو. انھيءَ ڪري جلدي سڄاڳ ٿي پرماتما سان مڪا ميلو ڪريون.

اهڙا درشٽانت ٻڌي پريمين جي دل ۾ پرماتما کي پائڻ جي اُڪير پيدا ٿيڻ لڳي. هو ڪانئن جگياسا وش پڇندا هئا تہ سائين ڀڳوان ڪٿي آهي؟ ڀڳوان کي ڪيئن پائي سگھبو؟ سوامي جن ڪين ٻڍن دئاران اهو راز کولي سمجھائيندا هئا.

## ٻچن

پري نهارين چو ٿو،
پورين پنھنجو پاڻ سڄاڻ.

اُ هي جو دم سان دم هلي ٿو،
تنھن ۾ ٿئي اهڃاڻ،
سوجھي تنھنکي صاف صحيح ڪر،
صاحب تو هي ساڻ.

٢- هيءُ جو سهڻو جڳت ڏسين ٿو،
سج چنڊ ۽ چانڊاڻ،
سڀ جو سائين تون ئي آهين،
پرجهي پاڻ پڇاڻ.

٣- هي جو ادمبر ڏسين اکين سان،
مايا جو سڀ ماڻ،
سڀ ۾ ساڳي جوت اٿيئي،
هڪ لالڻ جي لالاڻ.

٤- من اندر ۾ محل اٿيئي،
محل ۾ موهن جاڻ،
ماڻ ملي من موهن سان،
ڪر تون روح رهاڻ.

سوامي جن ڀڄن پورو ڪري پريمين کي چوڻ لڳا ته پرماتما اسان جي اندر آهي ۽ اسين پرماتما جو درشن اندر جي اکين سان ڪري سگهون ٿا ۽ اهي اندر جون اکيون تڏهن کلنديون، جڏهن اسان جو من نرمل ٿيندو ۽ من کي نرمل ڪرڻ لاءِ ستسنگ جي ضرورت آهي. اسان جو من مايا سان مليو پيو آهي ۽ پيو ٻاهر ڀٽڪائي. من کي سمجهائڻ لاءِ ۽ اندر جي طرف موڙڻ لاءِ اسان کي سنتن مهاتمائن جي سنگت جي ضرورت آهي. اهي سنت مهاتمائون ئي اسان کي اها طاقت ڏيندا جنهن

ذريعي اسين هي ڀؤ ساگر پار ڪري سگهنداسين.
سوامي جن چوڻ لڳا تہ هن جيو ۽ مايا جي حالت نوريئڙي ۽ نانگ مثل آهي. نانگ ۽ نوريئڙي جي جڏهن لڙائي لڳندي آهي تڏهن نانگ جي ڏنگڻ سان نوريئڙي تي زهر چڙهڻ لڳندو آهي، ان وقت نوريئڙو دوڙ پائي ٻوٽن ۾ لڪي ويندو آهي. اُتي هو هڪ ٻوٽي سونگهيندو آهي جنهن جي سونگهڻ سان اُن جو زهر لهي ويندو آهي ۽ هن ۾ نانگ سان لڙڻ جي طاقت اچي ويندي آهي ۽ نئين طاقت پائي هو نانگ کي ماري لڙائيءَ ۾ سوڀارو ٿيندو آهي. نوريئڙي وانگر هي جيو بہ نانگ روپي سنسار سان ڀيو لڙي. جي هن کي سوڀ پائڻي آهي تہ ستسنگ روپي ٻوٽي هن کي هر روز سونگهڻي پوندي. اها ٻوٽي هر روز سونگهڻ سان هو پنهنجي مَن کي جيتي پنهنجي اندر جهاتي پائي پرماتما جو درشن ڪري هي جيون سڦلو بڻائي سگهندو.

اهڙي نموني سوامي جن پنهنجن پريمين کي امرت روپي ستسنگ جو آنند وٺائيندا رهندا هئا ۽ سندن دل ۾ ستگرو مهراج جن جي سڪ ۽ چڪ لڳي پيئي هئي سو ڪانئن رهيو نہ ٿيو. هڪ ڏينهن شام جو ستسنگ پورو ڪري ستگرن جي درشن لاءِ نڪري پيا. دربار تي پهچي ڏٺائون تہ ستگرو مهراج

جن رڏن ڪري اُتي اچي ويا هئا. ستگرو مهراج جن
جو درشن ڪري سنڌن اکيون ٺٺيون ٿيون. ستگرو
مهراج جن جا چرن پڪڙي کين عرض ڪيائون تہ
هاڻي هلي اسان جي ڪٽيا کي پوتر ڪريو. ستگرو
مهراج جن کين دلداري ڏيئي چيو تہ اسين ٿو وٽ
ضرور هلنداسين. جيئن اسان جي سک ٿوڪي چڪي
هٿي آنڊو آهي اهڙي ئي سک اسان جي اندر ۾
ٺنهنجي لاءِ آهي. ٿون هردم اسان کي ياد آهين. پر
اسين ٺڏهن ٺنهنجي دربار تي ايندا‌سين جڏهن
ٿون ميلو لڳائيندين. سوامي جن اهو شرط خوشيءَ
سان قبوليو. ڪانئن آشيرواد وٺي دربار تي آيا. ٻئي
ڏينهن ستسنگ جي وقت پنهنجن پريمين کي اها
خوشخبري ٻڌايائون تہ ستگرو مهراج جن وڏي مهر
ڪري اسانجي دربار کي پوتر ڪرڻ قبوليو آهي.
پر هنن آگيا ڪئي آهي تہ دربار تي ميلو لڳائجي ۽
مان ٿوهان پريمين جي طرفان ميلي لڳائڻ جي
خاطري ڏيئي آيو آهيان. هاڻي اِهو ميلو لڳائڻ جو
بار ٿوهان کي پنهنجي ڪلهن تي کڻڻو آهي. هرڪو
پريمي هن ڪارج کي پنهنجو سمجهي جي پورو
ڪرڻ جو سنڪلپ ڪندو تہ بيڙا ئي پار ٿي ويندا.
هرڪو پريمي پنهنجي شڪتي سارو سهيوگ ڪري تہ
هيءَ ڪا ڏکي ڳالهہ ڪانهي. اُن ڏينهن ستسنگ ۾

پريمين کي هڪڙو درشٽانت ٻڌايائون.

درشٽانت :- هڪ ڏينهن سنت مهاتمائون رستن تي نڪتا ساڻن گڏ سندن پريمي پڻ هئا. سنت هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ ۾ وڃي ستسنگ ڪندا هئا. هڪ ڏينهن جيئن هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ وڃي رهيا هئا ته رستي تي هارين پنهنجن کيتن ۾ اناج ڪٽي ڪڍڻ ۾ ڍڳن ڌئارا اناج پٽي ڪڍايو. ويچارا ڍڳا اناج مٿان پئي ڦريا. جي ڪو ڍڳو ڪنڌ هيٺ ڪري اناج کائڻ جي ڪوشش پيو ڪري ته هاري ڪيس ڇهبوڪ پيو ڏکاءُ ڪري. هيءُ حال ڏسي ڪنهن ديالو پريميءَ سنتن کان پڇيو ته سائين هيءُ ڪهڙو ناحق آهي جو اناج جا ڍير هوندي هنن ڍڳدامن کي چپٽي کائڻ جي اِجازت ڪانهي. تنهن تي سنتن کين سمجهائيندي چيو ته ابا هي سڀ اڳين جنمن جو ڪرم آهي. اڳئين جنم ۾ هي ڍڳا وڏا ڌنوان هئا ۽ هنن پنهنجو ڌن تجورين ۾ بند ڪري رکي ڇڏيو هو. سماج جي ڪنهن شڀ ڪارج ۾ هنن ڌن سڦلو نه ڪيو، نه پاڻ کاڌائون ۽ نه ئي ٻئي ڪنهن کي کائڻ ڏنائون. هن جنم ۾ ڍڳا بڻيا آهن اناج جا انبار سامهون هوندي به هي کائي نٿا سگهن. ايشور ڪرپا ڪري جيڪو ڌن اسان کي بخشيو آهي ان تي سماج جو پڻ حق آهي. اِنڪري سماج جي چڱن ڪمن جي ڀلي ڌن سڦلو ڪنداسين ته اسان جا ٻئي لوڪ سڦلا

ٿيندا. هن لوڪ ۾ نيڪي ۽ ناموس ٿيندي ۽ ٻئي جنم ۾ اسان کي ان کان به وڌيڪ ملندو.

هي درشتانت ٻڌائي پريمين کي سماجڪ ڪم ۾ سهيوگ ڪرڻ جو مهتو سمجهايائون. ستسنگ پوري ٿيڻ کان پوءِ هڪ پريمي جوڙو سندن شيوا ۾ حاضر ٿيو ۽ کين عرض ڪيائون ته سائين ايشور اسان کي سيڪي ڏنو آهي سو هن ميلي لاءِ اسان جا ست هزار روپيه قبول ڪريو ۽ ميلو ڌام ڌوم سان لڳارائي ستگرو مهراج جن کي سياڻي ٿي هتي پڌارڻ جي نينڊ ڏيئي اچو. سوامي جن هنن سڀني پريمين جي ايڏي سڪ ۽ شرڌا ڏسي خوشيءَ ۾ قوليا نه سمايا. کين خوب آشيرواد ڏيئي ٻئي ڏينهن وڃي ستگرو مهراج جن کي اها خوشخبري ٻڌايائون. ستگرو مهراج جن کان آگيا وٺي آشرم تي هڪ ورات ميلو لڳارايائون. پورا ٽي ڏينهن اکنڊ پاٺ هلندا رهيا، ڀنڊارا چالو رهيا. سنتن جون منڊليون صبوح کان شام پريمين کي ستسنگ روپي امرت پيار ينديون رهيون. سوامي جن جي دل ۾ ستگرو مهراج جن لاءِ جيڪا سڪ ۽ تڙف هئي سا سندن ڀڄن مان جهلڪڻ لڳي.

ڀڄن

۱- دل تڙفي ٿي جن جي خاطر،

سي سنت سڃارا آئيا،

مهر ڪري مسڪينن مٿان،
سي داتار دلاور آئيا.
٢- ڪهڙي مهما ٿن جي ڳايان مان،
لکم ٿورا تن جا ڀايان مان،
ٻاجھ ڪري ٻالڪ تي پنهنجي،
سي پرم پيارا آئيا.
٣- اڄ دل کي بهاري آئي آ،
خوشي خوب من ۾ آئي آ،
ڪهڙي ڀيٽ ڌريان ٿن جي اڳيان،
ڀير ڀري جي هت آئيا.
٤- ڪهي ڏينهن منگل منايان ٿو،
ملي گيت تنهن سان ڳايان ٿو،
ڪري ديا داسن تي دين بنڌو،
سي اندر اُجيارا آئيا.

ستگرو مهراج جن جي وڏائيءَ جا گيت ٻڌائي پريمين کي ستگرن جي مهما سمجھائڻ لڳا ته ستگرن جي مهما چوڻ کان ٻاهر آهي. جي هي پروت سمان آهن ته اسين هڪ ڪڻ مثل آهيون، جي هي ساگر آهن ته اسين هڪ بوند برابر آهيون، جي هي سورج آهن ته اسين سندن هڪ ڪرڻ سمان آهيون.

اکين جي سڦلتا انهيءَ ۾ آهي ته اُهي ستگرن جو درشن ڪري ڪرتارٿ ٿين جيئن جي سڦلتا ان ۾ آهي

تہ اُھا ستگرن جي مھما جا گيت ڳائي. ھنن اکين ۾ سندن جوتي سمايل آھي ۽ دل ۾ سندن آنند سمايل آھي.

ارجن جو رٿ جڏھن شري ڪرشڻ ڀڳوان ھلايو تڏھن ئي مھاڀارت جي لڙائيءَ ۾ ڪيس سوڀ حاصل ٿي، تيئن اسين ٻہ جڏھن مَن روپي رٿ کي ستگرن کي ارپڻ ڪنداسين تڏھن ھن سنسار روپي سنگرام ۾ سوڀارا ٿينداسين.

ستگرو مھراج جن کي عرض ڪري چوڻ لڳا تہ مھراج ڪرپا ڪري پريمين کي امرت وچن پياري سندن پياس ٻجھايو. ستگرو مھراج جن سندن عرض اونائي پريمين کي چوڻ لڳا تہ :-

ساڌ سنگت جي ٽين لوڪ ۾
جاڻو ٻڙي ٻڙھائي
شرڌا سي جن ستسنگہ ڪيا
ڀورن پدوي پائي.

ستگرو مھراج جن سنت سماگم جي مھما سمجھائڻ لاءِ ٻالميڪ رشيءَ جي جيون مان اُداھرڻ ڏيئي سنگت کي پچن ٻڌايو :-

اِي ٻالميڪ مارگہ کا ڌاڪو،
راھہ مسافر ماري،

اِک دن سپت رشي وهان آئي ،
تاکي نکٹ سڌاري،
کس لئي تم پاپ کرت هو؟
سنت وچن اُچاري۔
۲۔ سن پاپ پر مات پتا پن،
سائي پتر لگائي ،
پوچ کٹنب سي آئو پئيا،
اب تو ناهم گهتنا،
بالميک تب هس کر بولا،
تم تو چاهت چتنا،
بانڌ برچ سي هم کو جائو ،
پيچهي آکر لتنا ،
آپ بندا کر کرت پل تن،
سنتن پر بل جائي ۔
۳۔ سنتن کو وهان بانڌ برچ سي،
بالميک گهر چليئا ،
اسي پاپ پر مجهه سي شامل ،
هو يا نا تم پليا،
کس وڌ ييي تم هم کو پالو ،
پاپ سنگي نهين جوليا،
ائسي سن گهر بار تياگي ،
آه بڑا شرڻائي

ڪوهي ڏيئون پٺي سهت ڏيـاو،
ايـنـي چرنـي لايا،
رام رام ڏي منتر اسي کو،
ايـڪ جگہ ٻتلايا،
مـرا مـرا رٽ ڏيـن ڪال ڪا،
گيان اسي نې پايا،
سنت سماگم ايڪ گهڙي ڀي،
ورٿا ڪبهون نہ جائي.

ستگرو مهراج جن پڇڻ جو ارٿ سمجهائي پريمين کي چوڻ لڳا تہ جهڙي نموني واميڪ رشي جي هڪ گهڙيءَ جي سماگم سان ڪوٽ ڪوٽ جا پاپ ڌوئي لوڪ پرلوڪ سهيلو ڪيو تهڙي نموني توهين به هن سونهري موقعي کي هٿان نہ وڃايو. ان کان پوءِ ستنام ساکيءَ جي ڌن لڳائي ستسنگ جي سماپتي ڪيائون.

ميلي جي سماپتيءَ کان پوءِ سوامي جن ستگرو مهراج جن کي هٿ ٻڌي نماڻي وينتي ڪئي تہ هاڻي توهين ڪرپا ڪري ٻنهندو ڏنل وچن پورو ڪيو. توهان هتي رهي مون داس کي ٻنهندي شيوا ڪرڻ جو موقعو ڏيو جيئن توهان جي شيوا ڪري هي جيون سڦل بڻايان. هاڻي ڪيل واعدو پورو ڪريو ۽ هتي ئي آسڻ ڄمايو. ستگرن وراڻيو بابا سڪ ۽ شرڌا

ته تنهنجي ڳوڙهي ٿي چڪي رهي آهي، پر الڳ ڪا ڪوٺي هجي ته سڀ ٺيڪ رهي پئجي. طبعت ڪجهه عليل رهڻ لڳي آهي. اڇا آهي ته آخرين سمو هت ايڪانت ۾ گذارجي ته چڱو. اهو ٻڌي سوامي جي چت ۾ چنتا اچي ويو. سوچڻ لڳا هاڻ هيءَ جيون سڦل ٿيندو. ستگرو مهراج جن هن ڪٽيا ۾ رهي هن داس تي وڏي ڪرپا ڪندا. دل ئي دل ۾ ڀڳوان کي پرارٿنا ڪرڻ لڳا ته جلد ڪٿان پئسن جو بندوبست ٿي وڃي ته ستگرو مهراج جن لاءِ الڳ ڪٽيا ٺهرايان.

ٻئي ڏينهن شام جو نيم انوسار ستسنگ ٿيو. سوامي جن ٻڌڻ آيا ۽ پريمين کي امرت وچن ٻڌايا. وچن کان پوءِ سندن ڌيان رهندو هو ستگرو مهراج جن لاءِ ڪٽيا ٺهرائڻ ۾. جيئن ڪٽيا ٺهڻ کان پوءِ ستگرو مهراج جن جي دل گهرلي شيوا ڪري هي جنم سڦلو بڻائي سگهن. اڄ ستسنگ ڪندي پاڻ هڪ درشٽانت ڏنائون جنهن ۾ سندن چنتا ۽ سنڪلپ صاف ظاهر هو. اهو درشٽانت هن طرح هو:

درشٽانت :- هڪ دفعي سنت مهاتمائون رٿن ڪندي اچي هڪ ڳوٺ ۾ پهتا. سندن مرضي هئي ته ڪجهه ڏينهن هتي ٿي آرام ڪري پوءِ اڳتي وڃي. سو ڳوٺ جي چوپال تي پنهنجي ڏوڻي رمايائون.

ڪجهه وقت ڪان پوءِ ڪي شرڌالو پريمي سندن جي شيوا ۾ حاضر ٿيا ۽ کين رسوئي ورتائڻ لاءِ عرض ڪرڻ لڳا. تنهن تي سنتن ڪانئن پڇيو ته ابا ڳوٺ ۾ ڪو مندر يا ڌرمشالا آهي جتي اسين ڪجهه ڏينهن وشرام ڪري سگهون. ان سوال تي پريمي شانت ٿي ويا ۽ بدران جواب ڏيڻ جي هڪ ٻئي ڏانهن نهارڻ لڳا. هنن جي خاموشي ڏسي سنتن سمجهيو ته دال ۾ ڪجهه ڪارو آهي. هيءَ سرل سوال ٻڌي هي سڀ هيٺين سراپجي چپ ويا آهن. سو چيائين ابا مندر ۽ سواءِ ته هر ڳوٺ جا سيٺ ۽ ڀاڳيا پنهنجي نيڪ ناموسيءَ لاءِ ضرور ٺهرائيندا آهن. اهڙي نموني هتان جي سيٺ شاهوڪارن به هن ڌرم جي ڪم ۾ پير پٺتي نه رکيو هوندو. تنهن تي هڪ سياڻي کين جواب ڏنو ته هتان جا نگر سيٺ دنيادار آهن هرڪو قدم توري ٽڪي ڪڍندا آهن سو سندن ويچار ۾ مندر ۽ ڌرمشالائون ٺهرائڻ فضول خرچ آهي. ان ڪري هن ڏس ۾ هنن ڪڏهن هڪ ٽڪو به دان طور نه ڏنو آهي. انهيءَ ڪارڻ اسانجي ڳوٺ ۾ نه مندر آهن ۽ نه ئي وري ڪا ڌرمشالا آهي جتي مسافر ٻه گهڙيون آرام ڪري سگهن. توهان هن ڳوٺ ۾ آيا آهيو، اسان جا وڏا ڀاڳ آهن. توهين ڀلي اسان جي گهر رسوئي ورتايو ۽ رهو ان ۾ اسان کي بيحد خوشي ٿيندي. سنتن

سنڌ ۾ مهمان نوازي لاءِ ڪين ڌنيواد ڏنو. پر ان ڌرماتما نگر سيٺ جي درشن جي اِڇا ظاهر ڪئي. ڳوٺ جا ٻه بزرگ ڪين سيٺ جي حويليءَ تي وٺي ويا. سنت سيٺ سان گڏيا ڪين آشيرواد ڏيئي ڳوٺ جو حال احوال پڇيائون. ڪجهه دير ڳالهه ٻولهه ڪرڻ کان پوءِ سيٺ کان هلڻ جي اجازت گهريائون. سيٺ من ۾ سمجهيو هو ته سنت حويليءَ تي آيا آهن ضرور دان دکشڻا گهرندا، ڪو چندو چيرو وٺندا. پر هنن سنتن ته ڪجهه گهرڻ جي بدران ڪين خوب آشيرواد ڏني ۽ هلڻ وقت پڇيائون ته ڪنهن قسم جي شيوا اسان جي لائق هجي ته ٻڌايو. سنتن جي هن عجيب هلت ڪري سيٺ کي حيراني ۽ بي چيني ٿي سو ڪانئس رهيو نه ٿيو. سنتن کان پڇڻ لڳا ته سائين توهان ته ڪجهه به نه گهريو نه ٿي ڪنهن شيوا لاءِ آگيا ڪئي، نه وري پنهنجي هٿ اچڻ جو پريوجن ٿي ٻڌايو. هاڻي مهرباني ڪري اسان کي ڪجهه شيوا جو موقعو ڏيو. اهو ٻڌي سنتن پنهنجي جهوليءَ ۾ هٿ وڌو ۽ هڪ سُئي ڪڍي. سُئي سيٺ ڏانهن وڌائيندي چوڻ لڳا ته جي توهين شيوا لاءِ زور ٿا ڀريو ته مهرباني ڪري هيءَ سُئي امانت طور پاڻ وٽ رکو اسين اها توهان کان پرلوڪ ۾ وٺنداسين. سنتن جي اها ڳالهه ٻڌي سيٺ کلڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته

سائين توهين مونسان مڙاڪ ٿا ڪريو ڇالا پرلوڪ ۾ هن
لوڪ جي سڀ ڪيئن ڪٺي سگهبي. هي سڀ ڪجهه
هتي ئي رهجي ويندو. هٿين خالي آيا آهيون ۽
هٿين خالي وينداسين. پوءِ مان توهان جي هيءَ سڀ
پرلوڪ ۾ ڪيئن ڪٺي ويندس. تنهن تي سيٺ چيس
ته ابا تون بلڪل سچ ٿو چوين. جڏهن تون هڪ
سڀ به هن لوڪ مان نه ڪٺي سگهندين پوءِ تو جو هيڏيون
ڏهو ڙيون سون چانديءَ سان ڀريون آهن اُنهن جو
ڇا ٿيندو؟ ڇا تون انهن کي پاڻ سان ڪٺي ويندين
جڏهن سڀ ڪجهه هت رهڻو آهي پوءِ ڇو نه ان کي
سڪيارٿو ڪجي، هي ڌن پرماتما اسان کي سندن
ڏالي تي چڱا ڪم ڪرڻ لاءِ ڏنو آهي. دان پڃ ڪري
هن جنم ۾ ناموس نڪرندي ۽ پرلوڪ سهيلو ٿيندو
آنهيءَ ڪري هن ڌن کي ڀلائي جي ڪمن ۽ ڏين
دکين جي شيوا ۾ ڪم آڻڻ گهرجي. هن ڳوٺ ۾
پوڄا ارچنا لاءِ مندر ٺهي ڪونهي، گهرجائو مسافرن لاءِ
ڌرمشالا به ڪانهي. هي سڀ سماج شيوا جا ڪم آهن.
انهن تي ڌن خرچ ڪرڻ سان ڌن سڪيارٿو ٿيندو
۽ توهان جي ناموس ٿيندي. سيٺ کي سنتن جي
ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويئي ۽ سنڪلپ ڪيائون ته اڄ
ٺي ڌرمشالا ۽ مندر جي نرماڻ جو ڪم سنتن جي پويتر
هٿن سان شروع ڪندس. سيٺ جي منورٿيءَ ۾

ڏيرو ڏسي ڳوٺ وارا خوشيءَ ۾ ڦوليا نه سمايا . سنتن جي آشيرواد سان اِن ڳوٺ ۾ مندر به ٺهيو ۽ ڌرمشالا به ٺهي . سيٺ هاڻ خوب سداورت ڪرڻ لڳو . سندس در تان ڪو به سوالي خالي نه ويندو هو . اهڙي نموني سنتن جي سکيا پائي سيٺ هن لوڪ ۾ جس ڪمايو ۽ پرلوڪ به سهيلو ڪيو .

ستسنگ ڪان پوءِ آرتي ڪري ٻلو ٻاٽائون ۽ سيٺي پريمين کي پرساد ڏنائون . پرساد وٺي سيٺي پريمي مٿو ٽيڪي پنهنجي گهر روانا ٿيا پر ماتا گوپي ٻائي سوامي جن جي چرڻن ۾ ويٺي رهي . سوامي جن ڪانئس پڇيو ته گوپي ٻائي سڀ سک آهي نه ؟ چو ٽوڪي ڪجهه پڇڻو آهي . تنهن تي گوپيءَ سوامي جن کي هٿ جوڙي عرض ڪيو ته اڄ توهين ڪنهن چنتا ۾ آيو . توهان جو من منجهيل آهي . ڪابه تڪليف هجي ته مونکي حڪم ڪيو مان پٺا شڪتيءَ سان توهان جي شيوا ڪنديس . تنهن تي سوامي جن پنهنجي من جو حال ساڻس اوريو . ڪيس چيائون ته وٽي رحمت ڪري ستگرو مهراج هٿي رهڻ جو عرض اگهايو آهي پر سندن رهڻ لاءِ الڳ ڪٽيا ٺهرائڻ جي ضرورت آهي . پر ڪنهن ڪارڻ ڪري خيال اٿم ته هيءُ سونهري موقعو هٿان نه نڪري وڃي . ماتا گوپي سندن هي ويٿا

ٻڌي ڏکا کٽي هم ڏکا کٽي تم، ڏک مان هيرو لاهي ڪڍي سوامي جن جي چرڻن ۾ رکيائين. سوامي جن ڪان اهو ڏسي چرڪ نڪري ويو. ڇاڪاڻ ته هيرو ته سهاڳ جي نشاني آهي. سو جيائونس ته مائي تو هي ڇا ڪيو تون سهاڳڻ آهين ڏک جو هيرو ڪيئن ٿي لاهي اسان کي ڏين. تڏهن تي گوپي ٻائي چوڻ لڳي ته سائين منهنجي سهاڳ جا رکشڪ توهين آهيو توهان جي آشيرواد سان منهنجو سهاڳ سلامت رهندو. هيرو منهنجي سهاڳ جي ڪهڙي رکشا ڪندو. هي هيرو توهان جي چرڻن ۾ ارپڻ ڪري آءٌ توهان ڪان سهاڳ جي ڀيک ٿي پنان. اڄ ٻارهن سالن ڪان منهنجو مالڪ ولايت ڪمائڻ ويو هو پر اڄ سوڌو سندن ڪو به پتو ڪونهي. توهين رحم جي نظر ڪيو ته منهنجو سهاڳ سلامت هجي ۽ اچي جلد مون نماڻيءَ سان ملي.

هيرو وٺي سوامي جن گڏ گڏ ٿيا سندن سڀ چنڊائون سماپت ٿي ويئون. هاڻي هيرو مڻائي سنگرو مهراج جن لاءِ ڪڙيا ڏهرائڻ جو ويچار ڪري مائي گوپيءَ سميت سنگرن جي شيوا ۾ حاضر ٿيا. مائي گوپيءَ جي اڳهاد شرڌا ۽ مهان ٿياڳ جي سموري ڳالهه کين ٻڌايائون. سنگر مهراج جن سهاڳ جي نشاني هيري جي پڌهڻن گرن لاءِ ڪيل

قربــاني لاءِ مائي گوپيءَ کي خوب آشيرواد ڏني ۽ چيائونس تہ جلد تنهنجو وڇڙيل گهوٽ راجا اچي ملندو ۽ سوامي جن کي چيائون تہ ماڻو تنهنجون ششيائون سدائين سهاڳڻيون رهنديون اسين مائي گوپيءَ جي سمپورڻ دان تي بيحد خوش آهيون. هي دان الوڪڪ ۽ اڏوکو آهي. هن "سمپورڻ دان" جو تمام وڏو مهتو آهي. تنهن تي مائي گوپي ستگرو مهراج جن کان "سمپورڻ دان" جو ارٿ پڇيو. ستگرو مهراج جن سمپورڻ دان سمجهائڻ لاءِ کين هڪ درشٽانت ٻڌايو جو هن ريت آهي.

درشٽانت :— ڀڳوان گوتم ٻڌ اعلان ڪيو تہ ڌرم پرچار لاءِ هو هڪ ڏينهن دان سويڪار ڪندا.

ڀڳوان ٻڌ جنهن راڄ پاٽ، تاج، تخت ڪٽنب پريوار ۽ ڌن وڏائي جو تياڳ ڪيو هو، جنهن سنسار جي وشيہ واسنائن تي جيت پاتي هئي، اهو نرليپ سنياسي هڪ ڏينهن دان گرهڻ ڪندو. اها خبر چارون طرف هوا وانگر ڦهلجي ويئي. امير غريب داني داتا پنهنجي وت آهر شرڌا سان دان سامگريءَ جو بندوبست ڪرڻ لڳا. جيڪو ڪڏهن بہ دان نہ وٺندو آهي سو هڪ ڏينهن دان گرهڻ ڪندو. داني داتائن لاءِ هيءَ هڪ سونهري موقعو هو. الائجي اهڙو موقعو وري ملي يا نہ ملي.

آخر مقرر ڏينهن اچي ويو. نگر جي ٻاهر هڪ وڻ هيٺان ڀڳوان ٻڌ شانت ڀاو سان ويٺا آهن. سندن پٺيان ڀڪشو ۽ سندن شش ويٺا آهن. دان ڏيندڙن جي اپار ڀيڙ لڳل هئي. ٽولين جون ٽوليون اچي رهيون هيون ۽ پنهنجي ڀيٽ ڀڳوان جي چرنن ۾ رکي پاڻ کي وڏڀاڳي سمجهي ڀڳوان جي امرت وچنن کي ٻڌڻ لاءِ پنهنجي پنهنجي جڳهه تي ويهي رهيا آهن. جنتا جي ڀيڙ اُمري رهي آهي. سيني طبقن جا ماڻهو وڏي شردا سان پنهنجي سامرٿي آهر هن مهايگيه ۾ پنهنجي آهوتي وجهي رهيا آهن. هن ميلي ۾ سڀني درجن جا ماڻهون، ننڍا وڏا استري پرش غريب ۽ شاهوڪار اچي رهيا هئا.

مگڌ جي راجا بنبسار زمين، محل، هاٿي، گهوڙا وغيره ڀيٽ ڪيا. سيٺ شاهوڪارن هيرا - جواهر سون ۽ چانديءَ جا زيور ڀڳوان جي چرنن ۾ ارپڻ ڪيا. ڀڳوان جو دان سويڪار ڪرڻ طريقو به انوکو هو. ڀڳوان پنهنجو ساڄو هٿ ڦهلائي دان سويڪار ڪري بنان ڏسڻ جي ششن کي ڏيندا پئي ويا.

اچانڪ هڪ ٻڍي مائي آئي ۽ چوڻ لڳي ته ڀڳوان مان هڪ نرڌن ٻڍڙي آهيان. مون وٽ توهان کي ڏيڻ لاءِ ڪجهه به ڪونهي. اڄ مونکي صرف هڪ انب ڀڪيا ۾ مليو. اڄ مون ٻڌو ته ڀڳوان تٿاگت

دان گرهڻ ڪندو. پر ان وقت مان اڌ انب ڪاٽي چڪي هٿس. پر هيءُ منهنجي ڪل پونجي آهي جيڪا مان توهان جي چرڻن ۾ پيش ڪرڻ ٿي چاهيان.

حاضرين جنتا، راجائن ۽ سيٺين ڏٺو ته ڀڳوان ٻڌ يڪدم پنهنجي آسڻ تان هيٺ لهي آيو ۽ ٻنهي هٿ ڦهلائي ان ٻيڙيءَ جي پيش سويڪار ڪئي.

لکين ڪروڙن جو دان ڏيڻ وارا پنهنجي دان تي ايمان ڪرڻ وارا سيٺ شاهوڪار ڀڳوان ٻڌ دوارا هن نرڌن ٻيڙي کي اپار مان سنمان ملندو ڏسي عجب ۾ پئجي ويا.

آخر راجا بنبسار کان رهيو نه ٿيو. هن ڀڳوان کان پڇيو ته ڀڳوان! اماهه کان اماهه پيش توهان هڪ هٿ ڦهلائي ٻڌان ڏسڻ جي سويڪار ڪئي، پر هن ٻيڙي جي خسيس اڌ انب کي سويڪار ڪرڻ لاءِ توهان پنهنجو آسڻ ڇڏي هيٺ لهي آيا، ان ۾ ڪهڙو راز آهي؟

گوتم ٻڌ مسڪرائي چوڻ لڳا، هن ٻيڙيءَ پنهنجي سموري پونجي مونکي دان ڪري ڇڏي آهي. هن ويچاريءَ وٽ صرف اڌوئي انب هو ۽ اهو انب ئي سندس ڪل پونجي هو جو هن مونکي ڏيئي ڇڏيو. هن پنهنجي لاءِ ڪجهه به نه بچايو. توهان پنهنجي اپار ڌن جو صرف هڪ ننڍو حصو

مونکي دان طور ڏنو آهي ۽ ان لاءِ توهان کي دان ڪرڻ جو وڏو اڌڪار به آهي ته اسان مهاداني آهيون ۽ اسان وڏو دان ڪيو آهي. ڀر هن ڀيڙي پنهنجو سروسيه سمورو اسانکي ارپڻ ڪري ڇڏيو تڏهن به سندس چهري تي ڪيٽري نه ڪروڌا ۽ نمرتا جهلڪي رهي آهي.

ستگرو مهراج جن جو هيءُ درشتانت ٻڌي ماتا گوپيءَ جو نمرتا سان ڪنڌ جهڪي ويو. سندس اکين ۾ خوشيءَ جا آنسو تَرڻ لڳا ۽ ستگر مهراجن کي عرض ڪري چوڻ لڳي ته سائين توهان وڏي مهر ڪري منهنجي هن تڇ ڀيٽ کي سويڪار ڪري مونتي وڏو اُپڪار ڪيو آهي. منهنجو هي جنم سڦلو ٿيو. ستگرو مهراج جن ڪيس آشيرواد ڏيندي چيو ته تنهنجي هيءَ قرباني انوکي آهي. اسين هن ڀيٽ کي سڀني کان امله ۽ بي مثال ٿا سمجهون. ايشور کي پرارٿنا ٿا ڪريون ته تون سدا سهاڳڻ رهين ۽ جلد ٻه جلد تنهنجو گهوٽ راجا اچي توسان ملندو.

ماتا گوپي ستگرو مهراج جن کي هيرو دان ڪري ڀاڳ کي ڌنيه ڀئي سمجهيو. سو چياڻين اڄ منهنجو جيون سڦل ٿيو جو هن در تي منهنجو ڪٽو اگهاميو آهي. ستگرن جي آسيس سان مونکي هن هيري بدران ضرور سچو هيرو ملندو. ٿيو به ائين،

جيئن ماتا گوپي دربار مان گهر پهتي ڪيس شبُ سماچار مليو ته سندس وڇڙيل پٽ ٻارهن سالن کان پوءِ اچي رهيو آهي. اها خبر ٻڌي هوءَ جنسي جهومڻ لڳي ۽ سيني کي چوڻ لڳي ته هيءَ سڀ ستگرن جي ڪرپا سان ٿيو آهي. جڏهن سندس پٽ گهر پهتو تڏهن ماتا يڪدم کين ستگرن وٽ مٿو ٽيڪڻ لاءِ دربار وٺي آئي. ستگرن کي وارون وار ڏنڊوت پرڻام ڪري چوڻ لڳي ته هيءَ سڀ توهان جي ڪرپا سان ٿيو آهي. توهان جي دعا سان ئي اڄ وڇڙيل اچي مليا آهن. ٻارهن سالن کان هنجون هاريندي اکين جو آب ئي سڪي ويو هو. توهان جي مهر ميا سان ڪن ۾ لوجها ئي لهي ويا. ستگرن جي مهما اپرمپار آهي. انهن جو ڳڻڳان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. ور ور ڏيئي پيئي چوي -

سات سمندر مس ڪرون،
قلم ڪرون بنراءِ،
ساري ڀسدا ڪو ڪاغذ ڪرون،
تو ٻي گروُ گن لکيا نه جاءِ.

ستگرو مهراج جن ۽ سوامي جن جوڙي کي خوب آشيرواد ڏيئي پڪرون ڀرائي پرساد ڏيئي روانو ڪيو. هاڻي ستگرو مهراج جن سوامي جن کي چوڻ لڳا ته ماڏو هاڻ تون خوشيءَ سان

اسان جي لاءِ ڪنيا ڏهراءِ. تيستائين اسين ٽنڊي آدم واري دربار تي ٽڪا هلون جيئن ڪنيا تيار ٿئي تيئن ڏون اسان کي وٺڻ اچجانءِ.

ستگرو مهراج جن جي وڃڻ کان پوءِ ڏينهن رات خود پاڻ سامهون بيهي ڪنيا تيار ڪرايائون. اِنهيءَ سدوريءَ گهڙيءَ جو اِنتظار ڪرڻ لڳا جڏهن ستگرو مهراج جن اچي ڪين شيوا جو شڀ موقعو ڏيندا. پرشوتم جي مهني ۾ ڪنيا ڏهي راس ٿي. سوامي جن جي خوشيءَ جو ڪاٿو نه هو. ستگرو مهراج جن کي وٺڻ لاءِ يڪدم ٽنڊي آدم وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳا. وڃڻ کان اڳ ڪنيا ۾ ستگرو مهراج جن جي رهڻ لاءِ هر شيءِ جو بند و بست ڪيائون. جيئن ڪين ڪنهن به قسم جي ڪا به تڪليف نه ٿئي. سڀ طرح جو بند و بست ٿي وڃڻ کان پوءِ ٽنڊي آدم واري دربار تي ستگرن جي اڳوانيءَ لاءِ پهچي ويا. ڪين هٿ جوڙي عرض ڪيائون ته اوهان جي ڪرپا سان هاڻي ڪنيا ڏهي تيار ٿي وئي، هاڻ ڏنل وچن پاليو ۽ داس جي وينتي قبول ڪريو. ستگرو مهراج جن سوامي جن جو عرض اونايو ۽ چوڻ لڳا اسان ڏوسان واعدو ڪيو آهي. سو ضرور پورو ڪنداسين. پرشوتم جو مهنو آهي ۽ تندرستي به هاڻ ٺيڪ نٿي رهي. سو اسان جي خود مرضي آهي

تہ هاڻ ڀڄائڙيءَ جو هاڻي تو وٽ آرام ڪريون.

گروُ مهراج جن جي اچڻ جي خبر ٻڌليءَ وانگر سڄي حيدرآباد ۾ ڦهلجي ويئي. ستگروُ مهراج جن جي درشن ڪرڻ لاءِ دربار تي پريمين جو ڳاٽو لڳي ويو. سڀني پريمين ستگروُ مهراج جن جو گلن جي ورکا ڪري خوب سواگت ڪيو. اُن وقت سوامي جن پنهنجي مٺڙي منار جـي آجيان ۾ هيٺيون ڀڄن ڳايو.

## ڀڄن (سر ڀهاڙي)

مليا سنت سڄان ڀيئر ڀاڳہ وڏي سان
آيا اڱڻ ڀڳوان ڀيئر ڀاڳہ وڏي سان.

۱ـ جنم جنم جـا جاڳيا ڀاڳہ!
جاڳيا ڀٽيہ ٻرڏان، ڀيئر ڀاڳہ وڏي سان.

۲ـ پريم پريت ۽ هر ڀڳتيءَ جا!
پري ڏنائون جام، ڀيئر ڀاڳہ وڏي سان.

۳ـ سڦل ٿٿي سڀ شيوا پوُجا!
ٿٿڙا سڀ ڪلياڻ، ڀيئر ڀاڳہ وڏي سان.

۴ـ من ميلي اڄ ماڌو مليا!
ڪري آيا احسان، ڀيئر ڀاڳہ وڏي سان.

پريمين کي مٿيون ڀڄن ٻـڌائي سوامـي جن چوڻ لڳا تہ اسان جا وڏا ڀاڳہ آهن جو ستـگروُ مهراج

جن جھڙا اوتاري پرش وڏي مهر ڪري اسان جي وچ ۾ اسان جو اُڌار ڪرڻ لاءِ پڌاريا آهن. ستگرو مهراج جن پارس کان به مٿي آهن. چاڪاڻ ته پارس ته لوهه کي سون بڻائيندو آهي پر پورن سنت مهاتما خود پرماتما جي پڪتيءَ جي رنگ ۾ رنگيل هوندا آهن ۽ ٻين جيون کي به اندر ۾ پرماتما سان جوڙي، ڀؤ ساگر مان پار ڪندا آهن. ڪبير صاحب پڻ سنتن جي مهما ڪندي چيو آهي ته :

”پارس ۾ اور سنت ۾، بڙو انترو جان،
وهه لوها ڪنچن ڪري، وهه ڪرلي آپ سمان.

ستگرو مهراج جن جي مهما جيتري ڪجي اوتري ٿوڙي آهي. سندن مهما ورنن ڪرڻ کان ٻاهر آهي. اهڙن سچن سنتن جو سنگ ڀاڳن سان وڏ ڀاڳين کي ئي نصيب ٿيندو آهي. سنت تلسيداس رامائڻ جي سندر ڪانڊ ۾ اهڙن سچن سنتن جي ستسنگ جي مهما ڳائيندي چيو آهي ته جيڪڏهن سرڳ ۽ موکش جو سکه تارازيءَ جي هڪ پاڙي ۾ رکيو وڃي ۽ ٻئي پر جي ستسنگ جو جيڪو سکه آهي اُهو ٻئي پلڙي ۾ رکيو وڃي ته ستسنگ جو پلڙو اُنهن سڀني سکن کان ڀاري ٿيندو.

تات سورگ اپورگ سکه، ڌرءِ تلا ايڪ انگ،
تول نه تاهه سکل مل، جو سکه لو ستسنگ.

ستسنگ جو مهاتم ڪوي سمجهائڻ لاءِ هيٺيون درشٽانت سنگت کي ٻڌايائون :

درشٽانت :- هڪ ڏينهن ڀونئر جيئن گلن جو واس وٺڻ لاءِ گهمي رهيو هو تيئن سندس نظر پاڻ جهڙي هڪ جيت تي پيئي جيڪو زمين تي رڙهي رهيو هو. سوچڻ لڳو ته هي مون جهڙو وري ڪهڙو جيو آهي جو هيئن گندگيءَ ۾ پيو آهي. سو هن تڻ لاهڻ لاءِ اڏامي سندس پرسان ويو ۽ پڇڻ لڳس ته ڀائي ڏسڻ ۾ تون مون جهڙو آهين پوءِ تون هن طرح گندگيءَ ۾ ڇو پيو آهين. تنهن تي اُن جيت جواب ڏنو ته ادا مان ڀونب آهيان. مون ڇيڻي ۾ جنم ورتو آهي ۽ ڇيڻو ئي منهنجو گهر آهي جتي مان سڄي عمر ڪاٽيندو آهيان. پر ڀائي تون ٻڌاءِ ته تون ڪير آهين ۽ ڪٿي رهندو آهين. تنهن تي ڀونئر جواب ڏنس ته ادا مونکي ڀونئر چوندا آهن، مان سڄو ڏينهن گلن ۾ رهي گلن جو واس وٺي آنند ۾ رهندو آهيان. ڀونئر ۽ ڀونب جي هيءَ ملاقات دوستيءَ ۾ بدلجي ويئي. هاڻ ڀونئر گهمندي ڦرندي هر روز پنهنجي دوست ڀونب سان ملڻ ايندو هو ۽ ڪجهه وقت دک سک جون ڳالهيون ڪري ٻئي خوش ٿيندا هئا.

هڪ ڏينهن ڀونڀ ڀونئر کي چيو ته ادا تو منهنجو هي گند ۽ گھر ته ڏسي ڇڏيو آهي. هاڻ هڪ ڏينهن مونکي پنهنجو سندر گھر ته ڏيکار. ڀونئر خوش ٿي چيس ته هيءَ ته خوشيءَ جي ڳالهه آهي ان بهاني ۾ گھڙيون ٻئي دوست گڏ گھاريندا سين. هل ته هينئر ئي توکي پنهنجي گھر وٺي هلان. ڀونئر ڀونڀ کي پنهنجي مٿان وهاريو ۽ ڏيري ڏيري اڏامي اچي هڪ سندر ڪنول جي گل تي لاٿو. ڪنول جي ڪوملتا ۽ سونهن ڏسي ويچارو ڀونڀ وائڙو ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو ته ڀائي ڀونئر! تون ته وڏن ڀاڳن وارو آهين جو اهڙي سرڳ جهڙي گھر ۾ ٿو رهين. ڪافي دير تائين ٻئي دوست ڳالهيون ڪندا رهيا. ڳالهين مان پيٽ ئي نه ڀريو پرجين سو ڀونئر ڀونڀ کي چيو ته ادا اڄ رات هتي ئي رهي پئو صبوح ساڻ توکي پنهنجي گھر ڇڏي ايندس. ڳالهين ڪندي ڪندي ٻنهي کي ننڊ اچي ويئي. نيم موجب ڀونئر جي پرڀات جو اک کلي ويئي. پر ڀونڀ کي ته زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو اهڙو نرم ۽ سندر آسٿان مليو هو سو هو گھريءَ ننڊ ۾ سمهيو پيو هو. ڀونئر سوچيو ته ڀلي ويچارو آرام ڪري ٿيسين مان وڃي ٿو گھمي ڦري گلن جو واس وٺي اچان. ڀونئر گلن جو واس وٺندو، رڻندو پنهنجي دوست کان گھڻو پري نڪري ويو.

هاڻ صبوح ٿيڻ لڳو ۽ سورج ديوتا پنهنجن سونهري ڪرڻن سان سڀني ذرڙن کي جڳمڳائي ڇڏيو. سورج جي ڪرڻن جي ڇهنديءَ ئي ڪنول جون ڪومل پنکڙيون ڌيري ڌيري بند ٿيڻ لڳيون ۽ اُن بند ڪنول ۾ ويچارو ڀونئر سمهيل ئي رهجي ويو. ايتري ۾ مندر جو پوڄاري گل توڙڻ لاءِ اتي اچي پهتو. چارون طرف نظر ڊوڙائيندي سندس ڌيان اُن سندر گل ڏانهن ڇڪجي ويو جنهن ۾ ڀونئر بند ٿيل هو. پوڄاريءَ يڪدم هٿ وڌائي اُهو گل توڙي ورتو ۽ اچي ڀڳوان جي چرنن ۾ چاڙهيو. ڀونئر جا اڄ ڀاڳ کليا. ڀڳوان جي چرنن ۾ چڙهڻ ڪري کيس مڪتي ملي. سورڳ مان ديوتائون ڏواي کڻي سندس آتما کي وٺڻ آيا. اهو سڀ ڏسي ويچارو ڀونئر وائڙو ٿي ويو ته هي سڀ ڇا ٿي ويو. مون سڄي زندگي گندگيءَ ۾ گذاري ۽ اهڙو ڪو ڪرم ئي نه ڪيو جو پيچ ملي. پوءِ هي ايڏي اوچي پدوي مون ڪرم هيڻ کي ڪيئن ملي. منهنجا جنم جنم جا ڪرم ڪيئن ڪٽيا. اُتي کيس ڌيان آيو ته هي سڀو پنيه پرتاپ ڀونئر جي سُسنگت جو آهي. ڀونئر جي ڪن پل جي سنگت ڪري پرماتما جي چرنن ۾ چڙهي مون آدم جيو (ڪيڙي) جا سڀ ڪرم ڪٽجي ويا ۽ سدگتي پراپت ٿي آهي. ڌنيه آهي گلن جو واسي ڀونئر ۽ ڌنيه

آهي سدس سُسنگتي.

درشٽانت پورو ڪري سوامي جن ٻڌيمين ڪي چوڻ لڳا تہ قدرت جو اهو نيم آهي تہ جهڙو جنهن جو سنگ هوندو آهي تهڙو اُن تي رنگ چڙهندو آهي. سٺيءَ ۽ خراب سنگت دڏاران ئي انسان ۾ سٺا يا خراب گڻ پيدا ٿين ٿا. سنتن جي سٽسنگ ۾ اچي اسان ۾ سٺا سنسڪار پون ٿا ۽ اسان جي آتما نرمل ٿئي ٿي. ڌيري ڌيري اسان جو من پرماتما جي چرنن ۾ لڳي ٿو.

سٽسنگ دڏاران اسان جي دل ۾ ڀڳتي پيدا ٿيندي ۽ ڀڳتيءَ دڏاران ئي پرماتما جي پراپتي ٿيندي ۽ پرماتما جي پراپتي سان ئي سچو آنند ملندو. انهيءَ ڪري اسين سڀ سٽگرو مهراج جن جي شرڻ ۾ آيا آهيون. سچا سنت پرماتما جو ساڪار روپ آهن. انهن جي ڪرپا سان ئي پرماتما جو ساڪياتڪار ممڪن آهي. من جي وڪارن کي دور ڪرڻ ۽ پرماتما کي پائڻ لاءِ سٽسنگ کان وڌيڪ ٻيو ڪو ساڌن ئي ڪونهي.

گهٽيءَ گهٽيءَ جو پاڻي وهي ڪري جڏهن پوتر گنگا ۾ اچي ملي ٿو تڏهن اهو گندو پاڻي نرمل ٿي گنگا جل چوائي ٿو. اهو سڀ سُسنگت جو پرڀاءُ آهي. سواتي نڪشتر جي بوند جڏهن سرپ مٿان ڪري ٿي تڏهن ان ۾ زهر پيدا ٿئي ٿو ۽

اهائي سوائي نڪشتر جي بوند جڏهن سيپ جي مک ۾ پوي ٿي تڏهن اُن مان موتي پيدا ٿئي ٿو. اهو سٺي ۽ خراب سنگت جو اثر آهي. هي ستگرو مهراج جن ته چندن جي وڻ سمان آهن. انهن جي ويجهو اچي اسان ۾ به انهن وانگر اُها خوشبوءِ پيدا ٿـــي ويندي.

جڏهن ڏينهن سچن سنتن، ڀڳوان جـــي پيارن ستگرو مهراج جن سان ميلاپ ٿئي ٿو اهو ڏينهن سڀ کان وڏن ڀاڳن وارو آهي. جتي سچا سنت، ڀڳوان جا پيارا پير رکن ٿا اهو استان پوتر ٿيو وڃي. سنت جن هن سنسار ۾ مهر ڪري پر اُپڪار لاءِ اچن ٿا. جيڪي ڀاڳن وارا سندن سنگت ۾ اچن ٿـــا ۽ ديکشا وٺن ٿا هو انهن کي هن ڀوساگر مان پار وٺي ٿا وڃن . جڳياسو ششن کـــي پنهنجي ستگروءَ جـــي درشن مان جـــو آنند ٿو ملي انهيءَ جو بيان نٿو ڪري سگهجي.

اڄ جو ڏينهن ڌنيہ آهي، ان ڏـي اسين ڀلاري آهيون جـو پرماتما سروپ ستگرو مهراج جـن اسان وٽ وڏي ڪرپا ڪري پڌاريا آهن. اسين پنهنجي ستگرو مهراجن جي چرنن ۾ شيش جهڪائي وارون وار وندنا ڪري پنهنجو تن من ڌن سڀ کين ارپڻ ٿا ڪريون ته ستگرو مهراج جن خود مکت آهن ۽ اسان

کي ٻه مکڻي ڏان ڏيندا. سنڌن مهر ميا سان اسان جي جنم جنم جي ڪرمن جا ٻنڌن ٽٽي پوندا.

ستگرو مهراج جن سوامي جن جي شردا، گرو ڀڳتي ۽ پريم ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. ڪين خوب آشيروا ڏنائون ۽ سنگت کي چيائون ته اسين ساڌ ماڌو جي پريم ڪري ڇڪجي آيا آهيون. پريم جي مهما ڇٽي نٿي سگهجي. پريم جي مهما جي هيٺين چوپائي سنگت کي ٻڌايائون.

پريم ڪي مهما ڪهي نه جاوي،
پريم نه ڪوئي هاٽ بڪاوي،
آڳي مر پيڇي ڦر جيوي،
پريم پيالا ڀر ڀر پيئي.

هاڻي سوامي جن ستگرن جي شيوا ۾ تن من ڌن سان جنبي ويا. صبوح جو روز ڪين هواخوري لاءِ ڦليليءَ تي وٺي ايندا هئا. پنهنجن هٿن سان سنڌن مالش ڪندا هئا. سنڌن کاڌي پيتي جو خاص ڌيان رکندا هئا. سنگت لاءِ پرساد ۽ کاڌو رسوئو ڪندو هو پر ستگرو مهراج جن جي پسنديءَ ۽ ڪريءَ جو کاڌو خود پنهنجي هٿن سان گهڻيءَ سڪ ۽ شردا سان ٺاهيندا هئا. ستگرو مهراج جن کي ٿوريون ڏاڍيون پسند هيون سو ٿورين جو يڪو ٽوڪرو وٺي سنڌن لاءِ اڪائي رکندا هئا. پوڄن کان

پوءِ پنهنجن هٿن سان پسنديءَ جو ميوو وڍي ڪارائيندا هئا. نيم سان ڊاڪٽر کي گهرائي سندن جانچ ڪرائي ڊاڪٽر ڌاران لکيل دوائون گهرائـي کين نيم سان ڏيندا هئا. اهڙي نموني اٺئي پهر سنگرن جي شيوا ۾ لڳا رهندا هئا. سنگرو مهراج جن کين گهڻو ئـي چوندا هئا ته ابا سڄو ڏينهن اسان جي پٺيان هڻ هڻ ٿو ڪرين ٿورو پنهنجي تندرستيءَ جو به خيال رکـ. تڏهن سوامي جن مسڪرائي چوندا هئن تـه پاڻن سان مهر ڪري مونکي شيوا جو موقعو ڏنو اٿو. مونکي توهان جي شيوا ڪرڻ ۾ جيڪو آنند ٿـو ملي اُنهيءَ جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. ٿـوهين منهنجا ڀڳوان آهيو. توهان جي شيوا ڪري منهنجو هـي جنم سڦلو ٿيندو.

سوامي جن جي ايڏي سار سنڀال ۽ شيوا جـي ڪري سنگرو مهراج جن دل ۾ ته ڏاڍو پرسن رهندا هئا. پر کين اهو خيال به رهندو هو تـه سندن مٿان ساڌ جو ڏاڍو پئسو خرچ ٿي رهيو آهي. هـي آشرم نئون آهي سو اُن مٿان ايڏو بار وجهڻ ٺيڪ نه آهي. اُنهن ڏينهن ۾ ڪراچيءَ مان سندن پريمي آيل هئا سو سنگرو مهراج جـن کي عرض ڪيائون تـه هلي ڪراچيءَ ۾ علاج ڪرايو. اُتي هوا جـي تبديلي بـه ٿيندي ۽ ڊاڪٽر بـه گهڻيئي سٺا پيا آهن. سنگرو مهراج جن ته اڳيئي سوامي جـن جي مٿان پيل بـار ڪري خيال ۾ هئا سو پريمين کي چيائون تـه ڀلي

ڪراچي هلڻ جي تياري ڪريو. پاڻ پنهنجو سامان تيار ڪرڻ لڳا ۽ پريمي ٽانگو وٺڻ ويا. جڏهن سوامي جن در تي ٽانگو ڏٺو ۽ ستگرو مهراج جن کي ٽانگي طرف ويندو ڏٺو تڏهن دين ڀائن ٽي سندن چرڻ پڪڙي کين عرض ڪيائون ته سائين شايد منهنجي شيوا ۾ ڪا ڪسر رهجي ويئي آهي جو هن طرح مونکان ناراض ٿي ٿا وڃو. تنهن تي ستگرو مهراج جن سوامي جن کي چيو ته ابا اسين تنهنجي شيوا ٽهل تي بيحد خوش آهيون اسانجي شيوا ۾ تو پنهنجو پاڻ به پلائي ڇڏيو آهي. پر اسانجي هت رهڻ ڪري هڪ ته بيماريءَ جي دوائن جو خرچ پيو اسانجي ڪري آشرم تي پريمين جو به ميلو لڳو پيو آهي. اسين ايڏو بار تنهنجي مٿان وجهڻ واجب نٿا سمجهون انهيءَ ڪري خوشيءَ سان اسان کي موڪل ڏي.

ستگرو مهراج جن جا اهي وچن ٻڌي سوامي جن جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. ڀاو وهل ٿي سندن چرن پڪڙي چوڻ لڳا ته اوهان جي شيوا ڪرڻ منهنجو فرض آهي هن ڪان وڌو پيچ منهنجي لاءِ ٻيو ڪهڙو آهي. اوهان جي ڪرپا سان هتي ڪابه ڪمي ڪانهي. توهان جي شيوا ڪندي جي هي آشرم وڪڻو پوي ۽ سڀ مال اسباب وڪڻڻ ڪان پوءِ به جيڪڏهن توهان جي شيوا ڪندي سنيوادي هريشچندر

واڱر پنهنجو پاڻ گروي رکڻو پيو ته هان اُن ۾ ٻــه پٺتي نه پوندس. سوامي جن جي ايڏي شرڌا ۽ گرو ڀڳتي ڏسي ستگرو مهراجن جن ڪين اُٿاري پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏيو ته ساڌ ماڌو تو جيتيو ۽ اسان هارايو هاڻ اسين توکي ڇڏي ڪٿي ٻه نه ويندا سين.

اُن ڏينهن ستگرو مهراج جن پاڻ ستسنگ ڪيو. اُن ڏينهن پريمين کي شيوا جي مهما ٻڌايائون تــه شيوا سان سنتن جــو ۽ وڏن ماڻهن جو من جيتي سگهون ٿا. شيوا ڪرڻ سان اسان جــو من نرمل ٿئي ٿو. نــوڙت ۽ نمائيءَ سان اسان وڏن جـــي آسيس پائي لعل ٿي سگهون ٿا. چيائون ته ساڌ ماڌو جي شرڌا، شيوا ۽ نــوڙت اسان جــو من جيتي ڇڏيو آهي اسان جي انگ انگ مان سندس لاءِ دعا ٿي نڪري. سندس پريم جي وس ٿي اسان هاڻ هتي رهڻ جو نشچو ڪيو آهي. اُن وقت ستگرو مهراج جن پريمين کي ڀائي لهڻي جي شيوا جــو مثال ٻڌايو جنهن شيوا ڪري گرو ڪرپا حاصل ڪئي.

درشٽانت :- گرو نانڪ صاحب جڏهن ڪرتارپور ۾ اچي رهيا تڏهن سندن درشن لاءِ ڪٿان ڪٿان جون سنگتيون اچڻ لڳيون. ڀائي لهڻو ذات جــو کتري ۽ ديويءَ جو اُپاسڪ هو. هو پنهنجي ساٿين سان گڏجي ديويءَ جـي درشن لاءِ نڪتو. پـر گرو

نانڪ صاحب جن جي ساراهه ٻڌي رستي تي سندن درشن لاءِ آيو. هن کي صاحبن جي صحبت مان اهڙو ته آنند آيو جو تيرٿ ياترا جو خيال لاهي سندن وٽ شيوا لاءِ رهي پيو. صاحب لهڻي جي اهڙي شيوا ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا.

ڀائي لهڻو پنهنجي ستگروءَ کان ڪڏهن به پاسي نه ٿيندو هو. هو سمورو وقت شيوا ۾ يا ڌيان ۾ رهندو هو. ڪهڙو به مشڪل ڪم هوندو هو ته ڪنهن به بهاني يا عذر کان سواءِ جهٽ پورو ڪندو هو. هنکي پنهنجي سرير جي سک جي ڪابه پرواهه نه هوندي هئي. ستگروءَ جي چاڪريءَ ۾ هنکي پنهنجي خاندان جو ڪوبه ايمان نه رهندو هو ۽ نکي لوڪن جي گلا جو هن کي ڊپ ٿيندو هو. انهيءَ ڪري گرو صاحب کيس گهڻو پيار ڪندا هئا ۽ کيس پٽن کان به وڌيڪ سمجهندا هئا.

ڀائي لهڻي جي ڪمائي بيحد هئي، ستگروءَ جي بيحد پريم ۾ اهڙو ته رنگجي لعل ٿي ويو هو، جو اُٿندي وهندي اٺ ئي پهر کيس هڪڙو ئي سوروُپ شري گرو نانڪ ديو جن جو نظر پئي آيو.

گرو نانڪ صاحب جو ڀائي لهڻي سان ايترو پيار ڏسي ماتا سلڇڻيءَ کي ڪنڪو جاڳيو ته صاحب شايد گادي ڀائي لهڻي کي ڏين سو هڪ ڏينهن پنهنجن ٻنهي پٽن کي پاڻ سان وٺي اچي چيائين، ”سوامي!

اوهين ٻين سان پيار ڪريو ٿا پر پنهنجن پٽن کي پڇو به ڪونه ٿا؟“ صاحبن ڪيس چيو ته نه ”اسانکي ڪنهن سان به وير ڀاءُ ڪونهي. جيڪو شيوا ڪندو سوئي ميوا ماڻيندو. ڏس مان توکي پريکيا وٺي ٿو ڏيکاريان.“

گرو نانڪ صاحب جن جي هٿ ۾ جيڪو ڪٽورو هئو سو سندن هٿن مان کسڪي وڃي ڪني پاڻيءَ جي ڪسيءَ ۾ پيو. صاحبن پنهنجي پٽ سريچند کي کڻي اچڻ لاءِ چيو پر هن جواب ڏنو ته ”مونکي پنهنجا نوان ڪپڙا خراب ڪرڻا آهن ڇا؟“ تنهن تي گرو صاحب جن پنهنجي ٻئي پٽ لکميچند کي چيو جنهن نڪائي چيو ته ”بابا! ڪنهن سک کي چئي کڻائي وٺو.“

صاحبن هاڻي ڀائي لهڻي کي چيو ته تون ڪٽورو کڻي اچ.“ ڀائي لهڻو هڪدم ڪسيءَ ۾ گهڙيو ۽ ڪٽورو کڻي آيو. صاحب ڏاڍو خوش ٿيا ۽ ڀائي لهڻي کي ڇاتيءَ سان لاتائون ۽ چيائونس ته ڀائي لهڻا! اسين سمجهون ٿا ته توکي اسان کان گهڻو وڻٽو آهي. تون اسان جي انگ سان لڳو پيو آهين تنهن ڪري تنهنجو نالو اڄ کان وٺي ڀائي انگد ٿا رکون. اهڙي طرح صاحبن ٻيون به ڪيتريون پريکيائون ڀائي لهڻي جون ورتيون جن سڀني ۾ هو ثابت قدم رهيو.

ٿوري وقت گذرڻ بعد صاحبن هڪ وڏي سنگت ڪٺي ڪرائي ۽ انگد کي ٻه پنهنجي پرسان گاديءَ تي وهاريو. صاحبن ساري سنگت کي فرمايو ته ”اسان کان پوءِ شري انگد صاحب جن کي اسانجو روپ ڄاڻجو ۽ سندن آگيا ۾ رهجو.“

ڀائي لهڻي جو مٺيون درشٽانت ٻڌائي ستگرو مهراج جن سنگت کي چيو ته ساڌ ماڻهو ٻالڪ لهڻي وانگر اسانجي سک ۽ شرڌا سان شيوا ڪري اسانجي من ۾ ماپي ويو آهي. اسين آشيرواد ٿا ڏيون ته سندس ۽ سندس پريمين جا سدائين ڀنڊار ڀريا رهندا ڪڏهن به ڪا ڪمي نه ايندي. هي ڀنڊارا سدائين هلندا ۽ ميلا مٺا رهندا هن در تان ڪوبه سوالي خالي نه ويندو. سڀني جون جهوليون ڀرجنديون رهنديون ۽ مرادون پوريون ٿينديون رهنديون.

هڪ ڏينهن نيم انوسار جيئن ستگرو مهراج جن سوامي جن سان ڦليلي واري پارڪ ۾ گهمڻ ويا ته اتي چوڻ لڳا ڀائي ماڌو ڪنور رام جن ڏاڍي سٺي وقت تي ويا، هيءَ سمو هنن رهڻ جو نه آهي. تنهن تي سوامي جن ڪين هٿ جوڙي عرض ڪيو ته ستگرو مهراج اڃا ته ڇو اسان کي ۽ پريمين کي توهانجو ئي آسرو آهي. پر سوامي جن هاڻي سمجهڻ لڳا ته ستگرو مهراج جن جا هي اشارا ڳجهارت ڀريا آهن.

اُن ڏينهن موٽي اچڻ تي ستسنگ ۾ سوامي جن

پريمين کي چيو تہ ڀاڳن سان ستگرو مهراج جن اسان تي ڪرپا ڪري اسان جي وچ ۾ آهن. اسان کي هن موقعي جو پورو پورو فائدو وٺڻ گهرجي. هي وقت وري موٽي نہ ايندو. سندن امرت ورشا جو پورو پورو لاڀ وٺو نہ تہ پڇتائڻو پوندو. اُن وقت سوامي جن سنتن جي ڪرپا جو هڪڙو درشٽانت ڏنو.

درشٽانت :- هڪ راجا هو. سنسار جا سڀ سک ڀوڳڻ کان پوءِ سندس دل ۾ ويراڳ جاڳيو. سو چيائين پرماتما جي پاسي هي جنم سڦل ڪرڻ گهرجي. پر سوچيائين تہ راهہ تي هلڻ لاءِ ڪنهن پهتل رهبر جي ضرورت آهي. اُن سچي گروءَ کان گيان وٺي ئي منزل تي پهچي سگهبو. اُن وقت سنت رويداس جو ڏاڍو پهتل سنتن ۾ ليکيو ويندو هو. سو هڪ ڏينهن موقعو ڏسي راجا اڪيلو ئي سنت رويداس جي ڪٽيا ۾ گرو گيان وٺڻ لاءِ پهچي ويو. راجا سنت کي پرڻام ڪري عرض ڪيو تہ سائين مونکي مهر ڪري گيان ڏيو. سنت رويداس موچڪو ڪم ڪندو هو. سو اُن وقت جُتن پسائڻ واريءَ ڪنوتي مان دهي سان پاڻي ڪڍي رهيو هو. سو مستيءَ سان راجا کي سڏي چيائين تہ هي وٺ چرڻ امرت ۽ پي وڃ. ايترو چئي اُهو دهي وارو پاڻي انجليءَ ۾ ڏنائينس راجا اجهي پشو پيش ۾ هو سو چيائين تہ هي گندو

ٻاٽي ڪيئن پيئبو پر سنت کي منع ڪبي ته ناراض
ٿي پوندا. سو انڇلي مهن تائين آٽي اهو ٻاٽي
ڪڙتي جي ويڪرين ٻانهن ۾ وهائي ڇڏيائين. گور
موٽي راجا پنهنجي ڌوٻيءَ کي گهرائي ڪڙتي جي
داغن کي هٽائڻ لاءِ چيو. ڌوٻي ڪڙتو گهر کڻي آيو
۽ پنهنجي ڌيءَ کي تاڪيد ڪيائين تہ هي داغ
وات سان آهستي چوسي هٽاءِ. ڇوڪري
ننڍڙي هئي سو ڪڙتي کي چوسيندي رس ٻاهر
ڦٽي ڪرڻ جي بدران اُها پيئندي ويئي جيئن جيئن
رس ويئي ٿي پيئندي تيئن تيئن سندس اندر جون
اکيون ويئون ٿي کلنديون. هاڻي هيءَ ڇوڪري
رڌي سڌيءَ واري ٿي ويئي. گهري گيان جون
ڳالهيون ڪرڻ لڳي. سڄي شهر ۾ ڏيري ڏيري اِها ڳالهه
ڦهلجي ويئي تہ ڌوٻيءَ جي ڌيءَ وڏي مهاتما آهي.
راجا کي اِن ڳالهه جي خبر پيئي، تڏهن هڪ ڏينهن
رات جو لڪي ڪري اُن ڇوڪريءَ وٽ آيو. راجا
کي ڏسي ڌوٻيءَ جي ڌيءَ يڪدم اُٿي بيٺي ۽
راجا کي ادب سان پرڻام ڪيائين. تنهن تي راجا
کيس چيو تون مونکي راجا سمجهي ڇو ٿي پرڻام
ڪرين؟ مان اڄ راجا جي روپ ۾ نہ پر تنهنجي در
تي ڀڪاري بڻجي آيو آهيان. تنهن تي ڌوٻيءَ جي ڌيءَ
جواب ڏنس تہ هي راجن مان توکي هيءَ عزت ٿي

ڏيان سا راجا ھٿ ڪري ڪانھي. پر اڄ جيڪو ڪجھ مونکي مھٽو مليو آھي سو سڀ توھانجي ڪرپا سان مليو آھي انھيءَ ڪري توھانجي اڳيان ادب سان ھٿ جوڙي بيٺي آھيان. ڇوڪريءَ ٻڌايس تہ سندس ڪڙتي جي داغ کي جيئن ويئي ڌوئيندي تيئن تيئن سندن اندر جا پٽ ويا ٿي کلندا. راجا ھاڻ سچي ڳالھ سمجھي ويو تہ اِھا ڪرامت سنت رويداس جي ڏنل امرت جي ھئي، جنھن کي پاڻ ڇمڙي جو پاڻي سمجھي ھاري ڇڏيو ھئائين. ھاڻ راجا پاڻ کي ڏڪارڻ لڳو. ڪيس ڏاڍو پڇتاءُ ٿيڻ لڳو تہ مون اھڙو سونھري موقعو سنتن جي ڪرپا کي نہ سڃاڻي ڪري ھٿان وڃائي ڇڏيو.

راجا ھاڻ لوڪ لاڄ جي پرواھ نہ ڪري سڌو سنت رويداس وٽ ويو ۽ کيس ھٿ جوڙي وينتي ڪيائين تہ سائين مھرباني ڪري اِھو ساڳيو چرنا امرت ڏيو جيڪو مون کي توھان اُن ڏينھن ڏنو ھو. تنھن تي سنت رويداس جواب ڏنو تہ ابا! ھي تہ مول جا موتي آھن. تو پنھنجو موقعو ھٿ سان وڃائي ڇڏيو. ٻھرئين دفعي جڏھن توھان آيا تڏھن راجا سمجھي مون سوچيو تہ توھان کي اھڙي شيءِ ڏيان جا دائمي توھان وٽ رھي سو اسان توھان کي امرت پيئڻ لاءِ ڏنو اِھو امرت سچکنڊ مان پرماتما وٽان آيل ھو. اُن وقت اسان جي تار سچي مالڪ

سان جڙي پيئي هئي. اسان سوچيو ته اسين ته روز ٿا پيئون اڄ توهان کي به پياري ڇڏيون . پر توهان اُن کي ڇمڙيءَ جو پاڻي سمجهي نفرت وچان پنهنجي ڪڙتي جي ٻانهن ۾ هاري ڇڏيو. اِنهيءَ امرت جي داغن کي چوسي ڌوٻيءَ جي ڌيءُ مهاتما بڻجي ويئي.

هاڻي اُها ويل ته نڪري ويئي. توهين نام جي ڪمائي ڪري منزل تي پهچي سگهو ٿا.

سوامي جن هي درشٽانت ٻڌائي پريمين کي چيو ته اڄ ستگرو مهراج جن وڏن ڀاڳن سان اسان جي وچ ۾ آهن سندن ڪرپا روپي چرڻا امرت پائي ڪري اسين پنهنجو جيون سڦل ڪري سگهون ٿا. ستگرو مهراج جن رڌي سڌيءَ جا مالڪ آهن. پاڻ منزل تي پهتل آهن ۽ اسان کي به پنهنجي ديا ميا سان اُن منزل تي پهچائي سگهن ٿا. بس رڳو اسان ۾ صدق جي ضرورت آهي. اسين سندن در تي جهولي ڦهلائي سڪ ۽ شرڌا سان ويٺا رهون من ڪا مهر ٿئين ته اسان تي رحم جي نظر وجهن. جي هي موقعو ويو ته وري هٿ نه ايندو. پوءِ راجا وانگر ويل وڃڻ کان پوءِ پڇتائيندا رهندا اسين .

سوامي جن ستگرو مهراج جن کي عرض ڪيو ته سڀني سنگت کي آشيرواد ڏين ۽ سڀني کي پنهنجن

هٿن سان پرساد پڻ ڏين. ستگرو مهراج جن چيو ته سيٺي کي سدائين سادگيءَ سان رهڻ گهرجي. سنتن کي ريشمي ڪپڙو ۽ سون نه پائڻ گهرجي. اهو اُصول اڄ تائين پريم پرڪاشي سادن ۾ آهي. ستگرو مهراج جن پاڻ به کاڌيءَ جي پوشاڪ پائيندا هئا ۽ سونو ڳهڻو نه پائيندا هئا. ستگرو مهراج جن چيو ته جيڪو اِنهن وچنن تي عمل ڪندو سو سدائين سکي رهندو. هڪ ڏينهن مائي گياني ٻائي جا هڪ گيانوان ۽ هر ڀڳتڻ هئي، اُن جي گهر ستسنگ هو. پريمي ستگرو مهراج جن کي وٺڻ آيو. سيٺي ساڌ موٽر ۾ چڙهي ويا. ستگرو مهراج جن سنت اوڌوداس کي سڏ ڪيو تنهن تي سوامي جن چيو ته ڏيڳون! سنت اوڌوداس اِشنان ڪرڻ ويو آهي. ستگرو مهراج جن چيو چڱو هلو ته پاڻ سيٺي هلون. سيٺي هڪ ٻئي کي ڇڏيندا، ڪو به سچو سنگي ڪونهي. ايترو چئي مهاراج جن ماتا گياني ٻائيءَ جي گهر آيا. ٿوري دير ۾ سنت اوڌوداس به اچي ستسنگ ۾ شامل ٿيو. پريمي تمام گهڻ آيل هئا. ستگرو مهراج جن ستسنگ جي پڄاڻيءَ ۾ هي ڀڄن چيو.

## ڀڄن راڳ مارو

ٿل :- دور ڏمهارا ديش اب تو ڪرو تياري.

۱- دڻ ڀيا اپ ڪليا دڪانا، سڀ ڪرمون ڪا وڻج وهانا،
تياڳي لوڀ لبيس .

۲- جاڳہ مسافر ٻهہ تم سوئي، تين اوستا وڙت ڪوئي،
شويت ڀئي هڻن ڪيس.

۳- جب سي جڳہ ۾ جنم لي آئي،
تب سي تم ني ٻهہ دکہ پائي،
ٽيو تاپ ڪليش .

۴- ڪهي ٽيئون ستگر پرسادي،
ڀائو آتم ڀون انادي،
جان ۾ دکہ نهين ليس.

اهو ڀڄن ارت سان چئي ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي ستسنگہ سماپت ڪيائون. ماتا لڇمي ۽ پاروتي هٿ جوڙي ستگرو مهراج جن کي چوڻ لڳيون تہ هي پريو! ڪرپا ڪري چئب ٽيئهن ٻہ درشن ڪرائڄو جو ماتا گياني ٻائيءَ جو پارهو آهي. ستگرو مهراج جن چيو تہ توهين ڪوبہ خيال نہ ڪريو، ايشور مڙيئي چڱي ڪندو. ساڌ توهان وٽ ايندا. ايترو چئي ستگرو مهراج جن سڀني ساڌن سميت آشرم تي آيا. ستگرو مهراج جن سنت اوڌوداس کي چيو تہ سنت سروانند کي تار ڪري چئيو تہ حيدرآباد اچي. انهن سڀني اشارن مان سوامي جن کي پڪ ٿي ويئي

۽ ستگرو مهراج جن ڀرم ڌام جي تياري ڪري رهيا آهن. اهو ويچار ايندي ئي ڪين دل ۾ پيڙا ٿيڻ لڳي. هاڻي سوامي جن سڀ وقت ستگرو مهراج جن جي شيوا ۾ رهڻ لڳا.

ٻئي ڏينهن ڀائي رامچند سيوهاڻيءَ آشرم تي ڀنڊارو ڪرايو. ستگرو مهراج جن سوڍا گهرائي پيتي. تنهن کان پوءِ ڀوڄن کائي آرام ڪيائون. شام جو ٿورو ڦليليءَ ڏان گهمي اچي ستسنگ شروع ڪيائون جنهن ۾ چيائون :

دوهرو

آتم جوت پرڪاش تي
پرڪاشت شش سور
ڪهي ٽيڻون وهہ ذت جلي
گهٽ گهٽ ۾ ڀرپور

آتم جوت جي پرڪاش سان سارو برهمانڊ پرڪاشت ٿي رهيو آهي. آتم جوت جي ڪري انتهڪرڻ يعني من، ٻڌ، چت، اهنڪار، پنج گيان اندريون ڪن، نڪ، اکيون، رسنا، چمڙي آد سارو شرير سڀ ڪم ڪري رهيو آهي. سورج چندرما اگني سڀئي آتم جوت جي ڪري ئي پرڪاشت آهن.

درشٽانت — هڪ جگياسو هڪ مهاتما وٽ اها

شڪا ڪٽي آيو ته آتم جوت ڪهڙي جاءِ تي ٿي پري،
جا سڀني جوتين کي پرڪاش ڏئي ٿي. مهاتما
مشڪي جڳياسوءَ کي چيو ته بازار ۾ وڃي ڪنهن
ڪان هڪ ڪچو مٽڪو وٺي اچ. جڳياسو مٽڪو وٺي آيو.
مهاتما مٽڪي ۾ چوطرف ريتي جيڏا پنج سوراخ ڪيا
۽ هڪ ڏيئو ٻاري اُن مٿان مٽڪو رکيو. سوراخن ڪان
جتي جتي روشني پيئي ٿي اُتي مهاتما باجو، ڪپڙو،
چنيل چادر، مٺائي ۽ گلاب جا گل رکيا ۽ ٻاهر
ڪمري ۾ باڪل اونده ڪئي. مهاتما جڳياسوءَ کان
پڇيو ته هي پرڪاش جو مٽڪي اندر ۽ ٻاهر پدارٿن
تي پويو، اهو ڪنهنجو آهي؟ مٽڪي جو يا ٻاهرين
پدارٿن جو آهي. جڳياسوءَ چيو ته هي پريو! اهو
پرڪاش ڏيئي جو آهي. مهاتما چيس ته اهڙيءَ طرح
آتم جوت انڌه ڪرڻ روپي ڏيئي ۾ ديهه روپي
مٽڪي ۾ اکنڊ پرڪاش ڪري رهي آهي. پنج
گيان اندريون ۽ پنج وشيون - شبد، سپرش، روپ،
رس ۽ گند ۽ سارو سنسار اُن جوت جي ڪري
پرڪاشت ٿي رهيو آهي. اها اکنڊ جوت سڀني ۽
جاڳرت جي سرشٽيءَ کي پرڪاشت ڪري رهي آهي.
اها آتم جوت سڀني جيون جي هردي روپي مندر ۾
اڻٽي ٻهر ٻري رهي آهي. سنگرن کان يڪتي وٺي
انهيءَ جوت کي سڃاڻڻ گهرجي، اها چيتن جوت

هن جيئ جو ڏي سروپ آهي. درشٽانت ڪان پوءِ هي ڀڄن ڇپائون .

## ڀڄن
### راڳ پهاڙي

ٿل :- ساڪي سرجڻ هار سائي ذات اسانجي.

١- پنجن تتن جو پيڙو آهي،
تنهن ۾ آتم سار، سائي ذات اسانجي.
٢- انٿي پهر اندر ۾ جوئي،
اکنڊ گيان اپار، سائي ڀات اسانجي.
٣- اسٿي پاتي پريم جو سو روپا،
انيڪ سکہ اسرار، سائي شانت اسانجي.
٤- کهتا ٽيڪون لوک تنهي ۾،
چيتن جو چمتڪار، سائي ڪرانت اسانجي.

پهاڙيءَ جو ستگرو مهراج جن ستنام ساڪيءَ جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪري پلؤ پاتائون.

### پلؤ

آش ونديي گرتو در آئي، تم بن ڏور نہ ڪائي.
تون هر داتا تون هر ماتا، ميري آش پڄائين.
پاه پلؤ پيري پيادي، آيس هيت منڊوائين.
تن من ڌن آرداس ڪري مڻن، مانگت نام سنيهي.
نام تمهارا صاحب ڪرسان، ڌوءِ سان پاپ سيئي.
کهي ٽيڪون گر لوک تين ۾، آوا گمن مٽائين.

ساري سنگت خوش ٿي ڀاؤ پرساد وٺي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ويئي. ستگرو مهراج جن پنهنجي ڪٽيا ۾ اچي سڀني سادن کي پاڻ وٽ گهرائي چيو ته اسان پنهنجي اهر لوڪ وڃڻ جي تياري ڪئي آهي. اسانجي ڪٽيا جو دروازو بند ڪري هڪ سادوءَ کي ٻاهر وهاري ڇڏيو. ڪنهن کي به اسان وٽ اندر اچڻ نه ڏجو. صبح جو ڇئين بجي ڪٽيا جو دروازو کولجو.

اِهي وچن ستگرو مهراجن جا ٻڌي سوامي جن ۽ ٻيا سڀيئي ساد گهٻرائجي ويا. اکين مان پاڻي آڻي هٿ جوڙي ستگرو مهراجن کي وينتي ڪري چوڻ لڳا ته هي ترلوڪي ناٿ! هي ڇا ٿا چئو؟؟ هي ڀڳون! توهانجي رهڻ جي بلڪل ضرورت آهي. اسان ٻچن کي ڪيئن ڇڏي ويندا يا ته اسان کي به پاڻ سان وٺي هلو. اِئين چئي سوامي جن ۽ ٻيا سڀيئي سنت ڏاڍو روئڻ لڳا. ستگرو مهراج جن سڀني کي چيو ته ابا! توهين گهٻرايو نه. اسان سدائين توهان سان گڏ آهيون ۽ جيئن توهان کي آگيا ڪئي آهيون تيئن ڪريو. آخر سڀيئي ساد روئندا ٻاهر نڪتا ۽ ڪٽيا جو دروازو بند ڪري هڪ ساد ويهاري ڇڏيائون. رات جو سوامي جن کي ننڊ اصل نه آئي. سوچڻ لڳا ته دل ۾ ارمان هو ته ستگرو

مهراج جن کي هٿي رهائي خوب شيوا ڪندس ۽ سنڀائين سندس چرنن ۾ نواس ملندو. پر هي ڇا ٿي ويو. ستگرو مهراج جن اسان کي وڇوڙو ڏيئي امرلوڪ وڃڻ جي تياري ڪري ڇڏي. صبح جو چئين بجي سيٺئي ساڌ اچي دروازو کولي ڏسن ته ستگرو مهراجن نرو ڪلپ سماڌيءَ ۾ استٿت آهن. سيٺئي چپ ڪري ويهي رهيا. ڪلاڪ کن کان پوءِ ساڌن ويچار ڪيو ته ستگرو مهراجن کي سماڌيءَ مان جاڳائجي ته چڱو. اهو ويچار ڪري اندر اچي ستگرو مهراجن کي ڏيري ڏيري سڏ ڪيائون. هي ڀڳون! هي گوبندا! هي نارائڻ! پر ستگرو مهراجن سڏ نه ڏنو ۽ سماڌي نه کلي. آخر ساڌن هٿن لڳائي ڏٺو ته ناڙيون ڪونه ٿيون هلن، باقي شرير گرم آهي. اُنهيءَ وقت يڪدم ڊاڪٽر منگهمل ۽ آسودارام کي گهراياڻون جن چڱيءَ طرح جاچي ڏسي چيو ته ستگرو مهراجن جي ورتي برهم ۾ لين ٿي ويئي آهي. اندر پراڻ گهڻو هلي رهيو آهي جيئن يوگي جن پنهنجا پراڻ دسمي دوار چاڙهيندا آهن تيئن ستگرو مهراجن جا پراڻ هلي رهيا آهن. اسان گهڻن سنتن مهاتمائن جي پڇاڙي ڏٺي آهي پر اهڙي برهم آڪار ورتي ڪنهن به مهاتما جي نه ڏٺي آهي. ٻنهي ڊاڪٽرن چيو ته ستگرو مهراجن جو شرير نه

رهندو. تنهن سوامي جن، پيا ساڌ، گرهستي، مائي،
ٻائي گهبرائجي ڏاڍو روئڻ لڳا ۽ سوامي جن
سنگرو مهراجن کي دان پڇ ڪرائڻ لڳا. اوڏي
مهل اوچتو سنگرو مهراج جن جون اکيون کليون ۽
ٻجليءَ وانگر پرڪاش جهلڪو ڏيئي اکين مان ٻاهر
نڪتو ۽ آڪاس منڊل ۾ لين ٿي ويو. اهو ڏسي
سڀيئي سنت ۽ پريمي حيران ٿي ويا. سنگرو مهراجن
کي اشنان ڪرائي هڪ سندر سينگاريل ڏوليءَ ۾
وهاري پدم آسڻ پڌائڻ لاءِ هڪ ٽنگ ۾ هٿ وڌو
ته ٻي ٽنگ پاڻهي مٿان چڙهي ويئي ۽ پدم آسڻ
لڳي ويو. سڀيئي ساڌ ۽ پريمي سنگرو مهراجن جي
اها شڪتي ڏسي ڏاڍو عجب ۾ پئجي ويا. تنهن
ڪانپوءِ سوامي جن سڀني پريمين کي تارون ڪيون.
ساري شهر ۾ سنگرو مهراجن جي امر لوڪ پڌارڻ
جي خبر ٻجليءَ وانگر ڦهلجي ويئي. هزارين پريمي
اچي ڪٺا ٿيا. ڪي ساڪي شوهم جي ڌني پيا
لڳائين. ڪي گيتا جو پاٺ پيا پڙهن. ڪي روئن پيا
ته ڪي هاهاڪار ڪري ٿڌا سيڪارا پيا ڀرين، ڪي
ورلاپ ڪري سنگرو مهراجن کي پيا پڪارين. جنهن
ڏينهن سنگرو مهراج جن جوتي جوت سمايا اهو
ڏينهن چنڇروار تاريخ چوٿين مهنو پرشوتم پهريون
جيٺ سنبت ١٩٩٩ هو. ٻارهين ٻجي سڀني ساڌن

آمر لوڪ ياترا



ٽلهليءَ جي دربار ۾، ستگرو مهراج ٽيئونرام جن جو جوڙي جوس سماڌ

ڳڻ جي ويچار ڪيو ته سنگرو مهراج جن کي ٽنڊي
آدم امراپور دربار تي وٺي هلجي ان ڪري هڪ
موٽر ڪار ڪري اُن ۾ سنگرو مهراجن کي ٻه اُن ۾
وهاريائون ۽ سوامي جن ۽ ٻه ٽي ساڌ ٻه سنگرو
مهراجن سان موٽر ۾ ويٺا. سيئي حيدرآباد نواسي
پريمي هزارن جي تعداد ۾ سنگرو مهراجن جي
پٺيان مٿي ۽ پيرين اُگهاڙا هلڻ لڳا. شهر جي ٻاهران
قليليءَ جي پل تي سيئي نمشڪار ڪري سنگرو
مهراجن جي جئڪار ٻولائي روئندا پوئتي موٽيا. موٽر
رواني ٿي. رستي ۾ هٽڙي، مٽيارون، سيڪاٽ، مهڙا
۽ اُڏيري لعل کان ٿيندي ٽنڊي آدم آئي. هر هڪ
ڳوٺ جا ماڻهو سنگرو مهراجن جو درشن ڪري ڏاڍو
پيا روئن. پرساد ۽ ٻڪر رکي نمشڪار ڪري ٿڌا
سيڪارا ڀريندا ورلاپ پيا ڪن ۽ سنگرن جا گڻ پيا
ڳائين. ٽنڊي آدم ۾ هزارين پريمي مائي ۽ ڀائي
روئندا ورلاپ ڪندا سنگرو مهراجن کي ڀڪاريندا
دربار ۾ آيا. دربار جون ڳائيون ٻه اکين مان پاڻي
آڻي روئڻ لڳيون. کاڌو پيتو کائڻ ڇڏي ڏنائون.
باغ جا وڻ ٻه مرجهائجي ويا. هڪڙو ٻيڻ مشڪ جو
وڻ، جو سنگرو مهراجن ٻڌڻجي هٿن سان باغ ۾
لڳايو هو، ٻڌان ڪنهن هوا جي ٻاڦهي ٽي ٻاڙ سوڏو
ڪري پيو. جنهن ڳانءِ جو سنگرو مهراج کير پيئندا

هئا سا به سندن وڇڙي ۾ پرلوڪ پڌاري. حيدرآباد
جا پريمي ۽ ساري سنڌ پنجاب ۽ هندستان جا
پريمي اها دکدائڪ خبر ٻڌي ٽنڊي آدم دربار تي
آيا. ساري رات شوڪ جي ڌني ۽ سٽسنگ ٿيو. شهر
۾ هٽ تاڙ ڪئي ويئي. سادو، براهمڻ، گرهستي
مائي ٻائي تمام گهڻا آيا. ٻئي ڏينهن صبح جو سادن
ستگرو مهراجن جي ڏولي ڪڍي شوڪ جـو جلوس
ڪڍيو، جنهن ۾ سڄي شهر جون منڊليون پيرين
اگهاڙيون پنڌ مارو ڳائينديون هليون. سڀئي
پريمي مٿي اگهاڙا پيرين اگهاڙا روئندا جلوس ۾
هليا. ساري شهر ۾ دک جي لهر ڇانيل هئي. سواءِ
جن سڄو وقت ٻاچي وانگر ستگرو مهراجن جـي
ڏوليءَ سان گڏ اڌما دکي ٻاري من سان ڏيري
ڏيري هلي رهيا هئا. جلوس ۾ هلندڙ سڀني جي مک
مان اهو آواز ٿي نڪتو تـه هي ڀڳوان! هي ستگرو
مهراج! توهان ڌن ڌن آهيو اسان پاپـي جيون جي
تارڻ لاءِ اوتار وٺي آيا هئا. ٿوري وقت ۾ پنهنجي
شڪتيءَ سان واريءَ تي مندر ٺهرائي منڊل مچايو.
پر اسان اگيان جي ڪري توهان مان ٻائي نـه
سگهياسين. اهڙيءَ طرح سڀني ستگرو مهراج جن
جا گڻ ڳائي سندن جئه جئڪار ٻي ٻولائي. ستگرو
مهراج جن جي پرلوڪ پڌارڻ جي خبر ٻـڌي هندو

ڇا مسلمان ۽ سڀني ذاتين جا ماڻهو هاهاڪار ڪري پٽي رنا. اُن وقت ڪهڙو ڪي به پنهنجي شرير جي سڌ پت ڪانه هئي. اهو نظارو ڇڏي نٿو سگهجي ته ڇا هو. جلوس ساري شهر مان گهمي دربار تي آيو. سوامي سروانند جن تار ملڻ تي رشيڪيش مان روانا ٿيا. هزارين پريمي ستگرو مهراج جن جي، وڇوڙي ۾ روئي رهيا هئا. سوامي سروانند جن ۽ ٻيا ساڌ جيتوڻيڪ گياني هئا پر سڀني جون دليون دک سان ڀرجي ويون. ستگرو مهراجن کي ياد ڪري سڀئي روئڻ لڳا. ڪي پاٺ پيا پڙهن. ڪي شوهم چئي ڌني پيا لڳائين. ڪي ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺا رهيا. ڪلاڪ ڪن ڪان پوءِ سڀيئي ساڌ هٿ جوڙي پرارٿنا ڪرڻ لڳا ته هي ڀڳوان! هي ترلوڪي ناٿ! هي نارائڻ! هي سچانند! هي پريم روپ پرماتما! نه اوڻن جي اوٽ! بي وسيلن جا وسيلا! اسان گهڻيئي اوگيائون ڪيون آهن سي سڀ اسانکي معاف ڪندا. سچي سمت ڏيندا. اِها آسيس ڪندا ته سدائين توهانجو پريم پرڪاش منڊل وڌندو رهي. سڀني جو پاڻ ۾ پريم پيار ٿئي، ڪوبه ساڌ و مهمان مسافر توهان جي در تي اچي ڪڏهن به خالي نه وڃي، سڀني کي دل گهريو دان ڏيندا رهندا.

ان وقت اوچتو وري ستگرو مهراجن جا نيڻ

ڪليا. ڀڄاءِ وانگر چمڪو ٿيو جو سڀني سنتن ۽ پريمين ڏٺو. وري نيٽر بند ٿي ويا. تنهن کان پوءِ سنتن جو اڳئين سنسڪار ڪيو ويو. ساري سنگت ستگرو مهاراج جي جئه جئڪار منائڻ لڳي. اهڙي طرح ستگرو مهاراج جو ادڀت الوڪڪ امرلوڪ پڌارڻ ٿيو. ستگرو مهاراج پنهنجي اهڙي قدرت رچائي جو جنهن ڏينهن جنهن تاريخ جنهن تت چت تي دنيا ۾ سنسار جي اڌار واسطي آيا هئا، انهيءَ تاريخ اهوئي چنڇر ڏينهن ۽ اهائي تت چت تي امرلوڪ پڌاريا. تنهن کان پوءِ ١٢ ڏينهن ستسنگ ۽ ڀنڊارو چالو رهيو. ٻاهر جا سنت مهاتما پريمي گهڻا آيل هئا. شريمد ڀڳوت گيتا، شريمد ڀاڳوت، مها پراڻ، گرڙ پراڻ، يوگ وشسٽ نرٻاڻ پرڪرڻ جا پاٺ رکيا ويا. ستگرو مهاراج جي ڪرپا سان سڀئي ساڌ شيواڌاري شيوا ڪرڻ لڳا. سنت مهاتمائون ستسنگ ۾ ستگرو مهاراج جي جيوني، مهما، ڪيرتي جس ڳائڻ لڳا. ٻارهن ڏينهن ئي اکنڊ ستسنگ هليو. ٻارهين ڏينهن سڀني شاسترن جو يوگ ٿيو. ستگرو مهاراج جي مهما جا ڀڄن ٺاهي سڀني ساڌن ڳايا.

ستگرو مهاراج جي امرلوڪ پڌارڻ کان پوءِ منڊل جي ڪاريه کي هلائڻ لاءِ سنتن جي هڪ سڀا ڪوٺائي ويئي. هن سڀا ۾ سڀني سنتن ڪاريه کي

سڀني نموني هلائڻ لاءِ پنهنجا پنهنجا رايا ڏنا. سوامي
جن اُن سڀا ۾ سڀني سنتن کي وينتي ڪري چيو
ته اسين سڀ ستگرو مهاراجن جي ڪٽنب جا ڀاتي
آهيون. اسان سڀني تي سندن آسيم ڪرپا آهي.
اسان سڀني کي گڏجي ستگرو مهاراجن جو نالو دائما
قائم ڪرڻو آهي ۽ پريم جو پرڪاش ڦهلائڻو آهي. اهو
تڏهن ممڪن ٿي سگهندو جڏهن سڀني ساڌن ۾
هڪ ٻئي لاءِ پريم، عزت ۽ وشواس هوندو. ستگرو
مهاراجن جي هن مهان يگيه کي جاري رکڻ لاءِ اسان
سڀني کي من ميلي تي رهڻو پوندو. هڪ ٻئي جو
خوب سنمان ڪرڻو پوندو. تڏهن ئي هي يگيه
سڦل ٿي سگهندو. هر ڪنهن جو ڪم ڪرڻ جو، شيوا
ڪرڻ جو طريقو پنهنجو ٿي سگهي ٿو پر اسان سڀني
جو هڪئي مقصد آهي ستگرو مهاراجن جي سکيائن
جو پرچار ڪري سندن نالو امر ڪرڻ. سڀني سنتن
کي عرض ڪيائون ته سڀئي ساڌ هڪ ٻئي کي
خوب مان عزت ڏيون. ٻئي کي عزت ڏيڻ سان
اسان جو مان وڌندو. سوامي جن هميشه ٻين
سنتن جو خوب سنمان ڪندا هئا ۽ پنهنجن پريمين
کي ٻڌ چوندا هئا ته سڀني سنتن جو مان ڪيو ۽
جهڪي ڪري کانئن آشيرواد وٺو.

ستگرو مهاراجن جي امرلوڪ پڌارڻ کان پوءِ
منڊل جي ڪاريه کي هلائڻ لاءِ سڀني ساڌن ملي

سوامي سروانند مهراج کي اڳوان ٻڌايو. اُن وقت سيني پريمين، سنتن مهاتمائن ۽ ٻين آدم جي ٻچڙات پريم سان پڪرون ڀيٽائون چاڙهيون. تنهن کان پوءِ ڀنڊارو چالو ٿيو. ڀوريائين برهمڻن ۽ سنتن ڀوڄن ڪيو، تنهن کانپوءِ سادن برهمڻن کي ڳائيون ڪپڙا، ڀيٽائون ۽ دل گهريو دان ڏنو. تنهن کانپوءِ عام ڀنڊارو چالو ٿيو. ساري شهر ۽ آس پاس ۾ لکين ورهايائون. ساري سنڌ، پنجاب ۽ ٻين شهرن ڏي لکن جو پرساد گوگا ڀرائي موڪليائون. ڀنڊاري ۾ ايتري ته اچي برڪت پيئي جا ٻچاڙيءَ جو سيني پکين، پسن، جيو جنتن کي پيٽ ڀري کارايو ويو. تڏهن به پرساد اڃا بچيو رهيو. ٻچاڙيءَ جو سوامي سروانند مهراج ٻارهي جي سماپتيءَ جو ٻڌو پاتو. سڀ سنت مهاتمائون اُتي موجود هئا. سگرو مهراجن جي ياد ۾ سيني جا نيتر جل سان ڀرجي آيا. تنهن کانپوءِ سادُو سنت ۽ سنگي پريمي سڀيئي موڪلائي پنهنجي پنهنجي ڳوٺ ويا.

ٻچاڙيءَ جو سوامي جن سوامي سروانند مهراج کان موڪلائڻ ويا. موڪلائڻ وقت ڪين عرض ڪري چيائون ته سگرو مهراجن جي امرلوڪ پڌارڻ کان پوءِ اسان کي توهانجو ئي آسرو آهي. اسين توهان ۾ اُهائي سگرو مهراجن جي جوت جو درشن ٿا

ڪريون. هاڻي توهين گرگديءَ جا مالڪ آهيو اِن ڪري اسين توهان کي اهڙو ئي آدر ڏا ڪريون جهڙو سٽگرو مهراجن جو ڪندا هئاسين. توهان هاڻي اسان کي سٽگرو مهراجن وانگر ئي سنڀاليندا رهندا. جيئن سٽگرو مهراج وقت به وقت اچي اسان کي حيدرآباد واري دربار تي سنڀاليندا هئا تيئن توهان به پيا چرن گهمائجو. سوامي جن کين اِهو به عرض ڪيو ته جيئن ته سٽگرو مهراجن اسان جي دربار تي جوتي جوت سمايا اِنهيءَ ڪري سٽگرو مهراجن جي ورسي هر سال اُتي ملهائڻ جي اِجازت پڻ ڏيو. هر سال ورسيءَ تي ميلو اُتي ئي لڳايو ويندو، جتي منڊل جا سڀيئي سنت ايندا ۽ منڊلاچاريه اُن ميلي جي صدارت ڪندا ۽ سڀيئي ڏينهن اُتي رهي ميلي جو سنڀالن خود ڪندا. سوامي سروانند جن سوامي جن جي اُن اوچي ڀاونا کي خوب ساراهيو کين پيار سان گلي لڳائي وچن ڏنو ته هو سنڌ ۾ دربار تي برابر نيم سان ايندا رهندا ۽ ورسيءَ جو ميلو اُتي خود اچي ملهائيندا.

سٽن کان موڪلائي سوامي جن ڀاري من سان پنهنجي آشرم تي پهتا. اُتي پهچي کين بنان سٽگرن جي هر ڪا شيءِ سوني ڀاسڻ لڳي. ڪيتريءَ

آشرم تي پهتا. اُتي پهچي ڪين ٻڌان ستگرن جي هرڪا شيءِ سوني ڀاسڻ لڳي. ڪيتريءَ ته سڪ ۽ شرڌا سان ستگرن لاءِ ڪٽيا جوڙيائون. دل ۾ ارمان هون ته ستگرن جي خوب شيوا ڪري جيون سڦل ڪندس. پر ٻنهي جي من ۾ هڪڙي ته ڀڳوان جي من ۾ ڀي. سوامي جن کي ستگرن جي وڇوڙي جو ڏاڍو گهرو دک هو. ستگرن کي هنن پنهنجو سڀ ڪجهه ارپڻ ڪري ڇڏيو هو. ستگرو مهراج جن سنڌن لاءِ ڀڳوان هئا ۽ سڀ ڪجهه هئا. پر پاڻ گهرا گياني هئا سو سوچڻ لڳا ته :-

چلتا هئه سڀ ڪو پرڪرتي نيم انوسار،
رام گئي ڪرشن ڳئي ڇوڙ سنسار.

سوامي جن جو آشرم ۾ پڌارڻ جو ٻڌي سڀئي پريمي ساڻن گڏجڻ آيا. سوامي جن نيم انوسار شام جو ستسنگ ڪيو. اُن ۾ ستگرو مهراج جي مهما پريمين کي ٻڌائي ستگرو مهراج جي ياد ۾ ڀڄن چيائون:

## ڀڄن (راڳ ڀيروي)

ٽل - سنت سياڻو تون هئين سنت سياڻو،
سوامي ٽيئون رام تون هئين سنت سياڻو.
١- ڳڻوان سچو گياني، غم ٽار تون هئين،
ٻرهم سنڌي باغ جو گلزار تون هئين،
ڪنڊ و ڀڳت ڀاوَ جو پرچار تون هئين،

شانت روپ سڀ کي هئين سائين سيباڻو،
سنت سياڻو تون هئين سنت سياڻو،

٢- ملڪن ۾ وڃي تو ڪيو پرچار پريم جو،
سڀ کي ڏنو تو ڏي سهڪار پريم جو،
ڪليل رکيو خاص تو ڀنڊار پريم جو،
ونڊي ڏنو سڀ کي سچو نام جو ناڻو،
سنت سياڻو تون هئين سنت سياڻو.

٣- اُجڙيل بيابان جي آباد تو ڪيا،
ننڍا وڏا شهر سيئي شاد تو ڪيا،
وڇڙيا جنمن جا ڪيئي ياد تو ڪيا،
ستسنگ جي لاتئين داتا ديباڻو،
سنت سياڻو تون هئين سنت سياڻو.

٤- جن کي نه آيو اکر، تني کي گيان تو ڏنو،
جن جا ملين هردا، تن ڌيان تو ڏنو،
جن کي نه هئي جڳه ۾، تن مان تو ڏنو،
کوڙي تنهنجي مهما ڳائي ماڻو نماڻو،
سنت سياڻو تون هئين سنت سياڻو.

ستسنگ ڪان پوءِ ايڪانت ۾ وهڻ تي ڪين ستگرو مهراجن جي ياد ڏاڍو ستائڻ لڳي. پنهنجي من کي سمجهائڻ لڳا ته ستگرو مهراج جن ته امر آهن. سندن جوت ته جتي ڪٿي پئي چمڪي. سندن امرت وچن ۽ مڌر واڻي ته امر آهي. سندن

سروپ تہ منهنجي رڳ رڳ ۾ سمايو پيو آهي. سندن ياد تہ انهيءَ پهر اندر ۾ آهي. ستگرو مهراج جن مون کان جدا ٿي نٿا سگهن.

ستگرو مهراج جن لاءِ جيڪا ڪٽيا ٺهرائي هئائون اُتي آسڻ وڇائي ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ جي استاپنا ڪيائون. هر روز پرڀات جو ۽ رات جو مورتيءَ جي سامهون ويهي يڪ ٽڪ مورتيءَ ڏانهن نهاريندا رهندا هئا. جڏهن اها مورت سندن آتما ۾ سمائجي ويندي هئي تڏهن اکيون بند ڪري اُها مورت ڀرن جي وچ ۾ شو نيتر ۾ ڏسندا رهندا هئا ۽ من ۾ ستگروءَ جو سمرڻ ڪندا رهندا هئا. اهڙي نموني ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڌيان ۾ ويٺا رهندا هئا. ڌيان ۾ ويهندي ٻهرين سندن پير سن ٿيندا هئا ٻوءِ گوڏن تائين، ان کان پوءِ ڪمر تائين ۽ ڏيري ڏيري سڄو شرير سن ٿي ويندو هئن. ان سماڌيءَ جي اوستا ۾ کين اپار آنند ملندو هو. اندر ۾ ستگروءَ جو ساڪيات درشن هو. اندر ۾ امرت جي ورکا ٿيندي هئي.

اهڙي نموني ستگروءَ جو ڌيان ڪندي وڇوڙي جو درد گهٽجڻ لڳو ۽ ان جي جڳهه تي سنتوش ۽ شڪر پيدا ٿيو. پر ستگرن جي ياد کين پل پل ستائڻ لڳي ۽ انهن جي ياد ۾ ڀڄن ڳائي پنهنجي من کي شانتي ڏيندا هئا.

# ڀڄن راڳ ڀهاڙي

ٽڪ :- ڀُون ياد پل پل، پريتم پيارا،
ڪڏهن ڪين وسرن، سڄڻ سي سچارا.

١- جڏهن کان جدائي، ڪئي آهي جوڳين،
تڏهن کان اکين مان، وهن نير ڌارا.

٢- مٺو پيو نه مونکي، ڀرين ريءَ لڳي ٿو،
ملن شال مونسان، جيءَ جا جيارا.

٣- ڏنم جاچي جڳ ۾، سندن مٽ نه ڪوئي،
ڏيئي پريم ويا جي، ڪسي خيال سارا.

٤- ڪهي ٽيڻون ڪهڙيون، ڪيان ٿن جون ڳالهيون،
ڳڻن گيان ڀڳتي، جا سي ڀنڊارا.

اهڙي نموني صبوح شام ستگرو مهراج جن جي آرتي پوڄا ٿيڻ لڳي. سڀئي پريمي اچي شرڌا سان ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ تي سرُ جهڪائيندا هئا. سوامي جن نيم سان ستسنگ ڪندا هئا ۽ ٻاهران جيڪي سنت ايندا هئا انهن ۾ ستگرو مهراج جن جو روپ ڄاڻي انهن جي خوب سيوا ڪندا هئا ۽ انهن کي ٻڌ ستسنگ ڪرڻ لاءِ عرض ڪندا هئا. آشرم ۾ انهي ٻهر آنند لڳو پيو هوندو هو. آئي وئي جو خوب آدر ٿيندو هو. پريمين کي سک سان پرساد ڏيندا هئا. سوامي جن نه دانا هئا ڏيئي ڏاڍو خوش

ڏيندا هئا. سندن وٽ پريمين جي ڏاڍي ڀيڙ لڳي پيئي هوندي هئي.

هر روز نيم سان ستسنگ ڪرڻ کان سواءِ هر مهني ستنارائڻ جي ڪٿا ڏاڍي سڪ ۽ شرڌا سان ڪندا هئا. ان ڏينهن ڪٿا سان گڏ هون پڻ ڪندا هئا. ڪٿا سماپت ڪري سڀني کي پرساد ڏيئي ڀنڊارو ڪرائيندا هئا. ان ڏينهن آشرم ۾ ميلو لڳي ويندو هو.

پاڻ خود ڪٿا ڪندا هئا. ڪٿا سان گڏ شري ستيه نارائڻ جي ورت جو مهاتم ٻڌائيندا هئا. چوندا هئا ته شري ستيه نارائڻ سواميءَ جو مهاتم سڀني ورتن ۾ اُتم آهي. ستيه نارائڻ سواميءَ جي ورت رکڻ سان سنسار ۾ سکي رهي، انت ۾ موکيه جي پراپتي ٿئي ٿي. موکيه جا ساڌن آهن ڪرم، اُپاسنا ۽ گيان. شري ستيه نارائڻ سواميءَ جي پوڄا جو پرساد تيار ڪرڻ، شري ستنارائڻ سواميءَ جي آرتي تيار ڪرڻ، اُنهن سڀني کي ڪرم چئبو آهي.

شري ستينارائڻ سواميءَ جي مورتيءَ کي اشنان ڪرائڻ، وستر پارائڻ، تلڪ لڳائڻ، ايڪاگر چت سان هٿ ٻڌي پرارٿنا ڪرڻ کي اُپاسنا چئبو آهي. ستيه پرڀو تنهن نارائڻ کي پاڻ ۾ جاڳڻ ۽ ٻنيءَ روپي مندر ۾ ساڪيات روپ ڪرڻ کي گيان چئبو

آهي. تنهنڪري ستنارائڻ سواميءَ جي ورت رکڻ سان ڪرم، اُپاسنا ۽ گيان ذريعي من وکيپ آورڻ جا پردا سوجهيئي دور ٿي وڃن ٿا ۽ آتما جو ساڪياتڪار درشن ٿئي ٿو. هي منش سنسار ۾ جيون مڪت بڻجي انت ۾ موڪش پد کي پراپت ڪري ٿو.

ستنارائڻ سوامي جو مهاتم پڙهائي ستنارائڻ سواميءَ جي پرارٿنا چوندا هئا. هيءَ پرارٿنا سوامي جن پاڻ ناهي هئي جا هن ريت آهي.

## شري ستنارائڻ سواميءَ جي پرارٿنا

سچا ستنارائڻ سوامي تنهنجا گڻ گيت ڳايون ٿا،
جوڪائيسيس نوڙت سان اڳيان تنهنجي نمايون ٿا.

١- ڪيا آهن پاپ جي پرپ اسان پنهنجي حياتيءَ ۾،
تنهنجي ٿي نام سان سوامي ڪيل پاپ مٽايون ٿا.

٢- وڃائي عمر آ ساري، ٻهاري هيءَ براٿيءَ ۾،
پڙي پانهون پر پو توکان ٻڌيون سوامي بخشايون ٿا.

٣- رهي اگيان جي انڌ ۾، ڪيو نا ڪم نيڪيءَ جو،
تنهنجي ٿي گيان سان سوامي،
اوديا اوندهه هٽايون ٿا.

٤- رهي ماڌو اسانتي ۾، سدا آسيس هي سوامي،
تنهنجي پوڄا ڪري پل پل الکم آنند پايون ٿا.
سوامي جن کي ڌارمڪ گرنٿن جي اڌين ۾

گهري رچي هئي ۽ انهن جو نيم سان پاٺ ڪندا هئا. اُنهن گرنٿن ۾ گيتا ۾ سندن اٿاهه شردا هئي. صبوح جو هر روز گيتا جي هڪ اڌياءَ جو پاٺ ضرور ڪندا هئا جڏهن ارڙهن اڌياءَ پورا ٿيندا هئا تڏهن وڏي ڀوروڪ ڀوڳ وجهي وري نئين سر پهرئين اڌياءَ کان پاٺ شروع ڪندا هئا. گيتا تي ودوانن جي لکيل ٽيڪائن جو پڻ گهرو اڌين ڪيائون.

پاڻ پريمين کي گيتا جو پاٺ ڪرڻ لاءِ چوندا هئا. ڪين گيتا جي مهتو جي باري ۾ سمجهائيندي چوندا هئا تہ گيتا گيان جو اٿاهه سمندر آهي، اُن ۾ گيان جو اننت ڀنڊار آهي، اننت ڀاون ۽ ڏن جو خزانو آهي. جهڙيءَ طرح ٽوٻو سمنڊ ۾ ٽٻي هڻي موتي حاصل ڪندو آهي. ساڳيءَ طرح ساڌڪ پرش گيتا ۾ جيئن جيئن گهرو ويندو تيئن تيئن انيڪ رتن روپي ڀاون کي پراپت ڪندو.

گيتا سچو آتمڪ سونهون، روحاني رهبر آهي، گروءَ ۽ ماتا سمان آهي. انجو گيان ور ور ويچارڻ سان رڳ رڳ ۾ ٻيهي وڃي ٿو. ڪهڙي بہ سنڪٽ سمي گيتا جو آسرو وٺڻ سان من کي شانتي ملي ٿي. گيتا جي پاٺ ڪرڻ وقت اسين شري ڪرشن ڀڳوان کي براجمان سمجهي اُنجي شرڻ وٺندا اسين

ته ڪوڙا ٻه من جا مونجهارا پل ۾ دور ٿــي ويندا.
گيتا جو ابياس منش جي شرڌا ۽ ساوڌاني وڌائيندڙ
۽ شانتي پد پرم ڌام کي پراپت ڪرائڻ وارو آهي.

گيتا ۾ ڪرم ڪرڻ جي ايڏي ته مهما آهي جو
گياني پرش کي خاص آديش ڏنل آهي ته هو شاسترن
انوسار ڪرم ڦل چاهيندڙ اگياني پرشن جي بڌيءَ ۾
ٻه ڪڏهن ڪرمن ۾ اشرڌا پيدا نه ڪن، پر پاڻ
شاسترن موجب سڀ ڪرم چڱيءَ ريت ڪندي انهن
کان ٻه ائين ڪرائين. نشڪام ڪرم ڪرڻ وارو يوگي ته
جنم مرڻ کان رهت ٿي برهم سروپ کــي پراپت
ٿئي ٿو.

گيتا مڪتيءَ جو پرم ساڌن سيکاري ٿي. شري
ڪرشن ڀڳوان ارجن کي چوي ٿو تــه هي ارجن!
سڀني اندرين جي دوارن کــي روکي يعني
اندرين کــي وشين مان هٽائي، من کي هردي ۾
استر ڪري ۽ پنهنجي پراڻن کي مستڪ ۾ استاپن
ڪري، پرماتما سنبنڌي يوگ جي ڌارڻا ۾ استٿ
رهي، جو پرش 'اوم' روپي هڪ اکشر برهم جو اُچارڻ
ڪندي ۽ اُنجي ارٿ روپي مون نرگڻ برهم جو
چنتن ڪندي شرير تياڳي ٿو سو پرم گتيءَ کــي
پراپت ٿئي ٿو. پر انت ڪال ۾ هن نموني جي
اسٿتي ته اُن پرش جي ٿيندي جنهن پورين کــان

يوگ جو ابياس ڪري من کي پنهنجي وس ۾ ڪيو آهي. اِنهيءَ لاءِ نت نيم سان گيتا جو پاٺ ڪرڻ ضروري آهي.

سوامي جن ڏاران گيتا جو مهتو ٻڌڻ کان پوءِ ڪيترن پريمين نيم سان گيتا جو پاٺ شروع ڪيو. پريمي جيئن جيئن گيتا جو پاٺ ڪرڻ لڳا تيئن تيئن سندن دل ۾ گيتا جي رهسيہ ڄاڻڻ جي پياس وڌندي ٿي ويندي. سو پريمين سوامي جن کي عرض ڪيو ته ستسنگ ۾ گيتا جي رهسيہ بابت ڪين ٻڌائين. سوامي جن کي پريمين جي اِها ڳالهه ٻڌي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ هڪ ڏينهن ستسنگ ۾ گيتا جي رهسيہ جي باري ۾ هن ريت کولي سمجهايائون .

گيتا جي ارڙهن ادياين ۾ ڪل ست سو سلوڪ آئين پوتل آهن جيئن مالها ۾ موتين جا داڻا. هڪ هڪ سلوڪ املهہ موتيءَ سمان الوڪڪ رهسيہ سان ڀريل آهي. گيتا ۾ شري ڪرشن ڀڳوان پرماتما کي پائڻ ۽ مڪتي پد حاصل ڪرڻ جا ٽي رستا کولي سمجهايا آهن. اُهي آهن ڪرم يوگ، گيان يوگ ۽ ڀڳتي يوگ .

تپسيا، تيرٿ، دان، يگيہ وغيرهہ ڪرڻ کي ڪرم يوگ چئبو آهي. انتهڪرڻ کي جيئتي شڌ آتما

جي چنتن ۾ لين ٿيڻ گيان يوگ آهي. پار برهم پرماتما جي پريم ۾ لين ٿي ڏينهن رات اُن جي ڌيان ۾ مگن رهڻ کي ڀڳتي يوگ چئبو آهي. اُنهن ٽنهي يوگن جو پاڻ ۾ گهرو سنبنڌ آهي.

نت نيم سان جيڪي ڪرم اسين ڪريون ٿا سي ڀڳوان جي آراڌنا سمان آهن. اُنهن ڪرمن جو سنبنڌ ڪرم يوگ، گيان يوگ ۽ ڀڳتي يوگ ٽنهي سان آهي. يعني ٽنهي پرڪارن جي يوگين کي نت نيم جا ڪرم ڪرڻ جڳائين. اهي ٽيئي يوگ سماڌي يوگ دٿاران آتما جي ساڪياتڪار جا ساڌن آهن.

پنهنجي سموري اگيان کي ناس ڪري ڇڏڻ وارو ساڌڪ پرماتما جو ساڪياتڪار ڪري اوچ ڪوٽيءَ جي ڀڳوان جي ڀڳتي کي پائي ٿو ۽ اُن ڀڳتي دٿاران پرم پد کي پائي ٿو.

ايشور کي پائڻ جي ڪامنا لاءِ ڀڳتي يوگ هڪ وڏو ساڌن آهي. آتم انڀو جي ڪامنا ٿيڻ تي ڪرم يوگ، گيان يوگ، ڀڳتي يوگ ٽيئي ڀڳت ساڌڪ کي ڪيوليه دشا تائين پهچائين ٿا.

ڀڳوان جي پراپتي ٿيڻ تائين ڀڳوان جي پراپتي جي پرارٿنا ڪرڻ وارو ان انت پرم پد کي پراپت ڪري ٿو.

پرم ايڪانتي گياني ڀڳت ڀڳوان جي آڌين رهندو آهي. هو ڀڳوان جي سنيوڳ ۾ سکي ۽ ويوڳ ۾ دکي رهندو آهي. هو ڀڳوان جي لاءِ اننيه ٻڌيءَ وارو هوندو آهي.

ڀڳوان جي ڌيان، يوڳ، ڀڳتي وندنا، اُستتي ۽ ڪيرتن دئاران آتما جي ستا جو انڀو ٿئي ٿو. ڀڳوان جو ڀڳت پراڻ من ٻڌي اندرين کي ڀڳوان جي چرنن ۾ ارپڻ ٺيڪ سمجهي ٿو.

ڀڳوان جو اهڙو ڀڳت پنهنجي سڀني ڪرمن کي پرماتما جي خوشيءَ لاءِ ڪري ٿو. خود ڪرڻ جي ڀاونا کي تياڳي. ڪرڻ ڪرائڻ وارو ڀڳوان کي ڄاڻي خود نرليپ ٿي وڃي ٿو.

اهڙي نموني ڀڳوان جو ڀڳت داس ڀاو دئاران پرم پد کي پراپت ٿئي ٿو. اهوئي گيتا جو رهسيه آهي.

پريمين جي گيتا لاءِ شرڌا ۽ رچي ڏسي سوامي جن ڪين دلداري ڏيندي چيو ته اوهان جو گيتا لاءِ پريم ڏسي اسين گيتا جي مول سنسڪرت شلوڪن جو سولي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪنداسين، جيئن گيتا روپي امرت توهين پريمي آسانيءَ سان پي سگهو. اهو ترجمي جو ڪم اُتي ئي شروع ڪري ڇڏيائون ۽ هندستان ۾ اچي اهو امرت روپي پستڪ ڇپارايائون ۽ پنهنجن شرڌالو پريمين کي اهو پستڪ پرساد روپ

ڪري ڏيندا هُئا جيئن اُهي اُن کي پڙهي پنهنجو
جيون سڦلو بڻائي سگهن. نه صرف ايترو پر گيتا ۾
سندن ايڏو ته صدق هو جو اجمير ۾ پشڪر راج ۾
گيتا پرڏرشني ٺهرايائون. جنهن پريمين جي ڀلائي ۽
گيتا جي پرچار لاءِ گيتا جا ست سو سلوڪ سهڻن وڏن
اکرن ۾ لکائي ۽ گيتا جي رهسيه کي سمجهائڻ لاءِ
سندر چٽر پڻ ٺهرايائون.

هاڻي آشرم ۾ نيم سان پوڄا پاٺ ۽ ستسنگ
ڪرڻ سان گڏوگڏ سوامي جن پنهنجن پريمين جي
سڪ ۽ شرڌا سندي ڪوٽ تي اُتي سندن گهر وڃي
پڻ ستسنگ ڪرڻ لڳا. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ
ڪراچيءَ مان سندن سڪايل پريمي شري ڪيشوداس
۽ ستي ڀائي سندن شيوا ۾ حيدرآباد ۾ آيا ۽ کين
عرض ڪيائون ته ڪجهه ڏينهن ڪراچيءَ ۾ هلي اُتان
جي پريمين کي پڻ هن امرت روپي ستسنگ جو
لاڀ ڏين. ڀڳوان جا ڀڳت ته پريم جا ٻڌا آهن سو
پريمين جو عرض اوٿائي ڪراچي رهڻ ڪرڻ نڪتا.
شري ڪيشوداس جي سڪ ۽ شرڌا ڏسي سندن گهر
رهي صبوح شام ستسنگ جو ديوان لڳائڻ لڳا جنهن
سندن پريمي اچي آنند وٺندا هئا.

سوامي جن پنهنجن گرهستي پريمين کي چوندا
هئا ته توهين دنيا جي آهيو جو توهان کي پرماتما

جو نام دان ملهو آهي هن نام روپي جهاز ۾ چڙهي توهين هي ڀوُ ساگر پار ڪري سگهندا. گرهست آشرم ۾ رهي پنهنجا فرض پورا ڪندي توهين سنت ڪبير، ڀڳت رويداس، ميران ٻائي ۽ گرو نانڪ وانگر پرڀوءَ کي پائي سگهندا.

هڪ ڏينهن ستسنگ ۾ چيائون ته گرهست روپي رٿ جا ٻه ڦيٿا آهن، اِستري ۽ پرش. اُنهن ٻنهي جي سهڪار سان هي گاڏي تمام سٺي نموني هلي سگهندي. اِستري گهر جي ڏري سمان آهي. گرهستيءَ ۾ اُن جو مهتو ۽ پورڻ اِستان آهي. اُها گهر کي سرڳ بڻائي ٻئي ڪل تاري سگهي ٿي. پتورتا نار جي وڏي مهما آهي پتورتا نار جي سيتا، ساوتري، تارا ۽ مندودريءَ وانگر پوڄا ڪئي وڃي ٿي. اتي پريمين کي پتورتا نار جو ڀڄن ٻڌايائون.

ڀڄن

پتورتا ناري بڻائي سرڳ ٿي سنسار کي،
نار پنهنجي ڌرم سان ٿي تاري ڪل پريوار کي،
پتورتا جي ڌرم ۾ شڪتي ڀريل آهه سچي،
ڌرم جي ٻل سان هلائي تيز ٿي تلوار کي،
پتورتا ناري هلائي پتيءَ کي ست ڪرم ڏي،
نيم پوري ڪرڻ سان ٿي شڪ رکي وهنوار کي،
ماڌو پتيءَ جي پريم سان ناري پائي سک سهاڳ جو،
هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ سا پائي جئه جئڪار کي.

پڇن پورو ڪري ڇڏيائون ته ڪٽنب پريوار کي سرڳ پهچائڻ لاءِ سڀني جي سهڪار جي ضرورت آهي پتني پتيءَ جو سهڪار ڪري، پتي پتنيءَ جو سهڪار ڪري، سس ننهن جو سهڪار ڪري، پيءُ پٽ جو ۽ پٽ پيءُ جو سهڪار ڪري ته سڀ سک تي پهچي. گرهست جي گاڏي تڏهن ئي آسانيءَ سان هلي سگهندي. هرڪو پنهنجو سوارٿ ڇڏي ٻين جي سک جو خيال رکندو ته سڀني کي سک ملندو. انهيءَ ڳالهه کي سمجهائڻ لاءِ هيٺيون درشٽانت ڏنائون.

درشٽانت :- هڪ دفعي ديوتائن ۽ اسرن جي گهماسان لڙائي لڳي. لڙائي ڇڱو لمبو وقت هلي پر نتيجو ڪجهه به نه نڪتو. ديوتائون چون ته اسين وڏا آهيون ۽ اسر چون ته اسين وڏا آهيون. آخر فيصلو ڪيائون ته هلي سرشٽيءَ جي پيدا ڪندڙ برهما کان ان جو نياءُ ڪرائجي. سڀئي گڏجي برهما وٽ آيا ۽ عرض ڪري ڪين ڇيائون ته اسان جو فيصلو ڪريو ته اسان مان وڏو ڪير آهي. برهما سوچ ۾ پئجي ويو. پيدا ڪندڙ پتا لاءِ سڀ اولاد هڪ سمان هوندو آهي. سو ڪين صلاح ڏنائون ته ان ڳالهه جو فيصلو وڃي شو ڀڳوان کان ڪرايو. برهما جي چوڻ تي ٻئي ڌريون ڪئلاش پربت تي پهتيون جتي شو ڀڳوان تپسيا ۾ ٿي ڪئي. ڪجهه

وقت کان پوءِ ڀڳوان ڌپسيا مان اُٿيا ۽ ديوتائن ۽ اسورن کان اچڻ جو ڪارڻ پڇيائون. جنهن تي انهن سموري ڳالهه کين ٻڌائي. اها ڳالهه ٻڌي ڀولي ناٿ کين چيو ته توهان کي جي ڪو ور گهرڻو هجي يا آشيرواد وٺڻي هجي ته وٺو باقي جهڳڙن جا فيصلا ته وشڻو ڀڳوان ئي ڪري سگهندو. توهان سڀ کير ساگر ۾ اُنهن جي شيوا ۾ پهچي وڃو. شو ڀڳوان جي آگيا انوسار سڀئي کير ساگر ۾ پهچي ويا ۽ وشڻو ڀڳوان کي پنهنجو پريوجن ٻڌايائون.

وشڻو ڀڳوان سندن سڀ ڳالهه شانتيءَ سان ٻڌي چيو ته توهان ڪوبه خيال نه ڪريو اسين توهان جو فيصلو ضرور ڪنداسين. پر سڀ کان اڳ توهان شنان ڪري ڀوڄن ڪريو ۽ پنهنجو ٿڪ ڀڃو پوءِ توهان کي سڀ ڪجهه ٻڌايون ٿا. توهين ڌيرج ڌريو. اهو ٻڌي ٻئي ڌريون ڏاڍو خوش ٿيون ۽ وڃي آنند سان شنان ڪرڻ لڳا. شنان ڪري اچڻ کان پوءِ سندن ڀوڄن لاءِ ٻن الڳ الڳ پنڊالن ۾ ڇتيهن طعامن جو بندوبست ڪيو ويو ۽ کين پنهنجي پنهنجي پنڊال ۾ ڀوڄن لاءِ ڪوٺ ڏني ويئي. گهڻي ڀڄ ۽ ٿڪان سبب سڀني کي ڏاڍي بک لڳي هئي سو سڀ ڀوڄن ڏانهن ڊوڙڻ لڳا. پنڊال ڏسي بيٺل دربان کين روڪي چيو ته ڀوڄن ڪرڻ جو

هڪڙو شرط آهي ته ڪوبه پنهنجي هٿ سان پوڄن نه ڪري. پوڄن لاءِ چمچا رکيل آهن سو انهن چمچن سان پوڄن ڪرڻو آهي. پوڄن جي پرسان پهچي اسرن ۽ ديوتائن ڏٺو ته پوڄن لاءِ هڪ هڪ گز جا چمچا رکيا هئا. چمچي ۾ ريڙهي پري کڻي وات ۾ وجهڻ جي ڪن ته اهي وات کان ٻه فوٽ پري رهجيو وڃي. اسرن کي بک به ڏاڍي لڳي هئي سو چمچا پري ونءِ هوا ۾ اڇلايائون ۽ وات ڦاڙي مٿي جهلي ان کي پڪڙڻ لڳا. ائين ڪندي ڪنهن جي اک ۾ ريڙهي پئي ته ڪنهن جي نڪ تي جمون پئي لڳو. سڄو پوڄن پٽ تي ڦهلجي ويو پر ڪنهن جو به پيٽ نه ڀريو. آخر سڀ ٿال خالي ڪري نراس ٿي سڀ اچي ٻاهر ويهي رهيا.

هو ڏانهن ديوتائن جڏهن ڏٺو ته چمچا پنهنجي وات تائين نٿا پهچن ته جو نه ان چمچي کي ٻئي جي وات تائين پهچائجي. بس ڪن پل ۾ جوڙيون ٺهي ويئون ۽ چمچا پري هڪ ٻئي جي وات ۾ وجهڻ لڳا. اهڙيءَ طرح هڪ ٻئي کي کارائي سيني آنند سان پيٽ ڀريو ۽ ڪاڏي جو ڪڻو به بيڪار نه ويو. جڏهن ديوتائون ڪاڏو ڪائي پنڊال کان ٻاهر آيا تڏهن ٻئي ڌريون وشڻو ڀڳوان وٽ ويئون ۽ کين ڪلي چيائون ته ڀڳوان هاڻي اسان جو فيصلو

ڪريو. ڀڳوان کين کلي چيو ته فيصلو تہ ٿي چڪو آهي. فيصلو ته توهان پنهنجو پاڻ ڪري چڪا آهيو. توهان هلو ته توهان کي توهانجو ٿيل فيصلو ڏيکاريان. وشنو ڀڳوان ديوتائن ۽ اسرن کي سندن کاڌي جا ٻئي پنڊال ڏيکاريا ۽ ٻڌايو ته هاڻي توهين پاڻ سمجهي سگهو ٿا. اسرن کي پنهنجو گندو پنڊال ڏسي شرم آيو ۽ سندن ڪنڌ شرم کان جهڪي ويو ۽ ديوتائون پنهنجي سوڀ تي ڦوليا نه سمايا.

سواءِ جن درشٽانت ٻڌائي پريمين کي چوڻ لڳا ته توهان ڏٺو ته ديوتائون هڪ ٻئي جي سوڪار سان سوپارا ٿيا. پريوار ۾ به سڀني کي ديوتائن وانگر هڪ ٻئي جو سوڪار ڪرڻ گهرجي. جي هرڪو ٻئي جي سک لاءِ سوچيندو ته سڀني کي سک ملندو. پر جي هرڪو پنهنجو سوارٿ ساڌيندو ته ڇڪتاڻ وڌندي ۽ سک ڪنهن کي به نه ملندو. ٻئي جي سک لاءِ تياڳ ڪرڻ ۾ آنند آهي. ان ڪري پريوار ۽ سماج ۾ اسان کي هڪ ٻئي جو سوڪار ڪرڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان گرهستي ۽ سماج سرڳ ٿي پوندا جتي سڀني کي سک ۽ آنند ملندو.

اهڙي نموني ڪراچي ۽ ٻين پريمين کي ستسنگ روپي امرت پيارينديءَ کين چيائون ته هاڻ اسين حيدرآباد واري آشرم تي وڃي سار سنڀال لهنداسين.

اُتي سنڌس شرڌالو پريمي شري گوڏو ڀڳت ۽
سنڌس ڀاءُ شري ٻوهومل کين عرض ڪيو تہ وچن
ڪان اڳہ هڪ دفعو اسان جي ڪٽيا کي پنهنجا چرڻ
گهمائي پويتر ڪريو ۽ اُتي هلي ستسنگہ ڪريو۔
سوامي جن سنڌن پرارٿنا قبول ڪري سنڌن گهر
اچي ستسنگہ ڪيو ۽ شرڌالو پريمين کي هن ڀڄن
دئاران آشيرواد ڏني۔

## ڀڄن (راڳہ ڪنيات)

سچي سک وارن کي ستگر، اچي درشن ڏيکاري ٿو۔
ديا جو هٿ رکي سر تي، سمت ڏيئي سڌاري ٿو۔

١- رکي وشواس جي پورڻ، پون ٿا پيش ستگر جي،
ٿني جي ڪشٽ ڪرمن کي، سدا ستگرو نواري ٿو۔

٢- سدا تن من وچن ڏن سان، چڏي هٿ سيوڪن جئي،
ٿني کي پريم جو پيالو، سدا ستگر پياري ٿو۔

٣- ڌري نت ڌيان ستگر جو، جپن جي نام گوبند جو،
ٿني جو من ڪري نرمل، سدا ستگر اُجاري ٿو۔

٤- ڪهي ٽيئون ڀنجئي ٻڪڙي،
رهن جي ڀاڻ ٻر اِستٿت،
ٿني کي گڻ صبوري ۽ سان، سچو ستگر سينگاري ٿو۔

ڀڄن پورو ڪري پريمين کي چياٿون تہ ڪراچي ۽

جي پريمين اسان جي خوب شيوا ڪئي آهي.
جيڪي پريمي سنتن جي شيوا ڪن ٿا ۽ اُنهن اڳيان
نمن ٿا. اُنهن جا ڪوٽ جنمن جا ڪرم ڪٽجي وڃن
ٿا. اُلٽا ڪرم به سلٽا ٿي وڃن ٿا. جهڙيءَ طرح آفيسر
جڏهن سيل ڪٽي ڪاغذ تي هڻندو آهي اُن سيل
تي اکر اُلٽا لکيل هوندا آهن پر ڪاغذ تي اُهي اکر
سلٽا ٿي ويندا آهن. اهڙيءَ طرح سنتن ۽ ستگرن
کي نمڻ سان ڪرمن جي ريکا جا انگ پلٽجي ويندا
آهن. اها ڳالهه سمجهائڻ لاءِ رجب ڊاڪوءَ جو مثال
ڏنائون .

رجب هڪ خطرناڪ ڊاڪو هوندو هو. سندس
نالي کان به ماڻهو ڏڪندا هئا. ان جي جنهن وقت
شادي ٿي رهي هئي، اُن وقت سندس پٽا ڪيس
پنهنجي گروءَ وٽ مٿو ٽيڪائڻ لاءِ وٺي آيو. رجب
جيئن ئي گروءَ جي اڳيان سندس چرنن تي مٿو
ٽيڪيو ته گروءَ سندس مٿي تي آشيرواد جو اهڙو
هٿ ڦيريو جو رجب جي بدي پلٽجي ويئي. سندس
اڳيان جو پردو هٽي ويو ۽ سندس انتهڪرڻ ۾
الوڪڪ روشني اچي ويئي. جيئن ئي مٿو گروءَ
جي چرنن تان مٿي کنيائين تيئن ئي دنگ رهجي
ويو. هيءَ دنيا، ڌن ۽ دولت ڪيس مٿيا ڀاسڻ لڳا.
مڪت لاءِ ڪٽي ٻيءَ کي ڏنائين ۽ چيائينس ته

هي مڪٽ توهين پڪڙيو هاڻي رجب شادي نه ڪندو. رجب هاڻ ڏاڪو نه پر سنت شيوي ٿي رهندو. سندس اندر مان آواز نڪتو.

"رجب گر پرساد ٿي مٽ گيا انڪ لالاٽ ڪا."

رجب گروءَ جي شرڻ ۾ رهي ڪري ڀڳوان جي اهڙي ته ڀڳتي ڪئي جو جنم جنمن جا ڪرم ڪٽجي ويا هاڻي، رجب ڏاڪوءَ مان ساڌو بڻجي ويو. جهڙيءَ طرح سنتن جي آشيرواد سان رتناڪر ڏاڪو والميڪ رشي بڻجي رامائڻ جي رچنا ڪري امر ٿي ويو تهڙيءَ طرح رجب ڏاڪو به سنت شرومڻي بڻجي ڀڳتيءَ ۽ شرڌا روپي سلوڪ لکي لوڪن کي پريو مارگ تي هلڻ لاءِ روشني پردان ڪئي.

ڪرڻيءَ سان انسان پاڻ کي ڏاهي وٺي ٿو. ڪرڻي ڪرڻ سان جنم مرڻ جي چڪر کان مڪتي ملي ٿي ۽ آتما امر بڻجي وڃي ٿي. ستسنگ سماپت ڪري پلو پائائون ۽ ستسنگي پريمين کان موڪلائي پنهنجي حيدرآباد واريءَ دربار تي آيا.

وقت بادشاهه پنهنجي چال سان هلندو هليو. وقت گذرندي دير ئي ڪانه لڳي. آشرم تي نيم سان ستسنگ ڪندي رتن ڪندي ۽ نام دان ڏيندي سال پورو ٿيڻ لڳو. هاڻي سوامي جن ستگرو مهراجن جي پهرين ورسيءَ جي تياريءَ ۾ لڳي ويا. ميلي

جا پترا ڇپارائي وقت سر سڀني پريمين کي ديش وديش موڪليائون. سنت هند جي سڀني سنتن سادن کي ميلي جي شوڀا وڌائڻ لاءِ نيند پتر موڪليائون. منڊلاچاريہ شري سروانند جن وٽ پاڻ خود امراپور دربار تي وڃي ڪين منڊلي سميت ورسيءَ تي پڌارڻ لاءِ عرض ڪري آيا. پريمين جي هڪڙي سڀا ڪوٺائي ۽ بندوبست ڪرڻ لاءِ سمتيون ٺاهي اُنهن کي سڀ ڪم ورهائي ڏنائون. ورسيءَ کي سڦل بڻائڻ لاءِ سڀني پريمين تن من سان سيوا ڪئي. ڪن ڪٽڪ جون گوٺيون موڪليون، ڪن چانورن جون گوٺيون موڪليون ته ڪن گيهه جا دٻا موڪليا. سنگرو مهراج جن جي ڪرپا سان ڀنڊارا ڀرجي ويا. خوب پيدائون اچڻ لڳيون.

سوامي جن جي سڪ ڀري نيند جي ڪري ڪوٺيءَ سنت منڊليون اچي ويئون. سوامي سروانند جن پنهنجي سنت منڊليءَ سميت اچي موج مچائي هن ورسيءَ جي ميلي تي ڀڳت ڀلاج راءِ سوامي جن سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا.

ورسيءَ جي ميلي جي شروعات صبوح جي پرڀات ڦيريءَ سان ڪري سڄي شهر ۾ سنگرو مهراج جن جي جئہ جئڪار جي گونج ڦهلائي ڇڏيائون شام جو راماڻڻ جو اکنڊ پاٺ رکيائون.

پاٺ شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ پنهنجي ستگرو مهراج جي مهما جو هي ڀڄن ڳايائون.

## ڀڄن (سر ڀيلو)

منهنجو ستگر ٽيئونرام، سدا نشڪام هيو اوتاري،
وڃان ستگر تان ٻلهاري.
۱- آيو جنم وٺي جڳ تارڻ لئه، ۽ جيون جي تہ سڌار لئه،
ڏيو ڪرم ڌرم جي واٽ ڏسي ويچارو.
۲- جنهن سنت هند جا هيا سڌر ڪيا،
ڏئي گيان دور سڀ غم ڪيا،
ڏيو ستسنگ جا ديپڪ لڳائي ڀاري.
۳- جيڪو جهنگل ۾ منگل بڻائي ويو،
۽ ميلا منڊل مچائي ويو،
ڏيو پريم پرڪاشي پنت ڪيئي گٽڪاري.
۴- جيڪو گرمکہ چوي غمتار هيو،
گرو گورکہ جيا اوتار هيو،
ڏيئي نام سند و جنهن دان سنگت سڀ تاري.

راماڻڻ منڊلي وارن چوپاين جو مٿي سور ۾ پاٺ ڪري پريمين کي جهومائي ڇڏيو. ٻئي ڏينهن راماڻڻ جي پاٺ جو ڀوڳ ڌام ڌوم سان پاتو ويو. رام ڌني ۽ سان سڄو واتاورڻ گونجائي ويو. اُن وقت سوامي جن پريمين کي راماڻڻ جي مهما ٻڌائي.

سوامي جن رامائڻ جي وڏائي ڪري چوڻ لڳا ته ڪلجُڳ ۾ مُڪتيءَ جو ٻيو ڪو به اُپاءُ ڪونهي صرف ٻه اُپاءُ آهن هڪڙو شري رام جو پوڄن ۽ ٻيو رامائڻ جو پاٺ. رامائڻ پڙهڻ ۽ پاٺ ڪرڻ سان پاپ ناس ٿي وڃن ٿا. جنهن گهر ۾ رامائڻ جو پاٺ ٿئي ٿو اُهو گهر تيرٿ سمان آهي جتي وڃڻ سان سڀ پاپ ناس ٿي وڃن ٿا.

سنسار ساگر جو ڪو ٿاهه نه آهي اُن ساگر کي پار ڪرڻ لاءِ رامائڻ روپي ناو آهي جنهن ۾ چڙهي هي منش پۆ ساگر پار ڪري ساگر پار ڪري سگهي ٿو. رامائڻ سرڳ ۾ وڃڻ جي ڏاڪڻ جي برابر آهي هيءَ سڀني گڻن جي کاڻ آهي هن جو پاٺ ڪرڻ سان مورکه به گياني ٿي ويندو. رامائڻ ڪلپ ورکش جي ڇانو مثل آهي. جيڪو اُن جي شرڻ ٿو وٺي اُن جا سڀ ڏکه دور ٿي ويندا. رامائڻ ڪامڌينو جي سمان آهي جيڪو من وانڇت ڦل ڏيڻ وارو ۽ ڪلياڻ ڪرڻ وارو آهي.

رامائڻ روپي ڪلپ ورکش جا ست ڪانڊ اُن جي ٿڙ مثل آهن ۽ دوها سندر ڏارن سمان آهن. پويتر سورٺا ڏارين جي برابر آهن ۽ چوپايون سونهن پنن جيان آهن. ڇندن جي سوڀيا نياري آهي. اُهي من موهيندڙ ڪوملن وانگر آهن. اکر سونهن گلن

سمان آهن ۽ ڪويتا جا گڻ سندس سڳند سمان آهن. ڀڳتي، گيان ۽ ويراڳ اُن جي سواد رس جي برابر آهن. درگڻ ۽ سگڻ روپ اُن جا ٻج آهن.

راماڻ جو مهاتم ٻڌائيندي اهو سمجهائي شري رام جو هڪ ڀڄن ڳايائون :

## ڀڄن (راڳ ڀهاڙي)

سڀ سک سان رام سنڀاريو،
هي مانش جنم سڌاريو.

١- مٺي رام نام جي ٻاٽي، جا ڀڳتن جي من ڀائي،
پل پل ۾ رام پڪاريو..........

٢- جن رام جي لئو لاتي، تن پورڻ پدوي پاتي،
نت رام جپي ڪل تاريو..........

٣- گر گم جو سر مون ٻاٿي، ڇڏيو اوديا تن تان لاهي،
گهٽ گهٽ ۾ رام نهاريو..........

٤- ڪر جوڙ ٽيڙون ٻولي، اُپديش ٻڌو ڪن کولي،
شري رام کي ڪين وساريو..........

ٽئين ڏينهن صبوح جو گيتا جو پاٺ رکيائون. هون ڪرايو ويو. هون جي سڳند ۽ ديوتا سان سڄو واتاورڻ شڌ ٿي ويو. ٻاهران آيل سنتن جو رسنسنگ ٿيو ويو.

چوٿين ڏينهن شام جو سڀني شهر ۾ جلوس ڪڍيو ويو. جنهن ۾ ستگرو سوامي ٽيئونرام جي وڏي سندر مورتيءَ سان گڏ انيڪ پرڪارن جون جهانڪيون ڪڍيون ويون. سڀ وقت پريمي ڀڄن ڪيرتن ڪندا هليا ۽ نوجوانن اُتساهه سان ڏونڪن سان ناچ ڪيو. واهه جي موج مچي ويئي.

پنجين ڏينهن گرو گرنٿ صاحب جو اکنڊ پاٺ رکيو ويو ۽ ڀڄن ڪيرتن جو ڪاريه ڪرم نيم انوسار هلندو هليو.

ڇهين ڏينهن صبوح ۽ شام ڀڄن ڪيرتن سان گڏ ٻاهران آيل سنتن مهاتمائن جا پرَوچن هلندا رهيا. اُنهن جي امرت وچنن سان پريمي آنند وٺندا رهيا.

ستين ڏينهن صبوح جو هوَن ڪيو ويو. اُن کان پوءِ ڌوجا وندن جو ڪاريه ڪرم رکيو ويو جتي نئون جهنڊو چاڙهي شرڌالن خوب ناريل مصري چاڙهيا ۽ ستگرو مهراج جن جي جئه جئڪار مچائي. شريمد گيتا ۽ گرو گرنٿ صاحب جو ڀوڳ پاتو ويو. جنهن کانپوءِ ڀنڊارو ڪيو ويو. شام جو ستگرو مهراج جن پوڄا ڪئي ويئي. ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ کي تلڪ ڪري شرڌالن خوب گلن جا هار چاڙهيا.

اُن ڏينهن شام جو ستسنگ کان پوءِ سوامي جن

سيٺي سنتن منڊلاچاريه سوامي سروانند جن جا تمام گهڻا ٿورا مڃيا جو اُنهن اڃي هن ورسيءَ جي اُتسو کي سڦل بڻايو. سيٺي سنتن کي دپٽا پاتا ويا ۽ شرڌا سان پيتائون ڏنيون ويون. سيٺي پريمين ۽ شيواڌارين کي اُنهن جي ڪيل شيوائن لاءِ ڌنيواد ڏنائون. پڇاڙيءَ جو سوامي سروانند مهراج جن کان پلو پارائي ميلي جي سماپتي ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائون سوامي سروانند جن آيل سيٺي پريمين کي آشيرواد ڏيندي پلو پاتو.

پلئه جي پائين ستگر تنهنجي در تي،
ستگر در وارن جا عرض اونائين،
مڙيئي تن جي تن من جا دکڙا مٽائين،
آشون اڳهائين آشون آشوندن جون.

جو جن آ ستسنگ ۾ بڻت ڪري ارداس،
کهي ٽيڻون تس داس کي پورن ڪرئي آس،
دوکه سر وهي دور هو لڳي نه يم کي تراس،
ڪارج هوون راس سنسيه ڪوئي نا رهي،
ستگر مڃه کو ديجئي، پريم ڀڳت وشواس،
کهي ٽيڻون مت سمت دي، سنتن ماڌهه نواس.

پلو پائڻ کان پوءِ جڏهن لڳائي ميلي جي سماپتيءَ جي گهوشڻا ڪئي ويئي. هاڻي سويڌا انوسار سڀ سنت ۽ پريمي موڪلائي پنهنجي پنهنجي

ماڳهه موٽيا ۽ سوامي جن وري نيم پوروڪ آشرم ۾ ڀڄن ڪيرتن ۽ ستسنگ ڪندا رهيا. پريمين کي ڌرب نام دان ڏيئي اُنهن کي گيان جو پرڪاش بخشيندا رهيا.

ڏينهون ڏينهن پريمين جي شرڌا ۽ پريم ويو ٿي وڌندو. آشرم ۾ سوامي جن جي شرڻ ۾ اچي سيني جون آشون پوريون ٿيڻ لڳيون. آشرم جڻ ته هڪ پوتر استان بڻجي پيو، جتي جگياسن کي اپار من جي شانتي ٿي ملي. آشرم ۾ شرڌالن جي وڌندڙ ڀيڙ کي ڏسي سوامي جنجي هڪ شرڌالو شري ٽوپڻداس ۽ سندس ڌرماتما ڌرمپتني شريمتي طوطي ٻائيءَ وٽي اُدارتا سان ڪين ٻه ڪوٺيون خالي ڪري اُنهن جون چاٻيون سوامي جن کي ارپت ڪيون. اُن وقت ستگرو مهراج جن جو اننيه شرڌالو شش شو ڦترا ۽ واسوائي، جو ڪوٽڙيءَ ۾ نوڪري ڪندو هو سو رٽائر ڪري اچي سندن وٽ پهتو ۽ کين عرض ڪيائون ته اسان کي هاڻ پاڻ وٽ پناهه ڏيو، پيو کهڙو در ڳولهيان، ان در تان ئي سڀ ڪجهه پاتو اٿم. اڳتي به هن در جي سيوا ڪرڻ چاهيان ٿو. انڪري اهي ٻه ڪوٺيون جي هن داس کي ڏيو ته جيئن ٻر ٻارن ٻچن سميت پيو توهانجي سيوا ڪندس. سوامي جن اُدار چت هئا سو يڪدم چاٻيون ڏيئي

ڪيس ڏناٺون ته وچي ٻارن ٻچن سوڌو آرام سان رهه. بابو شوقتراءِ به خوب نڀايو. اُن نه صرف چيو پر ڪري ڏيکاريو. اڄا ڪو سنت ساڌو آشرم تي پهتو ناهي ۽ اُن لاءِ پوڄن تيار ٿي آيو ناهي. نه صرف سنڌ ۾ پر هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ به سڄو پريوار سوامي جن جي ۽ آشرم جي شرڌا سان سيوا ڪندا رهيا.

وقت گذرندو ويو اُن سان گڏ آشرم ۾ پريمين جو تعداد پڻ وڌندو ويو. سوامي جن ستگرو مهراج جن جي يش وڌائڻ ۾ لڳا پيا هئا. پر اوچتو ١٩٤٧ ۾ سنڌين لاءِ گهور ڪارو بادل پاڻ سان ورهاڱي جو مسئلو کڻي آيو. سنڌ پاڪستان سان ملائي وئي. سنڌين جي سامهون وڏو مسئلو سامهون اچي ويو. هڪ پاسي گهر ٻار، زمين جائداد ته ٻئي پاسي ڌرم جي رکشا هئي.

سڀ پريمي سوامي جن جي شرڻ ۾ آيا ته هن مصيبت جي وقت ۾ اسانکي روشني ڏيکاريو. سوامي جن سيني کي گهرائي دلداري ڏني ۽ کين هن ٻچن دئاران گيان ڏنو.

—

## ڀڄن (سر پيلو)

مونکي ڪرڻ ڌرم پيارو آ،
مونکي ڪرڻ ڌرم پيارو آ.

١- ڌرم جي خاطر سر ٻي کهايان،
مال مڏي ڌن ڌام اڏايان،
مون کي سهڻو سڀ سهارو آ،
مون کي ڪرڻ ڌرم پيارو آ.

٢- ديهه اناتم مان ٻي ناهيان،
شڌ سروپ مان چيتن آهيان،
منهنجو آتم روپ نيارو آ،
مون کي ڪرڻ ڌرم پيارو آ.

٣- جمي مري هي شرير سڙي ٿو،
آتم روپ نہ جمي مري ٿو،
مونکي وسائڻ سر تي ڪنارو آ،
مون کي ڪرڻ ڌرم پيارو آ.

٤- ماڌو ڌرم مٿان ٻل جاني،
جان مال جي ڪريان قرباني،
منهنجي پراڻ سند وتہ آڌار آ،
مون کي ڪرڻ ڌرم پيارو آ.

ڀڄن پڙهائي سيني پريمين کي دلداري
ڏيندي چياڻون تہ هي اسانجي پريکيا جي گهڙي آهي.

هڪ پاسي دنيا آهي ٻئي پاسي ڌرم آهي. ڌرم جي سدا جئه ٿيندي. ڌرم جي خاطر سختيون سور سهنداسين پر ڌرم تي آنچ نه اچڻ ڏينداسين. جيڪو ڌرم تي قائم آهي آخر ۾ اُن جي جيت آهي. اُن وقت پريمين کي ڀڳت نامديو جو درستانت ٻڌايائون جنهن ڌرم جي خاطر سور سختيون سٺيون پر ايشور ۾ اٽوٽ وشواس هئڻ ڪري آخر جئه ٿي.

درستانت :- نامديو ڀڳت ذات جو ڇيپو هو. هو مهاراشٽر جي پنڍرپور ڳانو جو رهاڪو هو. سندس پتا جو نالو داماشيٽ ۽ ماتا جو نالو گٽا ٻائي هو. سندس پيءُ وٺل ڀڳوان جو ڀڳت هو. هي ٻالڪ به پنهنجي پيءُ سان گڏ مندر ۾ ڀڳوان جي پوڄا ڪندو هو. جيئن ويو تي وڏو ٿيندو تيئن سندس دل ۾ ڀڳوان جي ڀڳتي ويئي تي وڌندي.

ڀڳوان پنهنجي ڀڳتن جي پريکيا لاءِ سور سختيون به خوب ڏيندو آهي. سو هڪ رات کي حاسدن سندس جهوپڙي جلائي ويا. ويچارو وڃي وڻ هيٺان ٻارن ٻچن کي وٺي سمهيو. صبوح جو اکه کٽي کولي ڏسي ته جهوپڙيءَ جي جڳهه تي محل ٺهيو پيو آهي. اهو ڏسي سندس حاسدن کي وڏيڪ جلن ٿي.

سنڌس دشمن جڏهن پاڻ نه پڄي سگهيا تڏهن وڃي راجا جا ڪن ڀريائون ته ڀڳت نامديو ڪٽر هندو آهي ۽ ماڻهن کي ڀڙڪائي فساد ڪرائيندو آهي. راجا ڪٽر مسلمان هو، سو اهو ٻڌي ڏاڍو غصي ۾ اچي ويو. سپاهين کي چيائين ته وڃي ڀڳت کي دربار ۾ وٺي اچو. جڏهن نامديو دربار ۾ آيو تڏهن کيس هڪڙي مئل ڳئون ڏيکاري چيائين ته تون جي ڀڳوان جو ڀڳت آهين ته هيءَ ڳئون جيئاري ڏي. تڏهن ڀڳت نامديو راجا کي چيو ته پائي مارڻ ۽ جيئارڻ ته مالڪ جي هٿ ۾ آهي. مان اُن جي ڪم ۾ ڪيئن ٿو هٿ وجهي سگهان؟ تنهن تي راجا چيس ته ڳئون نٿو جيئاري سگهين ته پوءِ اسلام قبول ڪر. پر ڀڳت چيس ته مونکي پنهنجو ڌرم پيارو آهي. مان پنهنجي ڌرم تي اٽل آهيان. تنهن تي راجا کيس چيو ته هاڻ جي اهي ٻئي شرط توکي قبول نه آهن ته پوءِ مرڻ لاءِ تيار ٿي. راجا هڪ مست هاٿي هڪي مارڻ لاءِ گهرايو، پر هاٿي ڀڳت کي مارڻ بدران کيس سلام ڪري پٺتي هٽي ويو. اهو ڏسي راجا هن کي ڪٽي جيل ۾ وڌو. اُتي هن ڀڳوان جي پرارٿنا ڪئي. ڀڳوان ڀڳتن جي وس ۾ ٿيندو آهي سو کيس درشن ڏيئي دلداري ڏيندي ڪٽي مئل ڳئون جي مٿان هٿ رکيو ته مئل ڳئون اُٿي

ڪڙي ٿي. هوڏانهن راجا جيئن دربار مان اُٿي محل ۾ پهتو ته اڇي ڪيس پيٽ ۾ زبردست سور پيو. راجا کي منتريءَ صلاح ڏني ته ڀڳت نامديو کي گهرايو ته سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. راجا جي حڪم تي ڀڳت نامديو کي جيل مان ڪڍي محل ۾ وٺي آيا راجا جو پيٽ جو سور ٺيڪ ٿي ويو. تڏهن راجا سمجهيو ته ڀڳت نامديو پهتل سنت آهي سو مان عزت سان کيس آزاد ڪري ڇڏيائين.

اهڙي نموني ڀڳت نامديو جو درشٽانت ٻڌائي ٻريمين کي چيائون ته ڀائي اسان کي سڀ کان وڌيڪ پنهنجو ڌرم پيارو آهي. ڌرم جي رکشا ڪندي جيڪي به ڪشٽ ايندا سي سڀ سهبا. هي محل ماڙيون ٻي - ٻقا آهن ڌرم ئي دائم قائم آهي. اسين پنهنجي رامسان ۽ شري ڪرشن ڀڳوان سان ناتو ڪيئن ٽوڙيندا سين. ٻريمين کي همٿ ٻڌائڻ لاءِ هيٺيون ڀڄن چيائون.

## ڀڄن

منهنجي ٻريم جو ناتو ٻريو،
نٿل انت ڏاڍين نڀهي.
ا- ڪوئي ڪشٽ اچن ته ڪشالا،
نڪيون ٽرارون ۽ ڀالا،
سڀ سهي سور جهالا،
نٿل انت ڏاڍين نڀهي.

٢- چاهي لوڪ ڏڪارن جڳ ۾،
ڪن دکي پريوءَ جي دڳہ ۾،
سڀ سهي محبت جي مڳہ ۾،
ٿل انت ٿائين نبهي،

٣- هي پير پريم جو پائي،
سڄو ناتو نيهن نباهي،
هلان اڳتي پير وڌائي،
ٿل انت ٿائين نبهي.

٤- هيءَ منزل ماڏو ڀاري،
ڪيئي ڪشٽ اچن ته ڪراري،
سهي سختيون سور مراري،
ٿل انت ٿائين نبهي.

ڀڄن پورو ڪري پريمين کي چيائون ته هاڻ اسان جي پريکيا جو وقت اچي ويو آهي. سڀ ڪجهه قربان ڪري به ڌرم جي رکشا ڪرڻي آهي. هاڻي اسان هي ماڙيون محل ۽ مڙهيون ڏڪاڙا ڇڏي ٻريو جو سهارو وٺي هي ملڪ ڇڏيون ٿا. پريمين کي دلداري ڏيندي چيائون ته توهين ڪنهن به قسم جو خيال نه ڪريو ۽ دل نه لايو. هن اوکي ويل ۾ ايشور اسان سان اچي سهاءِ ٿيندو. گيتا ۾ شري ڪرشن ڀڳوان چيو آهي ته:-

”هي ڀارت! جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ اڌرم وڌي وڃي ٿو تڏهن مان پنهنجي سروپ کي رچيان ٿو يعني ساڪار روپ ۾ پرگهٽ ٿيان ٿو.

ساڌو پرشن جو اُڌار ڪرڻ لاءِ ۽ پاپ ڪرڻ وارن جي ناس ڪرڻ لاءِ ۽ ڌرم جي چڱيءَ طرح اِستاپنا ڪرڻ لاءِ مان يگه يگه ۾ پرگهٽ ٿيان ٿو.

ڏهين صدي، ۾ جڏهن مرک بادشاهه هندن مٿان ظلم ڪري کين ڌرم بدلائڻ لاءِ مجبور ڪيو، تڏهن سڀ لاچار ٿي دولهه شاهه درياهه تي داتهين ٿي آيا ۽ ورڻ ديوتا کي عرض ڪيائون ته هن اوکي ويل ۾ اچي سواءِ ٿي، اچي ڌرم جي رکيا ڪر. پريمين جي سچي پڪار ٻڌي ورڻ ديوتا کين آٿت ڏيندي چيو ته توهين ڪنهن به قسم جو خيال نه ڪريو. توهان جا ڪشٽ جلدي دور ٿي ويندا. پوءِ ڀڳوان جهولي لعل جو اوتار وٺي اچي ظالم مرک کي سبق سيکاريو ۽ ڌرم جي رکشا ڪئي. اڄ اسين به ملڪ ڇڏڻ کان اڳه سنڌس در تي هلي شرڌا سان پلو ٿا پايون.

ايترو چئي سيٺي پريمين کي ٻاڻ سان گڏ وٺي ٿليلي تي آيا ۽ هٿ جوڙي شرڌا سان پڀوءَ کي پرارٿنا ڪري ڀڄن ڳائڻ لڳا.

## ڀڄن ( راڳ ڀيروي )

ٽل :- سچن جو دولهه دريا شاهه، آهي راجا راڻول راءِ،
ظاهر پير زمين تي، سو مالڪ بي پرواهه،

١ پار برهم مان جل ٿيو پيدا، تنهن مان ٿي ڌرتي،
ڌرتيءَ مان ٿيا گل ڦل ميوا، باغ ٻٽيا بستي،
باغ گهمي گلزار ڏٺو سين عجب چڙهي، مستي،
چوراسي لک جوڙين ڪي سو، سانول ڏئي ٿو ساهه،

٢- درياهه شاهه جي در جا آهن، چار ورڻ پوڄاري،
ديوي ديوتا ڪن ٿا شيوا، شرڌا سان ست واري،
دنيا جي سڀ ديشن جا، ٿا پوڄن نر ۽ ناري،
پاري جو ٿيو ن گل ڦل چاڙهين، چٽ ڀر ڌاري چاهه،

٣- سوين هزارين اچي سوالي، سڀ جا ڪارج ڪري،
پلو پريم سان پائين جيڪي، تن جي جهول ڀري،
آس ونڊن جي آس پڄائي، ڏکڙا درد هري،
ٻڌن ڄ جا ٿو بيڙا تاري، هيڻن جا همراهه .

٤- نرمل نام تني جو جيڪي، چاهه رکي چوندا،
جنم جنم جهولي لعل اڏيرو، لات اُها اوندا،
دولهه جي ڪرپا سي ٿي پار وڃي پوندا،
ڪهي نيڻون سو ڪامل آهن، ٻي واهن جو واهه.
تنهن ڪان پوءِ پلو پائڻون ؛

۱- آش وندي گر تو در آئي تو بن واهه نه ڪائي،
تون هر داتا تون هر ماتا ميري آس پڄائين،
پاهه پلو مڱن پيري پيادي آيس هيت منجهائين،
تن من ڌن ارداس ڪري مڱن مانگت نام سنيهي،
نام تمهارا صابڻ ڪرسان ڌوءِ سان پاپ سيئي،
ڪهي ٽيڏون گر لوڪ ٽنهي ۾ آوا گمن مٽائين.

۲- پلو جي پائين ستگر تنهنجي در تي
داتا در آين جا عرض اونائين
مڙيئي تن جي من تن جا ڏکڙا مٽائين
آشون اگهائين آشون آش وندن جون.

۳- جو جن آ گر شرن ۾ بنٽ ڪري ارداس
ڪهي ٽيڏون تس داس ڪي پورن ڪريئي آس
دوکه سروئي دور هو لڳي نه يم ڪي تراس
ڪارج هوون راس سنسئه ڪوئي نا رهي.

۴- سي پوڄارا پر ٿيا سمنڊ سوڀو جن
آنداٿون اميق مان جوڙي جواهرن
لڌاٿون لطيف چوي لعلن مان لهرن
ڪانهي قيمت تن ملهه مهانگو اُن جو.

۵- شيوا ڪر سمنڊ جي جتي جر وهي ٿو جار
سوين نڪتن تهان ۾ هيرا موتي لعل
جي ماسو جزيئي مال تہ پوڄارا ٿر ٿين.

٦- شانتا ڪارم ڀڄنگ سئنم، پدم ناڀم سريشوم
ميگهه ورڻم سڀا انگم، لڪشمي ڪا نتم ڪمل نئنم
يوگه وديا ڌيم گميم، وندي وشڻو ڀو ڀيه هرڻم
سرو لوڪ ايڪ ناٿم.

ڀلو ڀاڻ ڪانپوءِ ڌرم جي جئه جئڪار ملايائون،

ڌرم ڪي جئه هو　　　اڌرم ڪا ناش هو
پراڻيون ۾ سد ڀاونا هو　　　وشو ڪا ڪلياڻ هو
هر هر مهاديو ساڌو ڀوليو شو

ڌرم جي جئه جئڪار ملائڻ ڪان پوءِ شلوڪ سان ڪاريه ڪرم جي سماپتي ڪري سڀني کي هندستان هلڻ جي آگيا ڏ نائون.

اوم پورڻ مدهه، پورڻ مدم
پورڻات پورڻ مد چيتي
پورڻ سيه پورڻ مادايه
پورڻ ميوا وسيشتي
اوم شانتي! شانتي! شانتي!

تنهن ڪان پوءِ آرتي ڪيائون ؛

# جئه جهولي لعل



ڌرم رکشا لاءِ ورڻ ديوتا کي پرارٿنا

ॐ

شري پرماتما ني نمه

# آرتي

اوم جئہ جگديش هري، سوامي جئہ جگديش هري،
ڀڳت جنون ڪي سنڪٽ، ڇڻ ۾ دور ڪري.

جو ڌياوي ڦل پاوي، دک بن سي من ڪا،
سک سنپت گهر آوي، ڪشٽ مٽي تن ڪا.

مات پتا تم ميري، شرن گهون ڪسڪي،
تم بن اؤر نہ دوجا، آس ڪرون جسڪي.

تم پورن پرماتما، تم انترياميٰ،
پار برهم پرميشور، تم سڀ ڪي سوامي.

تم ڪروڻا ڪي ساگر، تم پالن ڪرتا،
مين مورک کل ڪامي، ڪرپا ڪرو ڀرتا.

تم هو ايڪ اگوچر، سب ڪي پراڻ پتي،
ڪس ٻڌ ملون ديامي، تم ڪو مين ڪمتي.

دين بنڌو دک هرتا، تم رکشڪ ميري،
اپني هات اٺائو، شرن پڙا تيري.

وشيه وڪار مٽائو، پاپ هرو ديوا،
شردا ڀڪتي ٻڙهائو، سنتن ڪي سيوا.

## اوم سري ستنام ساکي

# آرتي

## ستگرو سوامي ٽيئُون رام مهراج جن جي

جئه گر ٽيئُون رام سوامي، جئه گر ٽيئُون رام
پر اُپڪاري جڳت اُڌاري، تم هو پورڻ ڪام
جب جب پريمين نج هت ڪارڻ، تمڪو پڪارا
تب تب گر اوتار ڌري تم، سب ڪو نستارا
پريم پرڪاشي منڊلاچاريه، منتر ساکي ستنام
ڌرم سناتن کي پرچارڪ، نيت نيم اپرام
ديش وديش م منڊلي لي ڪر، پاون دي اُپديش
آتم روپ لکايا سبڪو، هريا تاپ ڪليش
پورڻ آچل سماڌي تيري، ست آسن ٻراجي
روپ منوهر سندر لوچن، ديکت من گاجي
آتم استت وچن کي پوري، يوگي اندريه جتي
پرم اُڌاري ڌيرج ڌاري، پرم آگاڌ متي
ڌن ڌن مات پتا ڪل تيرا، ڌن تو ساڌ سجان
ڌن سو ديس جهان تم جنميا، ڌن تو شڀ استان

سر نر مُن جن هر جن گن جن، گاون گن تيري
آنت نہ پاءِ سکي نر کوئي، مهمان آپر ٻري
جو جن تيري آرتي گاوي، پاوي سو مڪتي
ساڌ سنگت کو هردم ديجي، ڀورڻ گر ڀڳتي

ڇند

سرو سروپ آد آنوپ پوري پورن پيم پانا
آنت نہ اوپم ڇاپہ نہ ڏوپم کاڏت کوپم ڏر ڏيانا
رهسيہ رام داڀڪ ڏام نت نسڪام نرباڻي
پاد نام نس دن شام شري ٽيڻو ن رام گر گياني

ڇند

ڇانڌول چندن ڪنگو قيصر، ڦولن کي ورکا ورکائو
نرشنگهہ گومک ڀيري باجا، طبلا سرندا جهانج بجائو
ٻر ٻر ديپک پورڻ گيهہ سين، اگر بتي آور ڌوپ جلائو
آرتي ساج کرو ٻهہ سندر، سنگر کي جهنکار بلائو

# چـنـد

آش وندي گر تو در آئي، تـم بن تـور نـم ڪائي
تون هر داتا، تون هر ماتا، ميري آش پڄائين
پايہ پاؤ مڻ پيري پيادي، آيس هيت منجهائين
تن من ڌن ارداس ڪري مڻ، مانگت نام سنيهي
نام تمهارا صابط ڪـر مڻ ڌوسان پاپ سيئي
ڪهي تيئون گر لوڪ تين ۾ آوا گمن مٽائين

# ” اوم سري ستنام ساکي “

# آرتي

## ” سوامي ماڌو داس مهراج جن جي “

اوم جئہ سوامي ماڌو داس، شري جئہ سوامي ماڌو داس
مهنت منُو منڌار هئين تون، سڀ جي ڀڃائين آش ...اوم

١- جنم وتي ٻچپن کان تو هئي، ڀڳتي ڪئي نشڪام
برهم گياني هو ستگر و تنهنجو، سوامي ٽيئونرام....اوم

٢- تياڳي ويراڳي ۽ جوڳي جتي هئين، پورن تون ودوان
راڳہ ۾ تنهنجي راز ڀريل هو، دل ۾ تنهنجي ڀڳوان....اوم

٣- رڳہ رڳہ ۾ تنهنجي پيار سمايل، سڀ کي مست ڪيو
منهن ۾ تنهنجي مٺيا اهڙي، سڀ کي موهي ڇڏيو....اوم

٤- صبر شڪر هو مکہ ۾ تنهنجي، عجيب تنهنجي ڀڳتي
راضي هردم رهين رضا تي، ڏن تنهنجي جڳتي....اوم

٥- دل کولي تـــو دان ڪيو هو، دانين ۾ داني
خوش تي ڪارايو هو تو سڀ کي، سنت هئين سنماني اوم

٦- رڌي سڌي جــا مالڪ، تنهنجو وچن هئو وردان
سوالين جا تو سوال پڄايا، نر ڌن کيا ڌنوان....اوم

٧- جيڪو تنهنجي آرتي ڳائي، دل ۾ رکي وشواس
شيش جهڪائي سنگت تو در، ڪارج ڪر تون راس....اوم

# پلاماـو

| صفحه | سطر | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 2 | 16 | ماڵا | مایا |
| 4 | 14 | ابد | ابدی |
| 7 | 15 | أذا | أذار |
| 8 | 18 | لی | لي |
| 13 | 19 | رمدد و رهي | رمددا رهیا |
| 40 | 14 | سوالي | سوالي |
| 41 | 19 | جمعن | جمعن |
| 44 | 7 | هر و | هرد و |
| 69 | 4 | شترري | شرورري |
| 91 | 18 | جمک | جمکو |
| 105 | 2 | ىو جوي | ىو جري |
| 115 | 11 | ڈ مکعي | ڈ مکي |
| 115 | 15 | ابيد و | ابيد و |
| 116 | 9 | اولي | اولي |
| 126 | 2 | حولو | چولو |
| 137 | 13 | تالي | تاسي |
| 146 | 14 | ١٩٦٠ | 1940 |
| 156 | 14 | حمدتي | چمدتي |
| 200 | 4 | ن | من |
| 202 | 12 | ايمان | ايمان |
| 205 | 18 | موحکو | مرچکو |
| 212 | 1 | ىري | ا-ري |
| 215 | 17 | کهو | أكهو |
| 219 | 1 | سچاابد | سچداابد |
| 221 | 14 | سكترو | سكترو |
| 222 | 14 | سكرو | سكرو |
| 223 | 14 | عو | عود |
| 228 | 11 | ورلن | وردن |
| 247 | 3 | اركلا | ارکلا |
| 247 | 21 | رسمسک کهو | سمسک رکهو |
| 248 | 19 | جن | جن جي |

حيدرآباد سنگت دربار



حيدرآباد ۾ قلعي ۾ ٽي نهرايل دربار جو نظارو

Cover Paper & Colour Photographs Printed by
SHAKTI PRESS, Bombay. Phone